# خط، انٽرويو، تقريرون

(خط، انٽرويو، تقريرون، خاڪو ۽ مهاڳ)

ڀاڱو II


شيخ اياز





نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

1991ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر **هڪ سؤ چوئيتاليهم**

چپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو والي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ — نيو فيمس پرنٽنگ پريس
هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد.

پهريون ايڊيشن — اپريل 1991ع

ڊائيٽل ڪيليگرافي — فتاح هاليپوٽو

**قيمت** — -/60 رپيا

پڪي جلد سان — -/80 رپيا



---

KHAT, INTERVIEW, TAQREEROON. (Letters, Interviews, Speeches) PART II. by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition April 1991. Price Per Copy Rs. 60/-

## انتساب

سکر جي وڪيلن، اديبن ۽ دانشورن جي نالي
جن سان مون اڌ عمر گذاري آهي
۽ جن جون يادگيريون منهنجي
زندگيءَ جو املهه سرمايو آهن.

**شيخ اياز**

# ٻه اکر

خط، انٽرويو، تقريرون جي پهرئين ڀاڱي ۾ رشيد ڀٽيءَ کان ڪجهه خط ۽ تقريرون رهجي ويا هئا، جي هن ٻئي ڀاڱي ۾ شامل آهن.

نصير مرزا جو انٽرويو دراصل شيخ اياز سان ڪيل گفتگو جو ڪافي ديرڪان پوءِ جو آتارو آهي جو هُن پنهنجي مخصوص اسلوب ۾ ڪيو آهي.

فقير محمد لاشاري ڪي ڏنل انٽرويو ۾، اياز ائين ڪٿي به نه چيو آهي ته شهيد ڀٽو شاهه عنايت يا شاه ٻلاول کان وڏو شهيد هئو ۽ نه وري فقير محمد ائين لکيو آهي. دراصل اها سراسر غلط فهمي آهي. قومي شاعرڪي جيترو شاهه عنايت ۽ شاهه ٻلاول جي مرتبي جو احساس آهي اهو هُن جي شاعري مان واضح آهي. اياز فقط اهو چيو هو ته پهريان ٻه شهيد گهڙي ۾ قتل ڪيا ويا هئا ۽ شهيد ڀٽي کي ٻه سال اذيتون ڏنيون ويون.

فهميده حسين جو انٽرويو به هنجي مخصوص اسٽائل ۾ لکيل آهي، جيتوڻيڪ هـن پنهنجا جواب بالڪل صحيح انداز ۾ قلمبند ڪيا آهن. باقي ٻيون تقريرون ماضي قريب ۾ ڪيل آهـن. هن ڪتاب ۾ محمد عثمان ڏيپلائي تـي لکيل هڪ خاڪو ۽ پنج مهاڳ پڻ شامل آهن.

سارو ڪتاب پڙهندڙن جـي اڳيان آهي ۽ هو ان جـو خود جائزو وٺي سگهن ٿا.

شاعر جي شخصيت کي سمجهڻ لاءِ ۽ ادبـي اوسر جـي اندازي لاءِ مون هن ڪتاب جي اشاعت ضروري سمجهي ۽ مون خود به چاهيو ٿي ته اياز جون ڇڙوڇڙ تحريرون هڪ هنڌ سميٽيون وڃن، جيڪي اياز جي شخصيت ۽ دؤر تي روشني وجهن ٿيون.

**فيروز احمد**

# فهرست

## خاڪو ۽ مهاڳ

ٻريمودا (شڪنتلا کي)- تون جو وڻ سان تيڪ
ڏيئي ويٺي آهين، تہ ائين لڳي رهيو آهي
ڄڻ هن وڻ سان ڪنهن سُندر ول جو
سنجوڳ ٿي ويو آهي.
ڪاليداس.

لامون تنهن وڻ سنديون، لوڏيان، لايان ڳري-
منهنجي، وو! شهر ڀنيور ۾.
(سُر ڪوهياري ـــ شاهہ)

# لامون تنهن وٽ سنديون

سال ١٩٦٨ع ۾ رسالي روح
رهاڻ ۾ ڇپيل پيغام ۽ ٻه خط

## پيغام

[حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن جي سيڪريٽري جنرل، جام ساقيءَ، ڏانهن پيغام]

١- ڊسمبر ٦٧ع. ادا جام — افسوس اٿم، جو حيدرآباد اسٽوڊنٽس فيڊريشن طرفان (٣ ڊسمبر ١٩٦٧ع تي) ”قوم ۽ زبان“ جي موضوع تي سڏايل مذاڪري ۾ ڪن اڻٽر مجبورين سبب شريڪ ٿي نٿو سگهان.

قومي مسئلن جي چنڊ ڇاڻ ڪرڻ ۽ انهن جي جوڳي حل تلاش ڪرڻ لاءِ اهي مذاڪرا نهايت فائدي وارا ثابت ٿي سگهن ٿا. پاڪستان ۾ قومن ۽ زبانن جو مسئلو ڪيڏو نه اهم آهي ۽ ان جو جوڳو ۽ جٺاءُ وارو حل ڪيڏو نه ضروري آهي، سو ڪنهن به دانشور کان ڳجهو نه آهي؛ نه وري اها ڳالهه ڪنهن کان ڳجهي آهي ته پاڪستاني زبانن کان آچاترائي ۽ ڏاڍائي سان قومي ۽ علائقائي درجا ڏيئي جنهن نموني مسئلي کي رفع دفع ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، ان کان هن علائقي جا ماڻهو راضي نه آهن، ۽ هو پنهنجيءَ زبان کي آئيني طور جائز درجي ڏيارڻ لاءِ ڪافي عرصي کان جدوجهد ڪري رهيا آهن.

سنڌي زبان بابت اهو عام ويچار ته اها اولهه پاڪستان جي هڪ ٻئي پيل زبان آهي، ڏاڍو غلط ۽ گمراهه ڪندڙ آهي. اولهه پاڪستان جي زبانن ۾ سنڌيءَ جي امتيازي حيثيت جو اقرار خود حڪومت ان وقت ڪري چڪي، جڏهن مارشل لا کان پوءِ مقرر ڪيل تعليمي ڪميشن جي رپورٽ ۾ سنڌي عوام جي گهر سبب، ترميم آڻي، سنڌي زبان کي ڪنهن حد تائين تعليم جو ذريعو تسليم

ڪيو ويو. پر فقط انهيءَ هڪڙي قدم سان سنڌي زبان جو مسئلو نه حل ٿيڻو هو ۽ نه ٿي سگهندو. هاڻي ته انهيءَ ذليل درجي کي به ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ويئي آهي، جنهن جو هڪ مثال سنڌ ۾ قائم ڪيل ڪامپريهينسو (Comprehensive Schools) آهن. منهنجي راءِ ۾ اردوءَ ۽ انگريزيءَ جي ڇڪتاڻ جو مسئلو به تڏهن حل ٿي سگهندو، جڏهن پهرين اولهه پاڪستان جي قومي زبانن، سنڌيءَ، پنجابيءَ، بلوچيءَ ۽ پشتوءَ جو مسئلو حل ڪيو ويندو.

زبان، زمين، تاريخ ۽ معاشي ۽ نفسياتي سڃاڻ جي لحاظ کان، اسان سنڌي هڪ قوم آهيون، ۽ اهڙيءَ طرح پاڪستان، جو هڪ گهڻ-قومي ملڪ آهي، ان ۾ هر قوم سان هڪجهڙائيءَ ۽ نياءَ جي ورتاءَ جو طريقو ڳولڻو آهي. جي اسان ۾ سچائيءَ ۽ ڏاڍپيءَ جي من-ورتي آهي، ته انهيءَ مسئلي جو حل ڳولڻ ڏکيو نه آهي. انسان سڀ ڀائر آهن، شرط اهو آهي ته هڪڙو ٻئي جي پيٽ تي لت ۽ نڙيءَ تي نهن نه ڏئي. اسان جي مسئلي کي، جيڪڏهن ڪوئي سنڌي ٻڌجي ڏسندو، ته هو اسان جي من جي پيڙا کي سمجهي سگهندو.

مون کي وڏي اميد آهي ته اوهان جي مذاڪري ۾ شريڪ ٿيندڙ عالم ۽ دانشور زبانن ۽ قومن جي مسئلي جي چڱيءَ ريت ڇنڊڇاڻ ڪري، ان جي جوڳي نياوَ لاءِ ڪارائتيون رٿون تيار ڪري سگهندا.— اوهان جو، **شيخ اياز.**

# خط ١-

١٥ سيپٽمبر، ١٩٦٧ع. ادا، ٽنهنجو خط پهتو. تو لکيو آهي ته مون نه فقط اردوءَ ۾ هائڪوءَ کي پهريون ڀيرو روشناس ڪرائي، ان جي اهميت محسوس ڪرائي، پر "ڀونر ڀري آڪاس" ۾ به اهڙا ته -ستٽ نظم (فارسي بحر وزن ۾) ڇپيا آهن، جن ۾ هائڪوءَ جي ڪيفيت آهي؛ ۽ ان ڪري تو اصرار ڪيو آهي ته سان ڪجهه هائڪوءَ تي لکان. ائين ضرور آهي ته سال ٦٢ع ۾ منهنجا هائڪو، جي پاڪستان رائٽرس گلڊ جي اردو رسالي "هم قلم" ۾ شعر جي انتخاب "ريگزار ڪي موتي" ۾ شايع ٿيا هئا. تن کي اردو ادب ۾ ڪجهه اهميت ڏني ويئي هئي. مون ڪيتري وقت کان اردوءَ ۾ شعر گوئي ڇڏي ڏني آهي ۽ نه وري پنهنجي اردو ڪلام جي جائزي وٺڻ جي ڪا ضرورت محسوس ڪئي آهي. باقي سنڌي هائڪوءَ جي باري ۾ منهنجو رايو آهي ته اهو سنڌي شاعريءَ جي سيپاو سان ٺهڪي نٿو اچي. پيارا، هي پنسيءَ ۽ پيروڻَءَ جو ديس آهي ۽ ان ۾ "چوريءَ" جي گل جي اهميت فقط وقتي ۽ تجرباتي آهي. سماعت بين الاقوامي ٿي سگهندي آهي، شاعري فقط قومي هوندي آهي. جي انسان ذات جي ڪائي شاعري آهي، ته اها اهو گلدان آهي، جنهن ۾ هر قوم پنهنجا پنهنجا ٻ، ٽي گل سجايا آهن. انهن جي واس ورن ۾ ساگهائپ جي گولا آڪارٿي آهي. ائين برابر آهي ته جپاني ۽ چيني رنگ آميزيءَ جي تقليد مغربي مصوريءَ کي نئين هوا ۽ نئون آسمان ڏنو آهي، پر رنگ به پٿر وانگر بين الاقوامي اظهار جو ذريعو آهي، ۽ ان جي تجربي جي معيار تي ٻوليءَ جي ڪنهن به تجربي کي پرکي نٿو سگهجي. ان ڪري جيڪڏهن ثقافت جي ڪنهن حصي ۾ بين الاقواميت جي گنجائش آهي، تڏهن به ان جي انهيءَ حصي کي،

جنهن جو شاعريءَ سان واسطو آهي، پنهنجيءَ ٻوليءَ جو لوڙهو ڏنل آهي؛ ۽ ان ڪري ئي دنيا جي هر عظيم شاعريءَ جو ٻيءَ ٻوليءَ ۾ تسليءَ جهڙو ترجمو اگر ناممڪن نه آهي، ته به نهايت مشڪل آهي. مون کي فن ۽ فلسفي ۾ بين الاقوامي پيغام جي گنجائش کان انڪار نه آهي، پر، قومي ڪردار وانگر، شاعريءَ جي جَڙ به پنهنجيءَ ڌرتيءَ ۾ هوندي آهي، ۽ ان سان پنجي، شاعري اها خوشبو نه ڏيندي آهي، جا ان جي خمير ۾ هوندي آهي. ان ڪري مون کي سنڌيءَ ۾ هائڪو، سانيٽ، ترائيل وغيره جو تجربو انهيءَ ڳنڍ ـ ڪپ جي جهڙپ وانگر لڳندو آهي، جنهن جو پنهنجو کيسو خالي هوندو آهي.

جپاني هائڪو جو گهڻو اثر آمريڪا جي شاعريءَ تي ٿيو آهي؛ مون اڄا تائين روسي، فرينچ يا ٻيءَ ڪنهن مغربي ٻوليءَ ۾ هائڪو نه پڙهيو آهي. آمريڪا جي شاعريءَ کي، والٽ وٽمئن ۽ رابرٽ فراسٽ جي باوجود، پنهنجو ڪوئي خاص ادبي ورثو نه آهي نه وري هن نئين سامراج جي ڌرتيءَ کي اهڙي ورثي جي حفاظت جي ڪا ضرورت آهي. اسان کي انهيءَ حفاظت جي ضرورت آهي. اسان جو ادبي ورثو اسان جي قوميت جو ضامن آهي. ان سان گهڻي هٽ چراند اسان جي قومي انفراديت لاءِ هاڃيڪار آهي، ۽ اها انفراديت ئي ته ٻُڌيءَ ٻيڙيءَ جو تختو آهي، جنهن کي اسين چنبڙيا پيا آهيون. اسان جا بيت سنڌڙيءَ جي چُنيءَ جون ڦلڙيون آهن؛ انهن ۾ هن ڌرتيءَ جي آٽ آهي. آهي صدين کان اسان جي عوام جي روح ۾ رمي چڪا آهن، ۽ توڙي جو اسان انهن ۾ جديد دور جي تقاضائن سان مطابقت پيدا ڪيون ٿا، تڏهن به انهن ۾ ڪا اجنبيت محسوس نٿي ٿئي.

هائڪو فطرت جي شاعري آهي، ۽ مون کي فطرت جي شاعريءَ جي اهميت کان انڪار نه آهي؛ پر جي ڪوئي وچ سير ۾ غوطا کائيندي، ترندڙ هنس جي ڳچيءَ تي گهڻو ڌيان ڏيندو ته هُن جو ٻُڏڻ آوس آهي.

”تَنڪا“، ”هائڪو“ ۽ ”سينريُو“ (Senryu)، جپاني

شاعريءَ جا قديم فارم آهن. جيتوڻي پنهنجي صنفن جو فارم ساڳيو آهي، سينريو ۾ اهڙا مام نہ آهي جا هائيڪو ۾ آهي؛ سينريو فقط مخصوص نائين محدود آهي؛ اُن ۾ رڳو آڙوٽي ۽ آڀري جي ڪڇيءَ وکريءَ جي وَت آهي، اُن ۾ بہ انت جي اکٿ پنڊار مان ٽوئي پرڻ تي روڪ آهي. مثال طور:

هُو گهر ۾ ويٺو آهي،
ڪوس جي ڇات-
آناڙي ويچ.

—

جين پروهت،
ڏيان پورو ٿي چڪو-
منگهڻ لاءِ واجهہ.

—

پنهنجيءَ زال کي،
گهٽو ڇڙيي،
هُو چانور رڌي رهيو آهي.

—

ڏاهو،
پهرين ڪير مُرڪي-
لڄ.

—

در کوليندي،
او! او! او!
برفاني باک.

—

”هن کي هڪڙي اک آهي،
پر اُها هرڏيءَ جهڙي آهي،“
ڏوڏيءَ چيو.

سالي،
اڱڻ ۾ جاچي وڻندي آهي،
گهوٽ جون اوٺايون!

—

ڳنڍو ٻه

ڪپڙن جي ٻُجڪي مٿان،
نئين گهوٽ ڪنوار جي گهر ۾!

—

سپاهيءَ جي گود ۾،
وڇايل پار اشارو ڪري رهيو آهي،
مٺائيءَ جي دُڪان ڏانهن.

—

مون اڱڻ "جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙيءَ" ۾ لکيو آهي ته ڪنهن ڪنهن سنڌي بيت ۾ هائڪوءَ جي ڪيفيت آهي. نه فقط اهو، پر ڪنهن ڪنهن بيت ۾ 'سينريو' جي ڪيفيت به آهي. وڳنڌ جي باري ۾ چيل ڀٽائيءَ جي بيتن ۾ ساڳي ڪلٺي ڇٻ - ڀيڪوڙ آهي. مون کي ٽر ۾ هڪ پَٽ هيڻيون بيت ڀڏايو هو، جنهن ۾ انسان جي اڻٺائيءَ تي اهڙي ئي اڇوتي ڦٽڪار آهي، جهڙي سينريو ۾ آهي:

هَنڌي مَٿان هوڏ، ڪَنڌهان ڪَر ڪُٽن جي،
هَنڌي ساڳي لوڏ، ڇوڀيندڙ ڇَلي ويا.

يا اسحاق جو هڪ مشهور دوهڙو آهي:

بي عقل کي بانوَرُ جي، آهي پاڪر پيرن سيئن؛
عقل جو اسحاق ڇئي، تنهن کي ڪانُ لڳندو ڪيئن!

سنڌ جا ڪيئي لوڪ - بيت آهن ، جن کي پيڙهيءَ پيڙهيءَ ساهم ۾ سانڍيو آهي. انهن جي هيئت ۽ اسلوب (Form and style) سان جي ادبي ذوق ۾ رچي ڇڪو آهي ۽ اهو ادبي ذوق اسان جي

ثقافت جو پائيندو حصو ٿي چڪو آهي. اسان جي لوڪ سنگيت ۾ بيت وائيءَ سان گڏ ائين لڳايا ويندا آهن، جيئن گنج ۾ ڪاوا ٺاڪيا آهن. ان ڪري مون کي سنڌي هائڪوءَ جي فارم ۾، بيت جي هيئت سان هٿ چراند چڱي نٿي لڳي. مان نٿو ڀانيان ته جي مٿيئن لوڪ بيت کي سيٽريو جي هيٺئين ٽه-سٽي فارم ۾ ڏنو وڃي، ته ڪو نتيجو خوشگوار نڪرندو:

هڏي سڏان هوڏ،
ڇوهمندڙ ڇـلي ويا:
هڏي سا ڳي لوڏ!

فقط نواڻ ۽ نراليپڻ لاءِ ڏوڪ ڏوڪان ۾ اسان بيت جون ٽيرنهن ماترائون ڇا لاءِ لتاڙي ڇڏيون؟ ڇا سنڌي هائڪوءَ جي وچين سٽ، جا ڊيڊ وانگر نڪري اچي ٿي، نوڪي وڏي ٿي؟ ڇا بيت جون چوويهن ماترائن واريون ٻه سڏيون سٽون، توکي اڏامندڙ ڪونجن جي جوڙي وانگر نه ٿيون لڳن؟ ڇا اها جدت لاءِ بي معنيٰ ٻچڙائي احساس ڪمتريءَ جي نشاني نه آهي؟ ڇا اسان جو ڪوئي ڪلونت هائڪو ڳائڻ لاءِ تيار ٿيندو، ۽ جي ٿيندو ته تنهنجي ڪنن کي ڪيهه جي ضرورت نه پوندي؟ جپاني هائڪوءَ جو فارم ته صديون پراڻو آهي ۽ ممڪن آهي ته اهو گيشا سنگيت جو حصو ٿي چڪو هجي، پر ڇا سنڌي هائڪوءَ جي فارم جي ڪائي اهميت آهي، ۽ جي اهميت ان جي فارم جي نه، پر ان ۾ آيل ڪنهن ازلي ڪيفيت جي اڻ-لکي ڇـُهاوَ جي آهي، ته ڇا آها ڪيفيت اسان جي بيت ۾ اڳيئي اچي نه چڪي آهي؟

هڪ ڀيري اسان ڪارونجهر وٽ ويٺا هياسين. چوٽي ۾ ڳاڙهه هئي ۽ اڀ پهاڙ تي ڳريئي اوڙهي ويٺو هو. اسان سان هڪ ٿري چارڻ به ساڻ هو. اوچتو ڪارونجهر جي ڪورَ تي مور ڪنبي ٽيڙيا ۽ ڪنڊرجي ڪنڊرجي، سنجها-سوني آڪاس جي سنگهاسن اڳيان ڪنهن ديوداسيءَ وانگر نچيو. مون چارڻ کان پڇيو:

"هي مور پارڪر جو آهي يا گجرات جو؟"

چارڻ جواب ڏنو: ”مور نه پارڪر جو ٿيندو آهي، نه گجرات جو. مور ته سدائين نيري آڪاس جو هوندو آهي!“

مون کي هن جي ذهانت تي حيرت آئي. هن اڳ ۾ مون کي پارڪري سنڌيءَ ۾ انوکا بيت ٻڌايا هئا (پارڪري سنڌيءَ ۾ گجراتيءَ جي ڪافي ملاوٽ آهي)، سو مون هن کي چيو ته ”انهيءَ مورجي باري ۾ ڪوئي بيت ٻڌاءِ!“ - ۽ هن ٻه چار بيت ٻڌايا، جن ۾ هي بيت به هو:

ڪارونجهر جي ڪور، مِرئين ته مولئين نهين،
ماڻي ٿُهوڪي مور، ڏونگر لاڳي ڏيپتو!

[ڪارونجهر جي چوٽي، سرندين تڏهن به نه چڙي سگهندين.
جڏهن ان جي مٿي تي مور ٿهوڪو (رڙ) ڪندو آهي،
تڏهن ڏونگرُ ڏيئي وانگر لڳندو آهي.]

ادا، اهو حيرت‌انگيز تصور، مون ڪنهن به هائڪوءَ ۾ نه ڏٺو آهي. مور ته برابر نيري آڪاس جو آهي، پر ان جو ناچ ڪارونجهر تي چڱو آهي، فوجي مايا تي ان جو تصور به ڪري نٿو سگهجي. جپاني سونهن تي هرڪي، اسان کي پنهنجو ٽڪ ٽڪُ بينو ته نه ڪرڻو آهي!

مون اڳ به لکيو آهي ته جپاني هائڪوءَ جو فني حسن دائميءَ ۽ عارضيءَ جي ٽڪراوَ ۾ آهي، جو اڃا سنڌي هائڪوءَ ۾ پيدا نه ڪيو ويو آهي. ان ڪري سنڌي هائڪو فقط مور جو ڪنپ آهي، جنهن اسان جي بيت جي چال بگاڙي وڌي آهي.

چڱو، اڄ ته توکي جپاني شاعريءَ سان ڪجهه وڌيڪ روشناس ڪرايا. جپاني شاعر باشوءَ وغيره تائين قديم هائڪوءَ جو ڪجهه ترجمو ته سنڌي ٻوليءَ ۾ اچي چڪو آهي. آڙيون سٺينءَ صديءَ ۾ به تاڙيون وينديون هيون، جڏهن آهي اتر ڏانهن اڏامنديون هيون، پر ويهينءَ صديءَ ۾ انهن جو تصور هيئن آهن:

وڌيارڏي،
گهٽو ڪري گدلا،
آڙيون آڏار ۾!

سون جديد ڪان جديدترين جپاني هائڪوءَ جو مطالعو ڪيو آهي ۽ مون کي نظر آيو آهي ته جپاني شاعران ۾ موضوع جي جدت ڪاميابيءَ سان آڻي نه سگهيو آهي ۽ ڪامياب جديد هائڪوءَ جي ڪيفيت ۾ قديم هائڪوءَ جهڙي آهي. شايد جديد جپان باشوءَ جي پائي جو "جينيس" پيدا نه ڪري سگهيو آهي يا شايد هائڪوءَ جي مزاج سان هٿ چراند هائڪو جو موت آهي.

ڪجهه جديد هائڪو، جي مون کي پسند آيا آهن، آهي ڏس-

ڇونيءَ تي نِڪتَ،
پسٽ - ڪيئٽن جو ڳوٺ،
ننڍ ۾!

—

پيڻ جون ڏڏيون پٺيونديون،
ننڊا ڪرو نيڻگر،
ونهه هٺي رهيو آهي!

—

نَٽڙ تي ڳائٺو،
هن جو ڳيت پيهي ويو،
ميرانجهيءَ باڪ جي ڪوهيري ۾!

—

ڪنوڻ ڪچي،
جڻ منهنجيءَ ڇاتي تي ڪري -
اچا آءٌ جيئرو!

—

منهنجي پياري جي پاڇهاري هٿ وانگر،
منهنجي ڪُلهي تي ٿمجي ويو آهي،
سِرءُ جي آس جو تڙڪو!

—

ڇڪلي ۾،
هڪ ڪوٺي، خالي—
سِرءُ جي شام!

—

ميٺيءَ جي پنَ تي،
پوپٽ ويٺو آهي—
اڪيلو اُداس!

—

اڱڻ جي ڪنڊيءَ جي ڳڙڪي،
جنهن کي جنڊيءَ تي رنڱيو آهي،
مانگهه جي پوري ناسي ڪڪر!

—

ادا، مون کي ڪاوڙ سندي هائڪوءَ تي آهي، جنهن بيت کي ڏيڍ ڏنگ ڏني آهي: باقي ائين نه آهي ته مون کي جپاني هائڪو نه وڻندو آهي. هڪ پيري مان جيل جي ڪوليءَ ۾ بند هوس ته اوچتو هڪ پوپٽ سيخن مان اندر اُڏري آيو هو. مون هن کي ٻُڪ ۾ جهلي، هن کان پڇيو هو: ”تون هتي وٽان ته نه آيو آهين؟“ هن پَرڙا پتوڙيا هئا ته مون هن کي ڇڏي ڏنو هو ۽ پوءِ هن ڪوليءَ جي پٿرن سان ٽڪري ٽڪري ڪنڀڙائيون ڪوهي وڌيون هيون. ”پوپٽ، اڪيلو، اُداس“، مون هائڪوءَ جا لفظ ٽڏي ساهه سان جهونگاريا هئا.

پر هاڻي ٽڏا ساهه پري پري، اسان مڻيون پيڪوڙي، ڏند ڪرٽي آٿيا آهيون ۽ اسان کي ملايم جذبات گهٽو تتي آئڙي. اسان جي زندگي وهه جي وڻي آهي ۽ اسان کي زبردستيءَ پياري ويٺي آهي. اهو هائڪوءَ جورَسُ ڪُلو، جنهن ۾ حقيقت جي تلخيءَ کان وقتي فرار آهي، فن جي آن عملي جدوجهد ۾ رڪاوٽ آهي، جا قوم جي تقدير بدلائي سگهندي آهي.

هڪ ڀيري اسان ٿر جي سفر تان موٽي رهيا هئاسين. اسان کي ٻہ سواريون هيون ۽ ڇاڇري وٽ پهچي جيا ڦيٿا پنڪچر ٿي پيا هئا. ڊرائيور پنڪچر ڳنڍي رهيا هئا ۽ تيستائين سج لهي ويو هو. واريءَ تي ڪنڊيءَ ۽ نم جا وڻ، سنجها جي پرڇانئينءَ ۾، ڌرتيءَ - ديول جا پروهت ٿي لڳا. ان وقت سون واريءَ تي ٻہ اک - مٽڪڙ ڏٺا هئا، جي شفق جهڙا رنگين هئا ۽ هڪٻئي جي ڪڍ ٽپا ڏيئي رهيا هئا. ڄڻ جيئري هائڪوءَ وانگر ٿي لڳا. انهن کان پرڀرو هڪ ڀونگيءَ جي ٻاهران ڪائي جوڀنوَنت سينگهواڙ دانگيءَ تي ٻاجهريءَ جو ڊوڊو پچائي رهي هئي ۽ هن جا ٻارڙا هن جي پرسان ڪُڏڪي رهيا هئا. سينگهواڙ کي ٻولڪو ۽ ڳاڙهو پڙو پيو هو ۽ سانيءَ اٿلائڻ وقت هن جي ٻانهينءَ ڪڙ ڪڙ ٿي ڪئي. بکايل ٻارن لاءِ مامتا جي آنتر - انيوءاڌ - پڪيءَ سانيءَ جي آڪنڊيءَ آئل هن جي چهري تي هڪ عجب ڪيفيت پيدا ڪئي هئي. مون ٿر ۾ اها ڪيفيت آتي ڏٺي هئي، جتي آڳُرَ ۾ ڪجهہ آن - ڪٽا هئا. ڇا سوُسرا - سرَ جون ٽريچاڙيون، ڇا سوُرا ڇند جون ٻجراڙيون — سوني جي سورج - ونسي سونهن، گهٽو ڪري گهوماڻيل نظر آئي هئي، ڇو تہ ڇوڏاري آن جي آٿاٺ هئي. ( آن جي آٿاٺ جي باري ۾ ڪنهن ٽريءَ هڪ درد انگيز جملو چيو هو، جو مون کان وسري نٿو وسري — ” سائين، ڪڏڪ تہ ميوو آهي. اسان کي تہ آن ٻہ ٻہ نٿو ملي!“ آنَ مان هن جي مراد پُرت مَرت وغيره گاهن جا داڻا هئا. )

اسان ڇاڇري مان رات جو نائين بجي آمر ڪوٽ ڏانهن روانا ٿيا هئاسين. ٻئي جي چوڏينهنءَ جي رات هئي ۽ چانڊوڪيءَ جي ڇاڪر ۾ واريءَ سُومل جي ڏيک ٿي ڏني. آنهيءَ سينگهواڙ جي سپاجهڙي صورت وري وري منهنجي اکين اڳيان ٿي آئي ۽ مون سوچيو هو تہ سنگهي پورهيت مانيءَ پچائيندي ڪهڙي نہ پياري ٿي لڳي! گوگاسر نالي وستيءَ ۾ هڪ هوٽل هو، جتي اسان سواريون روڪيون. جيسين ڊرائيور انجڻين ۾ پاڻي وجهن، تيسين اسين هوٽل ٻاهران پيل سُوڙن تي وڃي ويٺاسين. هوٽل ڇپري جي ٻاهران هو

۽ مٽيءَ جي چلهه تي چانءِ اُبڙڪي رهي هئي. اوچتو ڇپري مان ڪنهن ڪڙڪڻ جو آواز آيو ۽ مون منهن ڦيري ڏٺو ته ڪوئي ستوڙ اندر ٽڏي تي ليٽيو رهيو هو. مون هن جي باري ۾ پڇا ڪئي، ته هوٽل واري جواب ڏنو. ”سائين، هن کي ’دارو‘ آهي!“

”دارو ڇا آهي؟“ مون پڇيو.

”هتان جي پٽر جي پاڻيءَ ۾ ڪائي بيماري آهي، جنهن جي پيئڻ سان، ماڻهوءَ جي جسم ۾ ڪيڙا پئجي ويندا. سائين، دارو ڏاڍو بڇڙو آهي؛ ماڻهوءَ کي جهپ به نه لڳندي آهي ۽ سڄي سڄي رات رڙندو آهي!“

”هي ڪنهن اسپتال ۾ علاج لاءِ ڇو نٿو وڃي؟“

”ڇهن ڏينهن کان اتي ڇڏي ڇڪي رهيو آهي، نه هن وٽ پئسو آهي ۽ نه اسپتالن ۾ دوائون ئي علاج لاءِ آهن. هتي ته نانگ ڪاٽي جو به علاج ڪونه آهي، روز هڪ نه ٻيو ڇڪ وڳهي مري رهيو آهي!“

مون ڇپ ڇپ ڪوڙي آسمان ڏانهن ڏٺو هو ۽ مون کي ائين لڳو هو ڄڻ چنڊ جي ڪرڻن مان ڀُر ڀُر ڪيڙا ڪري رهيا هئا!

ادا، جتي انسان کي نه تحفظ آهي،نه تسلي آهي، نه آجهو آهي، نه اَنُو آهي، نه اڪيلائيءَ ۾ آسرو آهي،جتي زبان تي پهرو آهي ۽ قلم تي بندش آهي، اُتي تصور جي عياشيءَ لاءِ ڪنهن به اهل دل شاعر وٽ گنجائش گهٽ آهي. جڏهن شاعر کي انهيءَ ڳالهه جو احساس اچي ٿو ته، ٻولي گوليءَ جو ڪم ڏيئي سگهي ٿي ۽ آنڌير ۽ انياءَ جا ايماني ڳاٽ آڏائي سگهي ٿي، تڏهن هن کي آڪ ـ ستڪڙ تي هائڪو لکڻ ڪيترو نه بي معنيٰ ٿو لڳي!

هاڻي اچ ته انهن ٽِنڊ ـ ڪيٽن جي دنيا جي ٻي شاعري به ڏيکاريان، جنهن ۾ وچونءَ جهڙو ڏنگ آهي. ويهين صديءَ جي ٻئي ڏهاڪي ۾ مغرب جي جديد فن ۽ سياسي شعور سان آشنائيءَ، جپان ۾ نه فقط دادازم (Dadaism)، سوريئلزم (Surrealism)، ڪيوبزم

(Cubism) جي بورجوا فن جا نظريا جپاني شاعريءَ تي اثرانداز ٿيا، پر آئي نراج وادي ۽ پرولتاري شاعري به وجود ۾ آئي. جپاني ٻوليءَ جا هي ترقي پسند نظم ڏس:

انهن جا گيت نه ڳاءِ
اهي ڪرسچي ڪونپل،
اهي پوپٽ جا پر،
اهو واءُ، جو پن - جهڻ ڪري رهيو آهي،
۽ اها استريءَ جي وارن جي سڳنڌ؛
جو ڪجهه به ڪومل آهي،
جو ڪجهه به گهنگهريل آهي،
جو ڪجهه به اداس آهي،
ھئاءِ، ان کي!
جو ڪجهه به سگهڙو آهي
نه ڳاءِ، ان کي!
ان جي بدران ڳاءِ ان کي،
جو ڪجهه به جوڳو آهي:
جو سن جي آنت آهي،
ڇاتي ٺوڪي ڳاءِ،
ڌڪاوَ ۾ به -
اهو گيت ڳاءِ، جنهن جو پڙلاءُ ٿهلجي وڃي،
اهو گيت، جو هانوَ کي ڏاڍو ڪري،
۽ ان کي ڇڪي وڃي،
پڇتاوَ جي پاتار مان؛
پنهنجو گلو ڦاڙي ڳاءِ
اهي گيت
پنهنجي جانڱي جياري سر ۾،
۽ سماءِ انهن کي
هرڪنهن جي دل ۾! (ناڪانو شگي هارو)

مان خاموش ته لڳان ٿو،
پر امڪان آهي ته ڪجهه سوچيان ٿو.
مان ڳالهايان ته ڪونه ٿو —
پر متان مون کي ديوار سمجهن.
(ٽيهون بوءِ شگي جي)

سرءُ ۾ ڪنهن سڄڻ،
هڪ صوف موڪليو،
مون آن کي ڪاٽيو،
يڪدم —
سُرخ، بي حد سُرخ صوف،
منهنجي ٽريءَ تي ڳڙو
ايترو ڳڙو جيترو هيءَ ڌرتي آهي!
(تسوؤ بوءِ شگي جي)

پوئين نظم ۾ صوف، مسيحي روايت وارو ممنوع ميوو آهي، جنهن کي کائي، آدم ڌرتيءَ ڏانهن رجوع ٿيو هو. شاعر، صوف کي سرخ چئي، پرولتاري فلسفي لاءِ کهڙي نه سهڻي تشبيهه پيدا ڪئي آهي!

١٩٤٥ع ۾ جپان جي شڪست، شاعرن کي ٻين فنڪارن کان وڌيڪ ماٺ ڏيئي ڇڏي. فاشزم جي رزمي شاعريءَ جي دور جي خاتمي کان پوءِ، جن به شاعرن جي جپان جي جنگي محاذ سان جذباتي وابستگي هئي، آهي خاموش ٿي ويا، ۽ فقط آهي پرولتاري شاعر اڳڀي کان اڳرا ٿي آيا، جن جنگ هلندي پنهنجي دور جي فاسد حب الوطنيءَ کان خاموشي بهتر سمجهي هئي يا جنگ جي کُلم کُلا مخالفت ڪئي هئي ۽ ان ڪري قيد ڪيا ويا هئا. جي پرولتاري شاعر ويهين صديءَ جي ٽئين ڏهاڪي ۾ چوٿيءَ جا شاعر ليکيا ويندا هئا، انهن آن جي پنجين ڏهاڪي ۾، وري پنهنجي جاءِ اچي والاري ۽ اڄا تائين وڃائي نه آهي.

ادا، متان ائين سمجهين ته مان ساڻوري شيام سان رٺو آهيان، ڇو ته هُن کي سنڌي هائڪوءَ جي هڪ - هٽي آهي. شيام به سنڌي

پولي آهي. مون تہ هن کي 'ڪؤنا جو ڪاڪ - ڏٽي' ڪوٺيو آهي؛ اها ڀي ڳالهہ آهي تہ مون کي ڪاڪ - ڏٽيءَ کان ڪاڪ وڌيڪ پياري آهي. ڇانگي کي چندن ڇاريندي تہ مون ڪيئي ڏٺا، ڪوئي موسل کي ڏاگهہ تان موڙائي تہ مڃان. — تنهنجو پنهنجو ....

## خط ٣-

١ آڪٽوبر، ١٩٦٦ . ادا،— ڪٿي جو منهن ڪٿي جو منهن آهي، پوءِ اهو سوا سٽيڪا جي جهنڊي هيٺان هجي يا ٻئي ڪنهن جهنڊي هيٺان. فاشي ڪٿي گوئرنگ چيو هو، "جڏهن مون اڳيان ڪو، آرٽ جو نالو وٺندو آهي، تڏهن منهنجو هٿ پستول ڏانهن ويندو آهي!" ٻيءَ جنگ عظيم ۾ فاشزم شڪست کاڌي، ۽ نيورمبرگ جون ڪارروايون انسانذات لاءِ عبرت ٿي آيون، پر اسان وٽ تہ اڃا تائين ڪرسيءَ ڪرسيءَ تي ڪنو ويٺو آهي ۽ ڪاٺيءَ ڏيکاري رهيو آهي. ڪالهہ اهڙي هڪ پسونءَ گهرايو ۽ چيائين تہ "تو هيٺ چيو لکيو آهي ۽ هونءَ چيو لکيو آهي؟" مون چپن ۾ چيو، 'تون سامراج جو ڪفن چور آهين، تون قانون جي ڪل ۾ انڌي گهوڙي آهين، تون اهو اٺ گاڏو آهين، جنهن ۾ آمريڪا جا ٽاير ۽ عرب جو اٺ آهي، تون ڏاڍي اڳيان گونگو ۽ هيٺي اڳيان ٻوڙو آهين، مان توکي ڇا ٻڌايان تہ مون هيٺ چيو لکيو آهي ۽ هونءَ چيو لکيو آهي؟'

هن ڪڙڪي سان چيو، "ڪجهہ ڏاڍيان چؤ تہ مان بہ ٻڌان!"

مون مجبور ٿي جواب ڏنو، "تو شاعريءَ لاءِ سند بہ ورتي آهي ڇا؟ تو وٽ 'حشم و جاهِ سڪندري' آهي، مون وٽ 'رسم و راهِ قلندري' * تون مون کي ڇا سمجهي سگهندين!"

* تو و حشم جاهِ سڪندري، من و رسم و راهِ قلندري.
(قرآنہ العين طاهره)

”ڇو سون علامه اقبال کي پڙهيو آهي، سون کي چڱيءَ طرح خبر آهي ته ’رسم و راه قلندري‘ ڇا آهي!“

”تون هن جي آيه“ إن الملوڪ جي تفسير به پڙهي آهي؟ تو اهو به پڙهيو آهي ته هن سلطنت کي غالب قومن جي جادوگري ڪوٺيو آهي ۽ اهو به چيو آهي ته آخر اسرائيل جو خون جوش ۾ ايندو آهي ۽ ڪوئي موسيٰ سامريءَ جو طلسم ٽوڙي ڇڏيندو آهي؟“

”نه، اهو ڪهڙي شعر ۾ چيو اٿائين؟“

” توکي اها خبر آهي ته علامه اقبال جو فلسفو خود هڪ سامريءَ جو طلسم آهي!“

”اهو ڪيئن؟“

”ڇا تون ڄاڻين ٿو ته فاشزم ڪهڙي راڪاس جو نالو آهي؟ تو نٽشي پڙهيو آهي؟ توکي اهو علم آهي ته ’بقول زردشت‘ (١) جي ’فوق الا انسان‘ (٢) ۽ هٽلر ۾ ڪوئي خاص فرق نه آهي؟ توکي علم آهي ته روميءَ جو ’انسان ڪامل‘ ڇا آهي ۽ ان کي علامه اقبال ڪيئن پيش ڪيو آهي؟ ڇا تون ڄاڻين ٿو ته ’انسان ڪامل‘ لاءِ شاهين جي تشبيهه ڀرين ڪنهن ڏني هئي - شاهين، جنهن لاءِ ڪبوتر کي ڇورڻ ڦاڙڻ ’لهو تيز رکڻ‘ جو بهانو آهي! ڇا تون يهوديءَ لاءِ نفرت ۽ ’نانتيءَ جي پوڄاري‘ لاءِ ڌڪار ۾ ڪوئي نفسياتي امتياز ڪري سگهندين؟ ڇا تون چئي سگهندين ته حڪيم الامت، مسولنيءَ ۽ نادر شاهه جي مدح سرائي ڇو ڪئي آهي؟“

”منهنجو ايترو مطالعو نه آهي، سون لاءِ منهنجو يقين ڪافي آهي!“

”تو علامه اقبال جو اهو فارسي شعر پڙهيو آهي ته هه سو گڏهه، انسان جو فڪر پيدا ڪري نٿا سگهن!“

”ها، سون اهو پڙهيو آهي، ان ۾ جمهوريت تي طنز آهي.“

”چڱو، جي تو اهو پڙهيو آهي، ته ٻڌ: علامه اقبال جي دؤر ۾، ٻه سو گڏهه انسان جو فڪر پيدا نٿي ڪري سگهيا، پر اڄ ٻه

---

Thus Spake Zarathushtra (1)
Superman (2)

ڪروڙ ڳڏهه به انسان جو فڪر پيدا ڪري نٿا سگهن. تون چاهين ته انهن جو تعداد اڃا به وڌائي سگهين ٿو.“

هو ٽپي لوهه ٿي ويو ۽ چيائين ”تون زبان دراز آهين!“

”گونگو نه آهيان!“

”مان تنهنجي چپ ڪپي، تو کي گونگو ڪري ٿو سگهان!“

”گوئرنگ! پوءِ مون تي ميار نه رهندي!“

ادا، اها شاعري، اها طبيعت جي روشني مون لاءِ بلا ٿي آئي آهي. اکر اڳيان اڀري، واڳو ٿي وريا آهن. ههڙيءَ افسرشاهيءَ کي ڇا چوان ته ’اي پيسي ۽ عهدي جا هڏا چوسيندڙؤ! اوهان ڇا ڄاڻو ته مون وٽ کهڙي امرت - رس آهي!‘ تو مون کي بار بار چيو آهي ته زماني سازيءَ کان ڪم وٺان ۽ ڪڏهن سيزر کي سلام ڪندو رهان، پر مون کان اهو نٿو پڄي. هتي فقط سيزر کي سلام ته نه ڪرڻو آهي، ڪورنش بجا آڻڻي آهي. ڪن - پڪڙ ۽ نڪ - گيسات ڪرڻو آهي، ۽ پٺي کي صليب تي ڏيڻي، منهن ڦيرائي ڇڏڻو آهي. اهي پورا ٽوڪيون ٽنيا منهنجا پرکيل آهن؛ نيٺ اها صليب سيزر جي مٿي تي ڦهڪائي هڻبي، فقط ڪجهه وقت جي دير آهي!

ادا، مون کي انهيءَ ڪويءَ ۽ ڪلاڪار لاءِ عزت آهي، جو مٿين معاملي ۾ نراج وادي (١) آهي، جنهن پڙهي پڇتايو نه آهي ۽ ڪڙهندي ڪيڀايو نه اٿائين. هر سچي فنڪار جي زندگيءَ ۾، اورنگزيب سان سرمد جي پنجه ڪشي آهي، ۽ سرمد جي شهادت اورنگزيب جي ابدي موت آهي. تو سرمد جي زندگي پڙهي آهي؟ دراصل امير خسرو ۽ سرمد هن ننڍي کنڊ جا به عظيم وحدت پرست فنڪار هئا، جن جي زندگي تي اڃا ڌاڻين ايتري تحقيق نه ڪئي ويئي آهي، جيتري هنن جي اهميت آهي. سرمد، جنهن کي ٺٽي جي هڪ سنڌي ڇوڪري جي محبت، مجاز جي پل تان اڪاري، حقيقت جي ٻرار تي پهچايو هو، هونءَ ته هڪ مجذوب شاعر هو، جنهن عريانيءَ کي هر لباس تي ترجيح ڏني هئي؛ پر هن جي وحدت پرستيءَ، هن

(١) نراج وادي Anarchist

کي برصغير جي سياست ۾ ڇڪي، هن کان داراشڪوه جي حمايت ڪرائي، ۽ هن اڳڪٿي ڪئي ته سلطنت داراشڪوه کي ملندي. هن جا معتقد وڏي رهما هئا ۽ ان ڪري اورنگزيب سازش ڪري، قاضي القضات کان فتوي وٺي، هن کي شهيد ڪرايو. سرمد جي زندگي هڪ شاعر جي بي باڪيءَ، حق گوئيءَ ۽ ان جي اگري نتيجي جو عبرت انگيز داستان آهي. محمد اڪرم، پنهنجي ڪتاب "رود ڪوثر" ۾ لکيو آهي:

"اورنگزيب، ملا عبدالقويءَ کي موڪليو ته هو سرمد کي ڪپڙن پائڻ لاءِ تاڪيد ڪري. ملا، سرمد کي گهرايو ۽ هن کان پڇيو ته 'تون اگهاڙو ڇو ٿو رهين؟' پتو ناهي ته سرمد ان وقت ڪهڙيءَ لهر ۾ هو! هن رڙ ڪئي، 'شيطان قوي آهي!' ملا قويءَ کي، 'شيطان قوي (ڏاڍو) آهي' جو فقرو ڏاڍو ڪڙو لڳو هوندو، پر رڳو اگهاڙپ ڪنهن جي قتل جو سبب ٿي نٿي سگهي. ان ڪري سرمد جي فرد، جرم (چارج شيٽ) ۾ اضافو ڪيو ويو. قتل جو بهانو هن جي هڪ رباعي به هئي، جنهن جي باري ۾ چيو ويو هو ته ان مان معراج جو انڪار ثابت ٿئي ٿو. معلوم ٿئي ٿو ته اورنگزيب جي محتاط طبيعت انهيءَ کي به ڪافي نه سمجهيو، ۽ هن علماءُ کي چيو ته سرمد کي چيو وڃي ته هو 'ڪلمئه طيبه پڙهي' هن کي معلوم هو ته سرمد جي هڪ عجيب عادت هيءَ به آهي ته جڏهن هو ڪلمئه طيبه پڙهندو آهي، تڏهن 'لااله' کان اڳتي نه وڌندو آهي. جڏهن علماء، سرمد کي ڪلمي پڙهڻ لاءِ چيو ته هن لااله کان اڳتي نه پڙهيو، جو ڪلمئه نفي آهي (يعني 'الله ڪونه آهي'). ان تي علماء اعتراض ڪيو ته سرمد چيو ته 'مان هن وقت تائين نفيءَ ۾ غرق آهيان ۽ اثبات جي مرتبي تي نه پهتو آهيان— جڏهن پهچندس، تڏهن الاالله به چوندس!' علماء فتوي ڏني ته لااله چوڻ ڪفر آهي ۽ جي سرمد توبهه ڪري ته ٺيڪ، نه ته واجب قتل آهي. سرمد توبهه نه ڪئي، جنهن ڪري، ٻئي ڏينهن، هن کي جامع مسجد جي سامهون قتل لاءِ وٺي ويا. سرمد ان وقت گدگد ٿي نظر آيو. جلاد هن جي سامهون

آيو، تہ هن مرڪي، (فارسيءَ ۾) چيو تہ 'توتي گهور وڃان ! اچ ،اچ! تون جنهن صورت ۾ بہ اچين ٿو مان توکي چڱيءَ طرح ٿو سڃاڻان' ۽ پوءِ هيٺيون شعر پڙهي، تلوار جي هيٺان ڪنڌ رکي ڇڏيائين :

( ترجمو ): شور ٿيو ۽ مون عدم جي خواب مان اک کولي،

ڏٺم تہ اڃا فتني جي رات باقي هئي، وري سمهي پيس!

"'ماثرالا مراء' ۾ سرمد جي قتل جا سبب لکندي چيو ويو آهي تہ 'جيڪڏهن سچ پڇيو وڃي تہ قتل جو سبب دارا شڪوه جي سنگت هئي، نہ تہ سرمد جهڙا اگهاڙا مجذوب ۽ آزاديءَ سان گفتگو ڪرڻ وارا گهٽيءَ گهٽيءَ ۾ ڦرندا هئا ۽ انهن کي ڪوئي پڇندو بہ نہ هو.' پئي بہ هڪ تذڪري نگار لکيو آهي تہ 'چون ٿا تہ سرمد جو دارا شڪوه سان رستو هو ۽ گهڻو ڪري عالمگير کي پٽيندو هو. وڌيڪ حال جي حقيقت جو علم الله کي آهي.' مولانا ابوالڪلام آزاد بہ انهيءَ خيال جي تائيد ۾ لکيو آهي 'ايشيا ۾ هميشه کان پالٽڪس ( Politics ) مذهب جي آڙ ورتي آهي ۽ هزارين خونريزيون، جي پوليٽيڪل سببن ڪري ٿيون آهن، تن کي مذهب جي چادر ۾ ڇپايو ويو آهي' ( ۱ )

ادا، توکي منهنجي تحرير بي ربط تہ نٿي لڳي؟ گوئٽنگ، اقبال،سرمد، اورنگزيب، ملا قوي ـ آخر تون پڇندين تہ انهن جي ذڪر ۾ ڪهڙو منطقي تعلق آهي؟ جي تون تاريخ ۾ ٽپي هٽي ڏسندين تہ ان ۾ توکي اُنهيءَ ذهنيت جو تسلسل ملندو، جنهن سان دوُر دوُر ۾، ڪنهن نہ ڪنهن سچي فنڪار، پنهنجي جان جوکي ۾ وجهي، ذڪر ڪاڏو آهي. مون کي مفڪر ۽ فنڪار جي انانيت وڻندي آهي، ڇو تہ اها جبر جي احساس برتريءَ خلاف ڊال آهي. جنهن انسان موت جي جبر کي للڪاريو آهي، ۽ جو پنهنجيءَ تخليق کي جاودان ڪري سگهيو آهي، ان لاءِ زندگيءَ جي جبر اڳيان سر جهڪائڻ اسهائيندڙ آهي. مشرق ۽ مغرب جي فن ۽ ادب ۾ اهڙا ڪيئي مثال آهن، جڏهن سرجڻهار، ڏاڍ ۽ ڏمر اڳيان ڳاٽ اوچو

(۱) "رود ڪوثر" ـــ محمد اڪرام، صفحا ۲٦٤-۲٦٥

رکيو آهي ۽ زماني سازيءَ جي ذلت برداشت نہ ڪئي آهي. مون کي روسي شاعر يوتوشينڪو جي آتم ڪهاڻيءَ ۾ اهو پڙهي حيرت نہ آئي تہ پرولتاري انقلاب کان پنجاهہ سال پوءِ بہ شاعر کي افسر-شاهيءَ خلاف جدوجهد جي ضرورت نظر اچي رهي آهي. مان ڄاڻيان ٿو تہ اهو ڪرسيءَ ۽ورديءَ وارو جانور، جنهن کي ڏڏي جي منڊي ۽ چيتي جا چنبا آهن، ڪنهن بہ سماج ۾ مرڻو نہ آهي ۽ شاعر کي سدائين پنهنجو قلم ان تي ڏقو ڪري ڪم آڻڻو آهي.

مارڪسي فلسفي موجب طبقي جو مفاد اهو زنجير آهي، جنهن ۾ هر انسان جڪڙيل آهي ۽ هن جي مفڪر ۽ عمل جي ڪڙي ڪڙيءَ ۾ جڙي پئي آهي. پر ساڳئي فلسفي لاطبقاتي (Declassed) مفڪر جي وجود کي بہ ڪافي اهميت ڏني آهي. جاگيرداري طبقي منجهان هوندي، ان طبقي هو ڪسان تي بي انتها ظلم ڏسي، جيڪڏهن ڪنهن مفڪر کي بورجوا انقلاب جي چاهنا ٿئي ۽ هو ان لاءِ وڙهي؛ يا سرمايدار طبقي منجهان هوندي، پرولتاريت جي بدحالي ۽ بورجوا نظام جي خونريزي ۽ سفاڪي ڏسي، جيڪڏهن هو پرولتاري انقلاب جو حامي ٿئي؛ تہ هن جي لاطبقاتي شعور جي سمجهاڻي مارڪسواد ۾ آهي ۽ ان سمجهاڻيءَ لاءِ هستي واد (وجوديت- Existentialism) جي سهاري جي ضرورت نہ آهي. پر اچا تائين اهو طبقاتي جدوجهد جو نظريو مون کي تاريخ جي پوري سمجهاڻي نہ ڏيئي سگهيو آهي. اڪبر جي دور کان وٺي، هندستان ۾ صنعتي انقلاب جا آثار تہ نظر اچن ٿا، پر ڇا، اورنگزيب جا رجعت- پسند نظريا تاريخ جي ڌارا کي پٺ تي موڙائي رهيا هئا ۽ صنعتي انقلاب ۽ ان کان پوءِ لازمي بورجوا انقلاب لاءِ رڪاوٽ پيدا ڪري رهيا هئا؟ ڇا، دارا شڪوه ۽ سرمد انهيءَ انقلاب لاءِ غير شعوري ڪوشش ڪري رهيا هئا؟ ڇا هي ضمير جو آواز فقط انهيءَ طبقاتي سنداڻ جو آواز آهي، جا انسان کي جدوجهد لاءِ ٿيڙي رهي آهي؟ يا انساني زندگي هڪ گوناگون حقيقت آهي، ۽ حسن، صداقت ۽ نيڪي آهي مستقل قدر (Absolute values) آهن، جن لاءِ انسان سدائين وڙهندو رهيو آهي ۽ جن مان طبقاتي

جدوجهد جو لازم ۽ ملزم وارو واسطو نہ آهي؟ ڪيئن بہ هجي،آهي انسان، جي حسن، صداقت ۽ نيڪيءَ جي حمايت ۾ جان جي بازي لڳائي ويا، تاريخ جي عظيم حقيقت آهن ۽ انهن کان سواءِ طبقاتي جدوجهد جي ارتقا ناممڪن هئي. مون ان تي بہ سوچيو آهي تہ ڇا سرمد ۽ داراشڪوه جي شهادت اجائي ويئي آهي يا آها تاريخ جي ضمير ۾ ڪجهہ صديون سَن ۾ اچي ويئي آهي ۽ نيٺ ان جي صدا اڀري ايندي ۽ ڪشمير کان ڪارو منڊل تائين ڪيتري وقت لاءِ گونجندي رهندي؟ مون کي يقين آهي تہ ڪوبہ سچو انسان مرندو نہ آهي ۽ اهو تاريخ جي وهڪري ۾ هڪ ابدي لهر ٿي رهندو آهي. موت، ويتر جو ڪوڙو سنسو آهي ۽ ڪانئر جي ساڀيا آهي، ۽ ڪانئر اتهاس ۾ سدائين ڪوڙ جو ساٿي رهيو آهي.

توکي خبر آهي تہ جيل ۾ مون سان گڏ پيو ڪير نظر بند هو؟-سوڀو گيانچنداڻي،جنهن جهڙي آزاد طبيعت ۽ گهري صداقت؛ مون ٿي ڪنهن ماڻهوءَ جي لال ۾ ورلي ڏٺي آهي. جڻ پهاڙ آهي، جو هر آنڌيءَ، هر طوفان ۾ اڏول بيٺو آهي. نہ ڄاڻان ڪيترا اهڙا انسان، پنهنجيءَ ڇاتيءَ جا ڇهہ ڇپائي، گهاٽ اوچو رکي، ظلم جو مقابلو ڪندا آهن ۽ گمناميءَ جي گهٽيءَ ۾ ڇڙت ڪاٽي، ڪري، لهو لهان ٿي، گهٽيءَ جي مٽيءَ ۾ ملي ويندا آهن، ۽ جڏهن ظلم جو انت ايندو آهي ۽ زندگيءَ جي سجي سجائي ڪنوار پنهنجي، ڏوليءَ ۾ اڳتي وڌندي آهي،تڏهن اها گهٽيءَ جي مٽي، ڪنوار جي ڪهنبي ۽ ڪهارن جي جتيءَ کي چنبڙي، پنهنجيءَ ستياناسيءَ جو اجر گهرندي آهي يا نہ! ڪجهہ سال ٿيا تہ پاڪستان جو هڪ سياستدان، جنهن کي برٽرانڊرسيل ۽ سارتري جهڙين هستين سان گڏ ڪم ڪرڻ جو موقعو مليو آهي، لاڙڪاڻي وڃي رهيو هو، تہ سکر ۾ ڪنهن هن کان پڇيو، "اوهان موهن جو دڙو ڏسڻ وڃو؟" هن جواب ڏنو، "مان موهن جي دڙي کان بہ وڌيڪ عظيم حقيقت ڏسڻ ٿو وڃان!"

"اهڙي ڪهڙي حقيقت آهي!"

"سوڀو، سوڀو گيانچنداڻي!"

سچ پچ اڄ-سوڀو موهن جو دڙو آهي جو چوڪيدار سمجهو ته ڪافي اداس آهي. توکي اهو ٻڌي حيرت ٿيندي ته سوڀو، جي .ايم. سيد وانگر ڪيتري وقت کان سياست کان ڪناره ڪشي ڪري چڪو آهي؛ ۽ پنهنجي نالي هڪ واهڻ ۾، اتي پيٽ جي مشين تي وقت گذاريندو آهي، جتي همالي ڪوٺي جي ٻر ۾ بند آهي. معلوم ناهي ته هن کي پوءِ به ڇا لاءِ نظر بند ڪيو هئائون؟ شايد واڳهه جا ڏند ڪڍي ڇڏيا ۽ ننهن ڪپي ڇڏيا، تڏهن به واڳهه واڳهه رهندو ۽ هن جي هيبت هاڻي جي هانوءَ کي جهڪائي وجهندي. سو لاءِ هن جي صحبت وڏي غنيمت هئي. اسان جي وارڊ ۾، هوائي حملي کان تحفظ لاءِ هڪ وڏي کاهي کنيل هئي ۽ ان مان نڪتل مٽي، ان جي چوڌاري ڍير ٿي جمع ويٺي هئي. وارڊ ۾ گهمي گهمي، اسان پوياڙيءَ جي پاڇاون ۾ ٿڌ کان کٽا وڃهي، جڏهن انهيءَ ڍير تي ويهندا هئاسين، ته پر ابوالهول لڳندا هئاسون، جن جو راز اڄ تائين ڪنهن نه ڄاتو آهي. مان خود ڪنهن وقت هن جي اجنبي چهري ڏانهن ڏسي سوچيندو هوس ته هي انسان، جو هن ڌرتيءَ جي پنجاهه سالن جي تاريخ آهي، ان جون غلطيون به آهي ۽ ان جي عظمت به آهي، مون کان ڪيترو نه دور آهي!

هن کي شام جو ڇهين بجي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪندا هئا ۽ مان پوءِ ڪوٺيءَ جي ٻاهران وڃي ويهندو هوس. اسان جي وچ ۾ لوهي سيخن سان دري هوندي هئي. هڪ دفعي مينهن گجگاٽ ڪري وسي رهيو هو ۽ بجلي ٻتيون وسامي ويون هيون. سوڀو ڪوٺيءَ ۾ بند هو ۽ مان دريءَ جي ٻاهران ويٺو هوس ۽ هن کي سنڌي ادب جي جديد رجحانن تي ڪجهه ٻڌائي رهيو هوس. ان وقت مون هن کي چيو: ”سوڀا، مون ڪٿي پڙهيو آهي ته ڪبير ۽ نانڪ جي پوئلڳن، هنن جي موت کان پوءِ هنن جي چادر ورهائي ڪنئي هئي. مون کي به اهوئي انديشو آهي ته منهنجي موت کان پوءِ منهنجي ڪفن کي اڌ اڌ ڪيو ويندو، پر مان سوچيان ٿو ته جي مان پنهنجي جيئري، ان کي هڪ جهنڊو بڻايان ۽ ان کي پنهنجي رت ۾ ريٽو ڪري اوچو

ڪيان، تہ ان کي منهنجي سوٽ کان ٻوڙ وڙهائڻ جي ضرورت نہ پوندي!"

ان وقت ڪنوڻ ۾ چار ڪڙڪا ڪيا ۽ مون ڏٺو تہ سوڀو آڏي بيٺو آهي ۽ دريءَ جي سيخن ۾ منهنجن هٿن کان ڪجهہ مٿي، پنهنجا هٿ ڪپائي ڇڏيا اٿائين. اوچتو هن چيو هو، "مون کي پنهنجو جهونو نظم 'او باغي، اوراج دروهي!' پڙهاءِ. مون کي اهو ڏسي عجب ايندو آهي تہ تون ڪيتري وقت کان، جوالا جي مٽيءَ ۾ رابيل جا ٻوٽا پوکيندو رهيو آهين!"

وري ڪنوڻ ڪجي هئي ۽ مون ڏٺو هو تہ هو مرڪي رهيو هو. اها مرڪ مون کان ڪڏهن بہ نہ وسرندي. اها مرڪ هڪ جهوني، جان باز بولشيوڪ جي مرڪ هئي. جڻ آرڙهہ جي آس ۾ رڪ جو چاقو چمڪي رهيو هو. پوءِ مون سيخن کي زور سان جهڪي ۽ بلند آواز سان، 'او باغي، او راج دروهي....' پڙهيو هو ۽ جيل جا پهريدار واٺڙا ٿي ويا هئا. مون کي محسوس ٿيو تہ جنهن لوهہ ۾ اسان جا هٿ پيا هئا، ان ۾ چقمق جو اثر پيدا ٿي چڪو هو. ان رات کان وٺي، اسان ۾ ڪائي اجنبيت نہ رهي هئي ۽ مون کي هن کان سواءِ مانيءَ گرهہ نڙيءَ ۾ ڪنڊو ٿي لڳندو هو.

مان ان رات جڏهن سوڀي کي ڇڏي پنهنجيءَ ڪوليءَ ڏانهن موٽيو هوس، تڏهن مون سوچيو هو تہ وارياسي جي ڳل جي اهميت ٿي ڪهڙي آهي! نہ اهو ڪنهن جي چوٽيءَ ۾ لڳندو آهي ۽ نہ ڪنهن مالها ۾ پوئبو آهي! واهوندو وڻند آهي تہ اهو لهڪندو ٻہ اچاتو آهي ۽ لڙيءَ ۾ مرجهائيندو بہ اچاتو آهي ۽ ڪاريءَ رات ۾ رڳو آڪاس جا تارا لک نيڻ ان جي مرجهايل پتين کي رائي تي رلندو ڏسندا آهن. مون ڪوليءَ ۾ موٽي پنهنجيءَ ڊائريءَ ۾ لکيو هو:-

> "تون، جو اڇو بہ آهين ۽ جنهن کي مون ڏٺو بہ نہ آهي؛
> تون، جنهن جي زلف جو سلسلو، هن زندان تائين پهتو
> آهي ۽ منهنجي ضمير کي وڪوڙي ڇڏيو آهي- هاڻي
> آءُ، ڇو تہ ڪافي دير ٿي وئي آهي ۽ عمر تي ڪوئي
> اعتبار نہ آهي!"

ادا، تون تہ چاهين ٿو تہ مون هن انڌير نگريءَ ۾ چپ چاپ نہ

سَڌو آهي! منهنجيءَ نظربنديءَ جي دوران ۾، ڪڏهن مون کي مُلحد ۽ غدار ٺهرايو ويو، ڪڏهن گهر کان ٻاهر نه نڪرڻ ڏنائون، ڪڏهن گوليءَ جي نشاني ٺاهيائون ۽ ڪڏهن ڦاهيءَ تي چاڙهيائون. مان پنهنجي صليب تان واجهائي رهيو هوس ته ڪوئي آهي جو ٻڌڪ ٻاڪي، پر ڪنهن جي چپ تي پڙڪو نه آيو. شايد ٻه چار اهڙا هئا، جي آن صليب سان گڏ ملائي، گونگا ٻوڙها ٻاڙهي رهيا هئا. اهو ڪنهن به نه پڇيو ته ڪهڙي قانون ۾ ڪيت جي سزا نظربندي آهي، قيد آهي، موت آهي؟ پر شايد وچئين طبقي ۾ اها اميدئي اجائي آهي ۽ منهنجا ڳيت اڃا تائين سنڌ جي مزدور ۽ هاريءَ تائين نه پهتا هئا. اهو وچون طبقو ڪچري جو ڍير آهي، جنهن ۾ سڙاند کان سواءِ ڪجهه به نه آهي؛ ان جي زندگي ايتري ته بد ذوق آهي، ان جي ماحول ۾ ايتري ته عفونت آهي ۽ ان جا خيال ايترا ته غليظ آهن، جو جيڪو به ان جي لاش جو ڪانڌي نه آهي ۽ ان جي ڪفن ۾ ڪافور جي بوءِ سنگهي، هٿئي ٻاسي ٿيو آهي، اهو انقلابي آهي. جيستائين وچين طبقي جي ڪنهن فرد ۾ لاطبقاتي لاڙو نٿو اچي، تيستائين هن جو وجود ڪنهن به آزاديءَ جي تحريڪ لاءِ پوريءَ طرح ڪارگر نه آهي. هن وچولي طبقي جو ڇا ۾ اعتبار آهي؟ هي جي جهاد ۽ عالم اسلام جي غلبي جي نشي ۾ چور آهن، جن پوري دنيا ۾ پاڻ کي دين جي تجديد ۽ احيا جو مرڪز سمجهيو آهي، جي پاڻ کي خالد بن وليد ۽ طارق بن زياد جو اولاد ٿا سمجهن ۽ جن جي زندگيءَ جي ماوا ۽ ملجا حقيقت ۾ رشوت خوريءَ ۽ چور بازاريءَ کان مٿي نه آهي، سي ڪيڏانهن وڃي رهيا آهن؟ هي، جي مجدد الف ثانيءَ وٽ ڇڳ وڃائي آهي ۽ ابن العربيءَ جي نالي کان به واقف نه آهن، جن جي دماغ ۾ جمال الدين افغانيءَ ۽ مهدي سوڊانيءَ کان وٺي حالي ۽ اڪبر الهآباديءَ تائين اَٽ وَٽ ڪري وڃي رهيا آهن، تن مان ڪهڙي ترقي پسند سماج جي اوسر جي توقع آهي؟ هي، جن جي پور پور ۾ نفرت ڀري ويئي آهي، جن پنهنجيءَ ترتيءَ کي تڪاريو آهي، هي سامراج جي جهاڙي اوڳاڇيل ڍونڍ جا بوجرا ڪيئان، ڪهڙي انقلاب جا اهل ٿي سگهن ٿا؟ صحيح انقلابي قوت، مزدور ۽ ڪسان

آهي، ۽ وچولي طبقي جو ڪوئي به فرد انقلابي صلاحيت جو اهل تڏهن ٿي ٿي سگهي ٿو، جڏهن هن ۾ پنهنجي طبقي لاءِ بي‌انتها نفرت ۽ مزدور ۽ ڪسان لاءِ محبت پيدا ٿئي، ۽ هُو انهن جي تقدير کي پنهنجي تقدير سمجهي، انهن جي طبقاتي جدوجهد ۾ شامل ٿي وڃي.

مون کي وچولي طبقي جا ڪرنٽرا ڪينٽرا انٽليڪچوئل به ڪونه‌وڻندا آهن. تو ڪئمس بتين جي روشنيءَ ۾ ڪيڪڙا ڏٺا آهن- اونداهين راتين ۾ ڪلفٽن جي ڪپر تـي ڪيڪڙا؟ انهن کي ڪهڙي چاڻ نـه، اونهي جو آنت ڇا آهي! اهي انٽيليڪچوئل اديب، اتهاس جي هٽ ۾ ڪاغذ جا لغڙ آهن. ڦهرين اهي لغڙ هڪٻئي کي ڪاٽا ڪندا آهن ۽ پوءِ طوفانُ سمنڊ جي ڇولين جا پرخچا اڏائي ڇڏيندو آهي. هن ڏيوالي ڏيهه ۾ مون کي جي به ڏات-ڌڻي مليا، آهي آنهيءَ وچين طبقي جا انٽيليڪچوئل هوندي به اَن جا باغي هئا. طالب‌العلميءَ جي دور ۾، مون سان ٿي اهڙا ڪاپڙي مليا، جـن تنهي جي ٻاري ۾، مون کي پڪائيءَ جي هيئين سڀ ياد ايندي آهي:

جو ڳيءَ جا ڳاٽي، ماري وڌو مامري!

۽ آهي هئا- سوڀو گيانچنداڻي، ابراهيم جويو ۽ حشو ڪيولراماڻي.

سوڀو اسان جو لال قلندر آهي، جنهن جـي جُتيءَ ۾ اچا ناڻين ڪنهن به پير نه پاتو آهي. وقت پلٽو کائيندو ۽ هن جي مٽيءَ تي ميلا لڳندا، ان ۾ مون کي ذرو به شڪ نه آهي. جويو، ڪرسٽ ۽ ڪرانتڪاريءَ جو ڳوڙهو ڳانڍاپو آهي. تو تـه هن جي آٿت ڏٺي آهي، پر جڏهن سنڌڙيءَ لاڻون لڏيون، تڏهن ڪير چوندو تـه ان جو سارو لال لباس، هُن جي آڏائي ۾ آئيل آهي! هو آهو آدي جڳادي الوپ ماڻهو آهي، جـو نؤ ورنيءَ جي سينڌ ۾ ستارا سجائي، ڪم ٿي ويندو آهي. هن ئي مون کي سيکاريو تـه شاعري زمهرير جي برف نـه آهي، جهنم جي آگ آهي ۽ جڏهن ان جا شعلا تيز تـي وڃن ٿا، تڏهن اوچتو جنت جا دروازا کلي پون ٿا. باقي حشوءَ سان تنهنجي واقفيت نه آهي. جي توبن هن سان ملين ها، تـه توکي معلوم ٿئي ها تـه پڪائيءَ جي آنهيءَ سٽ ”مون سي ڏٺا ماڻ، جنهن ڏٺو پرينءَ کي!“

۾ ڪهڙي ڪيفيت سمايل آهي. حشو- سنڌ ڀيو حشو ڪٿان آئيندي؟ حشو، جو چوندو هو ته ”مان واڻيو نه آهيان- ڄٽ آهيان، مان سردار حشمت الله آهيان. ڄٽ ڪهاڙي آهي، ڪوڏر آهي، هر آهي، واهولو آهي، ڏر ڌرتيءَ جي دانهن آهي، ڀڳهر جي پڪار آهي؛ واڻيو موڙي آهي، مرادي آهي، ٿر جي ٿڌي مٽي آهي، اڳڙيءَ جو انقلابي آهي. سنڌ ۾ سچو ڪرانتڪاري فقط ڄٽ ٿي سگهندو آهي!“

حشوءَ مون سان مُرڪي موڪلايو هو ۽ مون اهڙي مُرڪ اڄا تائين ڪنهن جي به چپن تي نه ڏٺي آهي، جنهن ڏک جي ڏائڻ جو ڪنجرو ڪيري ڀيو هو ۽ ان مان ڪاٿي ابوجهه نينگري گڏيءَ جا ڪپڙا سبي رهي هئي. ڪهڙي نه اتوڪي هئي اها مرڪ! جنهن ڀنڀور جي پٽ تي سسئيءَ جي پوئين ڇُمي هئي! جنهن راءِ ڏياچ جو دهرو دان هئي! پر اهو دان هن ڪنهن کي ڏنو؟ ڪنهن کي هن جي سِر جي طلب هئي؟ مان جڏهن به حشوءَ جي باري ۾ سوچيندو آهيان، تڏهن اٿين نظر ايندو آهي ته مٽيءَ جي ڍير ۾ ڪاٿي سرنگهه آهي، جنهن مان هو دور دور وڃي رهيو آهي. اها سرنگهه موت جي سرنگهه آهي، جلاوطنيءَ جي سرنگهه آهي، ۽ ان جي مٽيءَ ۾ سنڌ جون روايتون ليٽيون پيون آهن ۽ هُو مومل جي مانگ ۽ مارئيءَ جي لوئيءَ کي لتاڙيندو وڃي رهيو آهي. هن کي ويندو ڏسي مان ڊوڙ پائيندو آهيان ته هن جي پاند کي پڪڙيان، روئان، ليلڙائيون ڪيان، ۽ هن کان پنهنجو عظيم گناه بخشايان، پر سرنگهه جو لنگهه مون لاءِ بند ٿي ويندو آهي ۽ حشو موٽي نه سگهندو آهي!

مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي ته- ڪيئن مان حشوءَ کي هوائي جهاز تي چڙهي، موٽي برنس باغ ۾ آيو هوس ۽ بينچ تي ڦان ٿي ڪريو هوس. ان وقت هڪ پوڙهو گيندي جي گل تي ڀري رهيو هو. مون ان کي ڀڳ ۾ پڪڙي، پنهي ترين جي وچ ۾ چيپاٽيو هو ۽ منهنجا هٿ هن جي لوڏل نچوڙيل ڪنيڙائين ۾ لُٿيجي، گندا ٿي ويا هئا. پوءِ مون اهو گيندي جو گل پٽي، ان جي پٽي پٽي ڇپٽين ۾

سروڙي هئي ۽ ان جي ڏانديءَ کي لڙون هئي، ان کي جڙ کان جهونجهاڙي، چڪي ڪيو هو. جڏهن پوءِ بہ مون کي چين نہ آيو هو، تڏهن ڪيسي مان چاقو ڪڍي، سون ان کي ناريل جي ٿڙ ۾ ڪيئي ڀيرا هنيو هو. ”ڪانئر، ڪمينا، نيچ!“ مون پاڻ کي باربار گاريون ڏنيون هيون. جڏهن رات ٿي هئي، تڏهن مون کي ستارا ائين لڳا هئا، ڄڻ ڪنهن ازلي باد فرنگ جون ڦرڙيون ڦسي پيون هيون.

ادا، ان کان پوءِ زندگيءَ ڪيتريون نہ قلابازيون کاڌيون هيون! مون کي اها رات ياد اڃي رهي آهي، جڏهن مون سستي رَم جي بوتل پنهنجي ۽ حشوءَ جي (مرحوم) دوست مُونس اڳيان آڻي رکي هئي ۽ هن کي چيو هو، ”اَءُ تہ پيئون! اڄوکي رات نجات جي رات آهي!“

”هر باده نوشيءَ جي رات نجات جي رات ٿيندي آهي.“ مونس چيو هو.

”نہ، اڳي ائين نہ هو، پر هاڻي شايد ائين ٿئي!“

”اڳي ڇو نہ ۽ هاڻي ڇو؟“

”ڇو تہ هاڻي شراب شاعريءَ لاءِ نہ، شراب شراب لاءِ پيئڻو آهي!“

”يعني؟“

”اڄ مان ڏهين ورهين جي عمر کان وٺي هن وقت تائين لکيل پنهنجو پورو ڪلام جلائي رهيو آهيان!“

”ٺيڪ، شراب زنده باد!“

”شاعري مرده باد!“

پوءِ مون پنهنجن قلمي نسخن جي ڍير تي ڪجهہ رم پيتو هو ۽ ان کي تيلي ڏني هئي ۽ اسان انهن جي آگ تي هٿ سيڪيندي رم پيئندا رهيا هئاسين. جڏهن اهو ڍير رک ٿي ويو هو، تڏهن مونس ٺيڪ ڏٺي چيو هو-

”پر، تو کي تہ پنهنجو پورو ڪلام ياد آهي؛ جيستائين

انهيءَ يـاد کي جلائي رک نہ ڪندين، تيستائين تنهنجي نجـات ناممڪن آهي.“

مون ڏاڍي ڪوشش ڪئي، پر ان ياد کي رک ڪري نہ سگهيس؛ اها چڻنگ ٻڌجي دکندي رهي ۽ ڪجهہ سالن کـان وٺي ٻڌجي منهنجي وجود کي وڪوڙي چڪي آهي. شاعريءَ کان فرار مون کي ڪٿي ڪٿي پهچايو ۽ منهنجي روپوش روح ڪٿي ڪٿي پناهہ ورتي، اهو هڪ لمبو داستان آهي ۽ ان جـي وستار لاءِ هڪ پوري ڪتاب جي ضرورت آهي. پر اهو لهڙوترنگ جنهن ’او باغي، او راج درو هي!...‘ سرجيو هو، ڪيتري وقت کان وري وڃـي رهيو آهـي ۽ مون کي پنهنجي نجات شاعريءَ کـان فـرار ۾ نہ، شاعريءَ جي آغوش ۾ ملي چڪي آهي.

هائي مان جڏهن بہ انهيءَ فراري دؤر تي سوچيندو آهيان، تڏهن مون کي پوتوشينڪو جو هيٺيون نظم ياد ايندو آهي:

”مون کي اهڙا ڏورانهين ماڻري ياد اچي رهي آهي،
آها پٿي پراڻي پل—
۽ اها گهوڙي تي نکو نکو ويندڙ منڊ،
ڏڏڙ جي ميرانجهيءَ لڙاٽ ۾ هيٺ، اڃنگي—
’خون‘

هن رڙ ڪئي!
مون کان اها ڳالهہ ڪڏهن بہ نہ وسري آهي.
ڪيترائي ماڻهو هن جي ڪري پڄندا آيا هئا،
پنهنجا ڏاڍا گاهہ ۾ ڦٽي ڪري؛
۽ اداس ۽ اجنبي ’هـو‘ پيو هو،
لڪريءَ جي ڀرڻين پاسي،
پنهنجيءَ پاسريءَ ۾ اڪيل ڳداوَ سان،
ڏاڙي ۾ بيڏوهہ مارجي ويل.
مون کي ڇڪتن جي ڪاري ڇپيٽ ياد آهي،
۽ گهوڙي جا ـنب ڪمن ۾ وڃي رهيا آهن،

۽ ڏڌڙ ۾ انهيءَ منڊ جو ڏهو اڇا ڏاڍين مون تي پنجي رهيو آهي.

’خون‘

اها رڙ اڇا ڏاڍين منهنجي هانوَ کي چيري رهي آهي.
مون کي هن دنيا ۾ رهڻ ڏکيو ٿو لڳي،
اها ڏاڍهن آسڙهه آهي؛
مان انسان جي موت تي اڇا هيريو نه آهيان.
وٺي ڀيا نه، وٺي، مون اڪثر روح جي غير محسوس تباهي ڏٺي آهي.
ڪنهن جهوني ساٿيءَ کي پنهنجي پورهئي ۾ ڏسي،
مون کي هن جي موت جي اڳڪٿي ڪنبائي ڇڏيندي آهي—
موت، جو هن جي ڏيل ڏول کي پٿرائون ڪري ڇڏيندو؛
مان ايترو پڪو نه آهيان،
مان ڏند پيڪوڙي ماٺ ٿي ويندو آهيان—

’خون‘

مان ذري گهٽ رڙ ڪندو آهيان!“
ڪالهه هو نادان مون کان پڇي رهيو هو ته ’مان هيئن ڇو ٿو لکان ۽ هونءَ ڇو ٿو لکان!‘ هن کي ڪهڙي خبر ته مان ازلي باغي آهيان ۽ جي آدم ڪڻڪ جو داڻو نه کاڌي ها ته مون کي هن جو اولاد سڏائيندي شرم اچي ها. هُو ڇا ڄاڻي ته شاعر پنهنجيءَ آزاديءَ مان آزاد ٿي نه سگهندو آهي. جنهن پگهار جا چار سڪا وٺي ضمير وڪيو آهي، تنهن کي ڪهڙو علم ته اديب جي زبان آهو ضربخانو آهي، جتان لفظ چانديءَ سوني جي ٺپين سڪي وانگر نڪرندو آهي ۽ ان تي هن جي مُهر هوندي آهي! هن ۾ ڪجهه ادبي ذوق هجي ها ته هن کي فرانسي شاعر پروِرٽ (Jacues Prevert) جو هي نظم پڙهايان ها:

مون پنهنجي ٽوپي پڃري ۾ رکي،
۽ پکي مٿي تي رکي ٻاهر نڪتس—

”سو هاڻي ڪوبه ٽوپي لاهي سلام نٿو ڪري؟“ ڪمانڊر پڇيو.

”نه، هاڻي ڪوبه ٽوپي لاهي سلام نٿو ڪري!“ ٻڪريءَ جواب ڏنو.

”اوه! ٺيڪ،

”مون سمجهيو هو ته اڃا ٽوپي لاهي سلام ڪيو آهي!“ ڪمانڊر چيو.

”توکي معافي آهي. هر ڪوئي ڪانه ڪا غلطي ڪندو آهي!“

ٻڪريءَ چيو.

مون جڏهن مٿيون نظم پڙهيو هو، تڏهن الاجي ڇو اردوءَ جا ترقي پسند شاعر ياد آيا هئا. شايد ان ڪري جو هنن ٻڪري ٻچڙي ۾ موٽائي رکيو آهي ۽ ٽوپيءَ ۾ سنهري ڦندڻ لڳائي گهمي رهيا آهن. پيارا، پنهنجي مٿي تي ته عقاب آهي، جو ڪنهن به ڪمانڊر جون اکيون ڪڍي سگهندو آهي— تنهنجو پنهنجو.

# ڪانارڳا ڪڏڪن...

پيارا حميد،

تو سان فون تي وعدو ته ڪري ويٺو آهيان، پر هاڻي سوچيان ٿو ته توکي ڇا موڪليان. مٿان وري سليم جو خط پهتو آهي.

منهنجي شاعري اُنهيءَ ٽوبي وانگر آهي، جو جڏهن ٽُٻي هڻي، مُٺ ڀري مٽاڇري تي ايندو آهي، تڏهن هن جون اکيون ڳاڙهيءَ ۽ مٽيءَ سان ايترو ته لڙاٽيل هونديون آهن، جو هن کي ٻيءَ ٽٻيءَ لاءِ ڪافي ساهي پٽڻي پوندي آهي. شاعريءَ ۾ به جندڙيءَ جهڙي جوارڀاٽا آهي؛ آها وير وانگر ايندي آهي ۽ موٽ ڪاٽي فقط سُڪل ڏوٿ پهاڙيون ڇڏي ويندي آهي. جڏهن شعر جي آمد ٿيندي آهي، تڏهن دل جو ڌڙڪو ائين تيز ٿي ويندو آهي، جيئن وحشي آفريڪي ڪُهاٽن جهنگن ۾ ڏُهل وڄائيندا آهن، اُنهن جي هَل هَلاچي تي شڪار هيڏانهن هوڏانهن ڀڄي، آخر اُنهن جي چار ۾ اٽڪي ڦاسي ويندا آهن، ۽ پوءِ ڏُهل جو آواز ڌيرو ٿيندو ويندو آهي ۽ نيٺ آن جي جهيڻي جهاڻ پاتار ۾ پيهي ويندي آهي. جيستائين اهو شڪار ونڊبو ورهائبو نه آهي ۽ وري آهيڙين جا اَنڌا ٻُڪ ۾ وٺا نه آهن، تيستائين اهي ڏُهل پڌرڻ ۾ نه ايندا آهن. شعر جي تخليق هڪ عجيب تجربو آهي. باشعور ۾ باشعور شاعر به پنهنجي تحت الشعور جي هيجان جو محتاج آهي.

مون محسوس ڪيو آهي ته مون ۾ بُت تراش جو جنون آهي. بُت تراشيءَ لاءِ جذبات جي شدت، خون جي گرم رويءَ ۽ چانڪڻيءَ جي ضرورت آهي. تخليق کان پوءِ مصور جا هٿ رنگ ۾ ٿڦيل نظر ايندا آهن؛ پر بت تراش جا هٿ، ڇيڻيءَ تي زبرا ڌڪ هڻي، لهولهان ٿي پوندا آهن،— ۽ وري پٿر ۾ پيهي، ٻيءَ مورتيءَ کي چِڪي اچڻ لاءِ اُنهن ڇٽيل ڇڄريل هٿن کي ڪجهه آرام جي

ضرورت محسوس ٿيندي آهي.

شعر، جي واقعي شعر آهي، ته هر سٺ شاعر جي هڏي جي ميڪ آهي. ان جي تخليق ۾ جسماني ڪاوش به ايتري ئي آهي، جيتري روحاني. سرجڻهار جي سرير ۾ هر نئين سٺ ايتريءَ تيزيءَ سان ڦرندي آهي، جيئن ڪا ئي شيءِ جلديءَ تي ڦرندي هجي. ڀٽائيءَ 'رڳون ٿيون رباب' چئي ساڳيءَ ڪيفيت جو اظهار ڪيو آهي، پراهو رباب 'ويل سڀ ڪنهين' فقط شاعر جي تحت الشعور ۾ وڄندو رهندو آهي.

بهرصورت، جنهن دور مان اسان گذري رهيا آهيون، اُن ۾ ساهي پٽڻ جي گنجائش نهايت گهٽ آهي. ڀٽائيءَ جي 'سوُڻا، ڀالڪ، چوُڪا' واري ڪهاوت جيتري اڄ معنيٰ خيز آهي، اوتري ڪڏهن به نه هئي. هن وقت ذات کي خالي ڪارتوس وانگر ڦٽي ڪري نه ڇڏڻو آهي. جي نظم ۾ نه، ته نثر ۾ اُن کي سنڌ جي نجات لاءِ ڪم آڻڻو آهي. ڪنهن به محافظ دستي جي ڪاهيءَ ۾ اڪ ـ ڀوت اهو جرم آهي، جنهن لاءِ تاريخ وٽ ڪائي معافي نه آهي. في الحال اڳئين مجموعي مان (جنهن کي تو يا ابراهيم 'جل جل مشعل جل جل' جو عنوان ڏنو آهي) جي ڪڇ ڪوڏيون رهجي ويون آهن، تن کي اڇو آجرو ڪري موڪلي رهيو آهيان * دراصل مون اڳئين مجموعي جو عنوان 'وڇون وسڻ آئيون' سوچيو هو ۽ اُن جي وضاحت لاءِ ڀٽائيءَ جي هيٺين سٽ عنوان جي پرسان ڏيڻ جو ارادو ڪيو هو —

'مندائتي مينهن جي، ڪوڙ نه ڪوتي.'

مون کي ڀٽائيءَ سان ايتري عقيدت ٿي وئي آهي، جو هر ڪتاب جو عنوان هن جي ڪلام مان ڪڍڻ چاهيان ٿو. مون کي هميشه ائين لڳو آهي ته اهو عنوان چڻ منهنجي ڪتاب جي سرورق تي ڀٽائيءَ جو هٿ آهي، جو اُن جي مٿي تي رکيو آهي ۽ اُن کي

---

* اهي 'ڪڇ ڪوڏيون' هن ئي پرچي جو سينگار آهن. (ادارو)

دعا ڪري رهيو آهي.

رسول بخش پليجي مون کي هڪ ڀيري چيو هو، 'تنهنجي نثر ۾ ته زندگيءَ جو مادي نظريو ملي ٿو، پر تنهنجي نظم ۾ ڀِٽائيءَ وانگر مابعد الطبيعاتي ابهام (Metaphysical vagueness) آهي.' مون کي هن جي تجزيي سان اتفاق نه هو. پر ان وقت مون محسوس ڪيو هو ته، شايد منهنجي انسان ۽ ڪائنات، زمان ۽ مڪان جي تخيل کي مادي نظرئي وارا اپنائي نه سگهندا. هونءَ ته منهنجيءَ نظر ۾ وحدت‌الوجود (Pantheism) دهريت(Atheism) لاءِ هڪ ملايم لفظ آهي؛ پر پوءِ به مون کي پليجي جي اعتراض ۾ پنهنجي دور جي ذهين طبقي جي اُها يڪ جهتي نظر آئي هئي، جنهن شاعر جي روح تائين پهچڻ کان انڪار ڪيو آهي.

تازو 'سوويت ادب' ۾ مون روس جي عظيم شاعر ۽ ناولسٽ پيسٽرنڪ تي هڪ تنقيدي مضمون پڙهيو آهي، جنهن منهنجيءَ انهيءَ سوچ ۾ ڪافي ڦيرو آندو آهي. ٻه، چار ڏينهن اڳ مون بورجوا پريس جي هڪ خبر پڙهي ته، پيسٽرنڪ جو نوبل انعام کٽيندڙ ناول، روس جي مشهور ادبي رسالي نووي مير (Novy Mir) ۾ شايع ٿي رهيو آهي. ان کان اڳ ٻه، چار ڀيرا مون ترقي پسند ادب ۾ فني آزاديءَ تي بحث ڪندي چيو هو ته 'مون کي ان جو انتظار آهي ته "ڊاڪٽر زواگو" روس ۾ ڪڏهن ٿو شايع ٿئي.' مون کي توقع هئي ته ڪنهن نه ڪنهن وقت اُتي ان جي اشاعت ٿيندي. اليااهرنبرگ جي ناول 'برف رجي وڃي' (The Thaw) کان وٺي يوتوشينڪو (Yevtushenko) جي آتم ڪهاڻيءَ ۽ شاعريءَ ۽ ووزنيسينسڪيءَ (Vozne Sensky) جي شاعريءَ تائين، جو روسي ادب انگريزي ترجمي ۾ مون تائين پهتو هو، ان مان مون کي يقين ٿي ويو هو ته پرولتاري انقلاب جي جنم‌ڀومي، پنهنجا اقتصادي ۽ سياسي مسئلا حل ڪري، انساني آزاديءَ جي روحاني مسئلي ڏانهن توجهه ڪري رهي آهي. سنڌريءَ آتمچنداڻيءَ جي هونءَ دلچسپ ترجمي 'امن سڏي پيو' ۾ يوتوشينڪو ۽ ووزنيسينسڪيءَ

جا اَهي نظم شامل نہ ڪيا ويا آهن، جن مون کي وڏيڪ متاثر ڪيو آهي. مون يوتوشينڪو جو نظم ’بابي يار (Babii Yar)‘ ۽ ووزنيسينسڪيءَ جو نظم ’پوري دم جو گيت (Ballad of the Full Stop)‘ پڙهي يڪدم چيو هو تہ هيءَ عظيم شاعري آهي ۽ روس، جنهن ڪنهن وقت پڪاسو جي سوُرئيلي آرٽ (Surrealistic Art) کي مصلحت سبب اپنايو هو، هاڻي سچ پچ فن ۽ ادب ۾ عظيم تجربن ۽ فنڪار جي روحانيءَ آزاديءَ ڏانهن موٽي رهيو آهي.

هڪ دفعي فيض احمد فيض سان اسٽالن جي دؤر جي سخت گيريءَ ۽ جديد روسي ادب ۾ جمود تي بحث ڪري رهيو هوس تہ هن چيو: ’پر ٽالسٽاءِ ۽ ماڪسيڪوفسڪي تہ جينيس (Genius) هئا ۽ جينيس صديءَ ۾ گهڻا پيرا پيدا ٿيندو آهي؟ ترس، اڃا انقلاب کي سال گهڻا ٿيا آهن؟‘ مون ان وقت فيض سان اتفاق ڪيو هو ۽ سوچيو هو تہ شايد جينيس پيدا ٿيندو ٿي روحاني آزاديءَ لاءِ جدوجهد جي دور ۾ آهي. پرولتاري انقلاب، ڪنهن ٻار جي چم وانگر، هڪ ڳالهي، رت پوزء، هاڻي نئين زندگي آهي؛ ان ۾ پيڙا بہ آهي، ۽ ان جي اُئيندي جو آڪو ۽ اونو بہ آهي. اهو آڪو ۽ اونو جڏهن آزاديءَ جي آڏو اچي، تڏهن اُن تي يڪدم صحيح فتوي ڏئي نہ ٿي سگهجي. اها فتوي تاريخ کي ڏيڻي آهي. صدين جا زنجير ڪپيندي، ڪپيندڙ کي هٿ بہ ڪپي وجهندا آهن، پر هر انسان دوست مفڪر ان انقلاب کي انسان جي روحانيءَ آزاديءَ جو پيش خيمو سمجهيو آهي. سياسي ۽ اقتصادي آزادي بہ فقط ذريعو آهي روحانيءَ آزاديءَ جو. ذرتيءَ ٽڪرو يا مانيءَ ڳپو گيت کان زياده اهم نہ آهي، جيتوڻيڪ ان لاءِ بلڪل ضروري آهي.

ڏس، الاجي ڪٿان جو ڪٿي وڃي پهتو آهيان! پر انسان هڪ ٻئي جي ايترو ويجهو اچي چڪا آهن، جو عالمي ادب جو هر مسئلو دنيا جي هر باشعور اديب جو مسئلو ٿي پيو آهي. هوڏانهن، چين جي ثقافتي انقلاب (Cultural Revolution) جو چيني ثقافت تي ڪهڙو اثر ٿيندو ۽ اج ڪلهہ ’چيني ادب‘ رسالي ۾ ڇا اچي

رهيو آهي، ان تي پوري پاڪستان جا ذهين اديب ڪافي ڪجهه سوچي رهيا آهن. اها ٻي ڳالهه آهي ته اسان جي ننڍڙي ديس جي هر مسئلي جي اهميت به ان جي جاگرافيءَ ۽ سياسي اهميت مطابق آهي. پر ڪوئي وقت ايندو، مثلاً، ڪوئي وقت ايندو....

سو مون توکي ٻڌائڻ ٿي چاهيو ته روسي ادب اديب جي ذهنيءَ آزاديءَ ڏانهن موٽي رهيو آهي.

’سوويت ادب‘ ۾ ڪورنيئي چڪوفسڪي پيسترنڪ جي هڪ نظم، ’چيل جا وڻ‘، جو حوالو ڏئي ٿو، جنهن ۾ شاعر هڪ لحظي لاءِ جاودان ٿيڻ واري ڪيفيت محسوس ڪري ٿو، ۽ هو درختن ۾ معرفت پائي ۽ انهن جي مراقبي ۾ محو ٿي اذيت کان ۽ باطل کان ۽ موت کان به آزاد ٿي وڃي ٿو.

مون نه فقط شاعريءَ ۾ پر پنهنجي زندگيءَ ۾ ڪيئي پيرا اِها ڪيفيت محسوس ڪئي آهي. اسان جي پاڙي ۾ اٽڪل ٽيهه ٻره اونهو کوهه هوندو هو. ننڍي هوندي اسان ڏينهن جو ڪڏهن ان جي ڳاڙهيءَ تي ڦرندا هئاسين ۽ ڪڏهن مالهه تي هيٺ لهي ويندا هئاسين. ائٽ، ارڙيون، ڪنگريون، نيسر، مطلب ته آن جي هر شيءِ اسان جي اڳوندري الهڙپڻي ۾ سمائجي چڪي هئي. هڪ رات پاڙي ۾ شادي هئي. آها آسوءَ جي تارن ڀري رات هئي. پاڙي ۾ ڌرتيءَ تي گلم غاليچا وڇايل هئا، جن تي گئس-بتيون ٻري رهيون هيون ۽ ڇاڄي، مولودي، آيا ويا، پنهنجا پراوا سڀ سجيا سجايا ويٺا هئا. اسان غريب هئاسين ۽ مون کي موقعي لاءِ چڱا ڪپڙا ڪونه هئا. انڪري مان اتان اوچتو کسڪي، مالهه تان کوهه ۾ لهي ويو هوس ۽ ڪيترو ئي وقت پاڻيءَ ۾ ٽنگون لٽڪائي ويهي رهيو هوس. کوهه ۾ چوڌاري سنّن هئي ۽ فقط منهنجين لتن لڳڻ ڪري پاڻي لپڪ لپڪ ڪري رهيو هو. تارن جا ٽڙڪا کوهه جي پاڻيءَ ۾ ائين ٿي پيا، جڻ موسلاڌار مينهن ۾ ڪڙڪيتا چمڪي رهيا هئا. ان وقت مون کوهه مان مٿي آڪاس ڏانهن ڏٺو هو، آڪاس جو وشال آهي، جنهن جو ڪوئي انت آد نه آهي، جنهن جي پولار ۾ هيءَ ڌرتي

ڪنهن تاري جي ٽڪي جيتري به نه آهي. مون کي انهيءَ ڪوهه ۾ پنهنجي جندڙي ڏاڍي ننڍڙي لڳي هئي. اوچتو مون محسوس ڪيو هو ته، مان اها ماڻهه آهيان، اهو پاڻي آهيان، اهو آڪاس آهيان، جنهن ۾ اهي سڀ ستارا سمائجي ويا آهن. مون محسوس ڪيو هو ته مان محدود نه آهيان، لامحدود آهيان، پوري ڪائنات آهيان، ازل کان ابد تائين زندگي آهيان، منهنجو ڪوڏي موت نه آهي.

جيئن مون پنهنجي اڳين خط * ۾ لکيو هو، هڪ 'لحظي لاءِ جاودان ٿي وڃڻ' جي اها ڪيفيت وحدت‌الوجود جي ڪيفيت آهي، ۽ ان ۾ ۽ مادي فلسفي ۾ ڪو ٽڪر ڪونهي.

اڄ مون کي نفرت آهي انسان ۽ ڪائنات جي هر انهيءَ تصور کان، جنهن جي آڙ ۾ انسان انسان تي ظلم روا رکيو آهي، ۽ هن کي غلاميءَ، بک ۽ بدحاليءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيو آهي. مون کي نفرت آهي انهي هر پير، پيغمبر، واعظ، خطيب، محتسب ۽ مذهبي ۽ سياسي مفڪر ۽ رهنما کان، جنهن انسان کي ڪوبه اهڙو تصور ڏنو آهي. انهن ڪڏهن به پنهنجي محدود ذات مان نڪري انهيءَ لامحدود کي ڇُهي نه ڏٺو آهي ۽ انڪري انهن انسان کي ننڍڙو سمجهيو آهي ۽ ان تي ظلم روا رکيو آهي؛ انهن انسان جي زندگيءَ جي عظيم وسعت ڪڏهن به محسوس نه ڪئي آهي ۽ تنهن ڪري ان جي تذليل ۾ نه ڪيٻايو آهي.

اداٰ، اهو بليچو، جيڪو تنهنجو يار آهي ۽ جنهن ۾ انگرسال (Ingorsol) جيتري بلا جي ذهانت، فصاحت ۽ رواني آهي، پنهنجيءَ انهيءَ انڌڙي سُڃاڻ سان مون کي ڪرنارڪ جي مندر جي ڪنهن تانترڪ شاڪيءَ جي هٿ سان ٺهايل يڪشي وانگر لڳندو آهي. [هن کي منهنجي هندي ٻوليءَ ۽ سپيتا سان ڪيٽيءَ دلچسپيءَ تي مٺيان لڳندي آهي ۽ انڪري تشبيهه به اهڙي سجهي آئي آهي، جنهن کي

* 'ابر ۾ آهاءُ ٿيو': روح-رهاڻ: مئي-جون، ١٩٦٧ (ادارو).

سمجهڻ لاءِ هن کي ساڳيءَ ٻوليءَ ۽ سپنا جو سهارو وٺڻو ٻوندو.]

اهڙي ٻي انڊڙي يار کي ’روح رهاڻ‘ ۾ به پيرا ڇپايل ’جل جل مشعل جل جل‘ پسند نه آيو. ابراهيم جويي جي مهاڳ مان ته ظاهر آهي ته، اهو مجموعو هن کي ڪنهن ڀوڳيشور ۽ نپيشور جهڙي من جي مينڪا وانگر لڳو آهي (’وري ساڳي ٻولي، وري ساڳيءَ سپنا سان هٿ چراند!‘ پليجو چوندو). ابراهيم اهو مهاڳ لکي منهنجي ذات جي ستياناس ڪرڻ جي پرخلوص ڪوشش ڪئي آهي. ابراهيم ايترو ته وڏو آهي جو مون کي هن جي هر فتويٰ قاضيءَ ازل جي فتويٰ وانگر لڳندي آهي. پر هن ڀيري هن جا فتويٰ ڏئي مون کي زندگيءَ جاويد جي سزا ڏني آهي، اها مون کي قبول نه آهي. مان جوت جو ڳنڍ ـ ڪپ نه آهيان؛ مون لاءِ پنهنجيءَ جندڙيءَ جي ڳنڍڙي ڪافي آهي. جڏهن ڪوچ جو سنک وڳو، تڏهن مان اها ڳنڍڙي ڇنڊي، هٿين خالي نڪتو ويندس.

ها، مون تو کي ٻڌايو ٿي ته ٻئي هڪ يار پنهنجيءَ موتين مول ٻوليءَ ۾ اڻ ـ گهري فهمايش ڪندي چيو: ’مون کي تنهنجو ”جل جل مشعل جل جل“ پسند ڪونه آيو. ڇو ٿو پنهنجيءَ ذات کي اجايو وڃائين ۽ ساڳي وقت پنهنجي لاءِ بي‌معنيٰ مصيبت پيدا ڪرين؟ بهتر آهي ته پنهنجيءَ جمالياتي دنيا ۾ موٽي وڃ. نادرشاهه سنڌ ۾ ڪيتري خونريزي ڪئي هئي، پر ڀٽائيءَ اُن تي هڪ سٽ به نه لکي آهي.‘

مون ’ادب ادب لاءِ‘ جي ڪوٺي سڪي کي پرکي، جواب ڏنو: ’نادرشاهه سنڌ ۾ ڪوبه ڪوڙي ته ڪونه ويٺو هو، جو ڀٽائي هن جي باري ۾ به لکي ها. اهو ورلي ٿيندو آهي ته ڪوبه عظيم شاعر، ڪنهن به حادثي سان مقابل رهي يا اُن کان يڪدم پوءِ اُن جي باري ۾ ڪجهه لکي سگهي. مون کي برصغير جي زنده جاويد شاعريءَ ۾ اهڙو فقط هڪ مثال نظر آيو آهي ـــ اميرخسرو جو سلطان محمد جي شهادت تي مرثيو. نه فقط اهو، پر ان دور ۾ باغي شاعر فقط هجوگو ٿيندا ها. ڀٽائي هجوگوئيءَ جو به اهڙيءَ طرح اهل نه هو،

جهڙيءَ طرح قصيده گوئي جو (سُر بلاول نه گربخشاڻيءَ جي رسالي ۾ آهي، نه ٽرمپ جي ۾؛ سان اها قصيده گوئي ڀٽائيءَ جو ڪلام نه ٿو سمجهان.) ظلم هڻن ۾ فقط مظلوم لاءِ رحم ۽ ظلم لاءِ نفرت پيدا ڪئي آهي. چئي سگهندين ته تاريخ جا آهي ڪيڙا حادثا هئا، جن شاهه ڪان ههڙيون سٽون لکارايون هيون:

ڪانارڻا ڪٽڪن، جنين لوهه لڱن ۾.

—

رهي اڄڇي رانڙي، ٽن واڍوڙن وٺاءُ،
جن ڪي سُور سرير ۾، ڳيهٽ منجهارا ڳهاءُ،
لڪائي لوڪاءُ، پاڻهه پڌن پٽيون.

—

ويا مور مٽري، هنج نه رهيو هيڪڙو.

—

سُرهو سَر وڃائيو، ڪوڙن ڪانيرن،
رُنا روهڙ وڃن، هيٺائيءَ ڪان هنجڙا.

—

حسن و جمال سان ته مون کي به محبت آهي، پر باهه جي وقت ڀڄڻ جي ضرورت ڦلواڙيءَ ڪان وڌيڪ فاير برگيڊ کي آهي. جنهن هٿ ۾ بنسري هئي، اُن ۾ بيو ڳل ڏسي واڳڙو نه ٿيءُ. ڪنهن به سچي شاعر لاءِ حقيقت ڪان دائمي فرار ناممڪن آهي. ڪَلا ڌرتي آهي، ڌيڻ جو ڪوڙو ٽڪار نه آهي. پر اها جمالياتي دنيا ڇا آهي؟ ڇا اها فقط گل ۽ بلبل، زلف ۽ رُخ جي دنيا آهي؟ ڇا آها فقط ازل جي ڇڪ ۽ ابد جي چوٽي آهي؟ ڇا ڀٽائيءَ جي انهيءَ سٽ 'ڪانارڻا ڪٽڪن، جنين لوهه لڱن ۾' ۾ سونهن نه آهي؟ ۽ جي آهي ته آها سونهن 'ڪانياري' ۾ آهي يا هن جي 'ڪٽڪڻ' ۾ آهي يا آنهيءَ لوهه ۾ آهي جو هن جي لڱن ۾ پيهي ويو آهي؟ اسپتال ۾ ڪنهن زخميءَ جي صورت جمالياتي احساس ته نه

آڀاريندي آهي؟ نه، اها سونهن انهيءَ سٽ جي ٻوليءَ ۾ ڪلپنا جي مڌر ميلاپ ۾ آهي. شاعر خـود حسن و جمال جو خالق آهي. هن جي زدان ۽ تصور جي ٺهه آهنگيءَ ۾ ئي جمال جي تخليق جو راز آهي. جي ان معيار تي جاچينداين ته ٿوڪي انقلابي شاعريءَ ۾ بـه جمالياتي احساس جي ڪمي محسوس نه ٿيندي. ڪرانتيءَ لاءِ تڙپ ڪلا کي نهوڙيندي نه آهي، وڌيڪ تاريندي آهي.

ادا حميد، مون کي انهيءَ فنڪار کـان نفرت آهي، جنهن کان جيڪڏهن پڇبو وڃي ته 'تنهنجي ڌرتيءَ تي هيترا انسڌير پئي ٿيا، تو ڇا ٿي ڪيو؟' ته هو جواب ڏئي، 'مان زنده رهيو آهيان.' مون کي هر سنڪيءَ (Cynic) ۽ هـر ڪانئر کـان بُڇان ايندي آهي. ان ڪري ئي مغربي ادب ۾ مون کي اسپين جي شاعر لورڪا (Gracia Lorca) جي شخصيت ۽ شاعريءَ لاءِ بيحد محبت آهي. هو فاشزم جي خلاف وڙهندي ماريو ويو هو. هن کي پنهنجي پيٽي بورجوا طبقي لاءِ ايتري نفرت هئي، جيتري مون کي سنڌ جي مٿئين وچولي طبقي لاءِ آهي ۽ هـن کي جيسي عوام جـي آزاد زندگيءَ سان ايتري محبت هئي، جيتري مون کي ٿري عوام سان ٿي وئي آهي، انقلابي هوندي بـه هـو حسن و جمال جو خالق هو.

ادا، هاڻي رات جا چار لڳا آهن. منهنجي ننڍڙي ڌيءَ ننڊ مان ڪـرَ موڙي پاڻيءَ پيئڻ لاءِ آئي آهي ۽ مون کي لکندو ڏسي چوي ٿي، 'بابا، اڃا ناڻين، ڇا ٿـو لکين؟ بتي ٻـاري اسان جي ننڊ ڦٽائي اٿئي.' هن کي ڪهڙي خبر ته هن جي بابا بتي ٻاري سنڌ جي پوري نئين نسل جي ننڊ ڦٽائي آهي.

— تنهنجو پنهنجو

## فيبروري ١٩٧٣ع ۾ مدد علي
## سنڌيءَ ڏانهن لکيل خط

پيارا مدد علي، منهنجا سائين جي.ايم. سيد سان ڪجهه اختلاف نه ٿي سگهن ٿا، ۽ رهيا به آهن، پر مون کي ان ۾ ڪوئي شڪ ناهي ته سائين سنڌ آهي. منهنجي هن سان پهرين ملاقات ٦ آگسٽ ١٩٧٢ع تي سکر ۾ ٿي هئي، ۽ ان کان پوءِ چار ڏينهن پوءِ هو نظربند ڪيو ويو هو، هو سنڌ جو دورو ڪندي خيرپور پهتو هو، ۽ شام جو سکر ۾ سکر بار جي دعوت تي اچڻو هو، مان ١٢ وڳي خيرپور پهتس، سائين هڪ وڏي ميڙ ۾ اسٽيج تي ويٺو هو، ۽ تقريرون ٿي رهيون هيون. مان به پاسو ڏيئي هن جي پيرن وٽ ويهي رهيس، سائين جي پنهي پاسي به بندوقچي ۽ رائيون رائفلون جهليو بيٺا هئا، ۽ ميڙ جي چوڌاري سنڌي ۽ غير سنڌي پوليس آفيسر اسٽين گنون تاڻيو ويٺا هئا، ته متان ڪوئي فساد نه ٿي پوي. جي.ايم. سيد سنڌ ۾ به محفوظ نه هو. سنڌ، سنڌ ۾ به محفوظ نه هئي. ان وقت مونکي به شعر پڙهڻ لاءِ چيو ويو ته مون سر ڪيڏارو پڙهيو جنهن ۾ هيٺيان بيت به هئا:

سدا ايريا سنڌ ۾،
ڪوپا ڪنجل لوڏ،
هوڙهايون ۾ هوڏ،
ڏسي پنهنجي ڏيهه سان.
سدا ايريا سنڌ ۾،
ڪوپا ڪيهر وڪ
ڏوران جن جي ڌڪ
ويريءَ جي جهپائيو.

ميٽنگ بعد سائينءَ سان ڪجهه وقت تنوير جي جاءِ تي گذريو ۽ پوءِ اهو چئي اجازت ورتم ته سکر ۾ ملنداسين.

سکر ۾ جي.ايم. سيد جي دعوت انڊس هوٽل ۾ هئي، مان ساڏي ڇهين وڳي اتي پهتس ته سيئي وڪيل واڌ ڙا ٿي لڳا، رشيد ڀٽيءَ کان معلوم ٿيو ته سائين کي سکر پهچڻ کان پوءِ دل جو دورو پيو هو، ۽ هو هڪ ڪمري ۾ آرامي هو؛ مان ڪمري ۾ ويس ته ڏٺم ته سائين اکيون ٻوٽي ليٽيو پيو هو، ۽ هن جو نوڪر هن جي پيرن کي زور ڏيئي رهيو هو. مون نوڪر کي اشاري سان ٻاهر هلي وڃڻ لاءِ چيو. ۽ پاڻ سائينءَ جي پيرن کي زور ڏيندي سوچيو ته انهن پيرن ڪيڏو نه پنڌ ڪيو آهي، پر پوءِ به انهن جي منزل ڪيتري نه دور آهي - مون اهو سوچيو ته پنهنجي بقا لاءِ جدوجهد ڪندڙ قوم لاءِ شخصيت پرستي ڪيڏي نه ضروري هوندي آهي. تاريخ شخصيتون اڀاريندي آهي، ۽ شخصيتون تاريخ کي اڳتي وٺي وينديون آهن، شخصيتون تاريخ جا پير آهن، تاريخ انهن کان سواءِ جڏي هوندي آهي، لينن کان سواءِ روس ۾ انقلاب ايترو جلدي نه اچي ها، ڪاسٽرو ۽ هوچي منهه کان سواءِ ڪيوبا ۽ ويٽنام اڄوڪا ڪيوبا ۽ اڄوڪا ويٽنام نه هجن ها ۽ جي.ايم. سيد، کان سواءِ دودي ۽ دولهه دريا خان، جي سنڌ هميشه لاءِ دفنائجي وڃي ها. ايتري ۾ سائينءَ، اکيون پٽيون ۽ مونکي ڏسي مرڪيو. اسان ٻنهي جي اکين ۾ ڪو ٻي اختلاف نه هو، ڇو ته ٻئي ساڳي منزل ڏانهن ڏسي رهيون هيون، باقي اهو ٿيون سفر ڪيئن طئه ڪجي، منهنجي لاءِ اهو فيصلو مون کي پاڻ ئي ڪرڻو آهي، ۽ مون ڪيو آهي.

— تنهنجو شيخ اياز

# چنڊ جو چانڊاڻ

شيخ اياز سان هي انٽرويو باقاعده پلان ڪري ڪونه ورتو ويو هو پر هڪ اوچتي ۽ محبت سان ڪيل ملاقات جو تاثر آهي جيڪو نئين ٿهي جي ليکڪ ۽ شاعر نصير مرزا سائنس صرف هڪ ڪلاڪ گڏجاڻي ڪرڻ ڪان پوءِ منفرد ڏانءَ سان تحرير ڪيو آهي. هي انٽرويو نما تاثر شيخ اياز جي انهن ڏينهن جو يادگار آهي جڏهن هو ڪافي ناچاڪ هئا. شيخ اياز سان ۱۵ آگسٽ ۱۹۸۸ع تي ٿيل نصير مرزا جي ان مختصر ملاقات جو هي تاثر ڪونج (انڊيا) نومبر ڊسمبر ۱۹۸۸ع واري شماري ۾ شايع ٿيو.

## 'سگنيچر ٽيون'

تاريخ جي مؤرونگ فنگر، ٿورو لکندي، گهڻو ڪجهه ڇڏيندي، سرڪل ۾ ڦرندي ٿي رهي. تاريخ نويس ڪو، ڪراما، ڪاتبين ته آهي ڪونه، جو سڀ ڪجهه لکندو وڃي. ڪجهه ته 'پويان ايندڙ' پانديڙن لاءِ به راهڻو آهي، جئن پيرا سلامت رهن. سفر جاري رهي. ازل تا ابد.

هنن سٿن ۾ مون پيرا ڪنيا آهن. بيگاهه مهل، ادل سومري ۽ آغا سعيد سان گڏجي، 'جنات چوڪ' جون سنهڙيون ۽ پُر پيچ گهٽيون لتاڙي، پراڻي سکر جي ان گهر تائين پهتو آهيان، جنهن ۾ سنڌ جو **Brain** رهي ٿو: **شيخ اياز.**

وڏي پڪيڙ ۾ پکڙيل سيمنٽ رنگ جي شاهي عمارت. چوڌاري عالم پناهه جي اوچي ديوار، ديوارن تي لکيل رنگا رنگي

سياسي نعرا. سلوگنس. گهر دروازي جـي ڀرسـي پاسي چاڪنگ:
M Q M (مهاجر قومي مومينٽ)

اندر، انهيءَ شاهي وڏي گهر ۾، شيخ اياز رهي ٿو.
سنڌي شاعريءَ جو شينهن- شير خدا.
اچڪلهه سنڌس لائيف سرڪل:
روٽين ۾ ڦرندڙ.
گهر، ڪورٽ. آفيس. مطالعو. محدود/ لامحدود دنيا. لڪن ڪان سواءِ ڪا ٻي ايڪٽوٽي؟
'نہ'. پالٽيڪس؟ 'نہ'. مشاعرا محفلون؟ 'نہ' جلسا جلوس؟ 'نہ' ڪو تحرڪ، ڪا قيادت؟ 'نہ'. ٻوءِ ٻسہ جنهن رخ ڪان، جنهن ڪارنر تان ڏسجي، هن جـو جائزو وٺو، شيخ اياز- جهڙو آسٽر پهاڙ. جهڙو ڪارونجهر جبل.

ادل سومرو، گهر- دروازي جا ڏاڪا چڙهي، ٻانهن ڊگهيري ڪال بيل تي آڱر ٿو رکي. گهنٽيءَ جي ٽررررن، ٽرررن چڻ، پوري، ٻرائي سڪر تي پکڙجندي ٿو محسوس ڪريان.

## فليش بيڪ

اوڻيهه سو اناسيءَ جي ايڪٽيهن مارچ تـي نيڪ ڏيڍ وڳي ٻنپهرن جو، ٽيليفون جي گهنٽي وڳي. فون ڪنيم.
25913. ٽو. فائيوو. نائين. ون. ٿري؟
Yes!
اوهان سان شيخ اياز ڳالهائڻ ٿو چاهي.
اوچتو مونکي لڳو، سنڌو ماٿريءَ جي پنج هزار ساله تهذيب، مون سان مخاطب ٿيڻ ٿي چاهي.
هيلو....!؟
منهنجي ڪنن ۾ ماضيءَ جي ماضيءَ ۽ مستقبل جي مستقبل،

جي مهان ڪويءَ جو آواز ٻُڌيو.

نصيرا (اياز چيو):

مونکي 'سائين مرنا' جي اِڪتاري تـي وڄايل، ڏنل واري لانگ پلي جي رڪارڊنگ، ڪئسيٽ تي گهرجي.

What?

سائين مرنا؟—سائين مرنا، جنهن جون اڪتاري تي وڄايل سيڊ ٽيونس، ريڊيو تان، ڪنهن جي غمخواهي پروگرامن جي بيڪ گرائونڊ ۾ يـا ڊيٿ آنيورسريز (Death Anniversaries) جـي موقعن تي نشر ٿينديون آهن. جنهن جي هر تار، هر سُر مان، بيابان واڪا ڪري نڪري نـروار ٿيندا آهـن. جن جي ٻڌڻ سان، اکين جي اڳيان مڪليءَ کان به وڏا قبرستان، پکڙجي ويندا آهن. سائين مرنا، جنهن جـي 'اِڪتاري جـو آواز Wind-up جـي علامت ۾ پڄاڻيءَ جو اهڃاڻ آهي.

فون تي اياز صاحب سان، شروعاتي 'هيلو هاءِ' ڪرڻ وقت اکين ۾، جيڪا خوشيءَ ۾ مسرت جـي مرڪ هئي. آن ۾ اوچتو، اداسيءَ جو هيڊو رنگ دائرا دائرا ٿي، پکڙجندو ويو.

[فليش بيڪ ختم]

پندرهين آگسٽ ١٩٨٨ع تي، رات جو ڏهين وڳي، شيخ اياز صاحب در- اوپن ڪيو. گهر دروازي جـي ڏاڪڻ وٽ، ادل، 'شيخ صاحب' سان مونکي انٽروڊيوس ٿو ڪري.

نصير مرزا.

نهايت ڏيرج سان شيخ ايـاز جـو پـاڻ ڏانهن وڌيل هٿ، پنهنجي هٿ ۾ جهلي، هلڪو دٻاءُ ڏنم. جيئن 'گريٽ گڊ اولڊمئن' ڪـي پنهنجي اندر جي گرميءَ ۾ خلوص جـو ڀرپور احساس ڏياري سگهان.

اياز صاحب، اسان کي، پنهنجي هڪ مختصر، مستطيل نما

اسٽڊي روم ۾ آڻي ويهاري ٿو. اسٽڊي روم جي هڪ سائيڊ سان، ڀت سان واڱيل ڪرسين جو سيٽ. ڪرسين تي آرامده ڪشن رکيل. وچ ۾ ننڍڙي ٽيبل. ٻيءَ سائيڊ ڪان آمهون سامهون ڪبٽ. ڪبٽ ۾ اندر، مٿان، پاسن کان، ڪتاب ـ سوڙها ٽيل، هڪ ٻئي سان، سلهاڙيل، هڪ ٻئي مٿان سٿيل. (اڳو هنن ڪتابن کي ڪنهن هٿ جو ڇهاءُ ڏٺي ورهيه لنگهي ويا آهن). ڪبٽن جي مٿان رسالا، اخبارون، ميگزينس جا بنڊل. انهن جي اوچائي ڇت تائين. (آبوءِ! اهو سڀ ڪجهه، اياز اڪيلي سر پڙهيو آهي. اهو سوچي منهنجا هوش خطا ٿا، ٿيو وڃن.)

اياز صاحب ٻڌايو ٿئي، گهر ۾ مون کان، زرينه (زال ۽ ’ٻوا‘ کان سواءِ، ڪوبه ڪونهي. هڪڙو پٽ ٻارن سوڌو ڪراچي ۾ سيٽل آهي.
ٻيو Abroad.

ڳالهائيندي ڳالهائيندي، هو، اسانجي سٽ مان، اوچتو، اٿي ٿو کڙو ٿئي. چيائين: هيئنر ماني کائي، ڀنجن منٽن کان پوءِ دوا جو ڊوز وٺو اٿم. مون ڏٺو، شايد گهڻ سوجهري سبب، يا آءِ، سائيٽ ويڪ هجڻ سبب، اياز صاحب پيرن جي کسڪي سان رستو ڳاهي اڳيان وڌيو ٿئي. اسٽڊي روم جي دروازي مان وچڙندو، اندر گهر ۾ داخل ٿيو. باوجود، پيڙي در بند ڪرڻ جي، سنهڙي ڇيوٽي رهجو تي وڃي. اندر خوبصورت ڊرائنگ روم جو منظر. فرش تي قالين وڇيل. چوڏاري صوفا سيٽ. ڪارنر تي ٽيبل. ان تي ڪتابن جو شيلف. پرسان تي. ويءَ تي رکيل، فريم ٿيل ڪاڻي بليڪ اينڊ وائيٽ تصوير. انهيءَ سموري سينريو ۾ پيرن جي گسڪي سان گهمندڙ: شيخ اياز. ياتياڙ، خالي عمارت ۾ تن تنها، ڀٽڪندي، مون ٻڌو. هو، سلسل ڪنهن کي پڪاري رهيو هو. ٻوا....ٻوا ـ ٻوا....ٻوا....

انهن ڏي پيرن تي، اياز صاحب جي پيرن جي گسڪي جو

رخ، پاڻ ڏانهن محسوس ٿــا ڪريون. ڪنهن زوردار ڌڪي سان، دروازو اِئين کليو جڻ طوفان ۾ ٻيڙيءَ جا سڙهه ڦڙڪندا آهن.
دروازي جي ڪليل فريم ۾، هو اسانجي سامهون بيٺو هو.

هٿن ۾ سهڻي ٽري. ٽري ۾ رکيل، برف جي ڪاٺز سان ڀريل باؤل. پاڻيءَ جي دنگي. ٽي خالي گلاس ۽ گلابي، ’جام شيرين‘.

هاڻي اياز، منهنجي ڪلوز ـ اپ ۾ هو.
اڇي سلوار ۽ اڇي لون جو پهراڻ پاتل.
پيشانيءَ تي ٽڙيل پکڙيل، اڇا ڪارا وار.
گهاٽا ڀرڻون.
ڀرپور سانورو چهرو ـ عقابي اکيون.
[اياز کي ايترو ويجهو ۽ ايترو ڀرپور نموني ڏسڻ جي اِن سوئمبر کان وٺي ڪ، مون لاءِ ٻيو پلا کهڙو سوئمبر ٿي سگهي ٿو؟ پاڻ کي، پاڻهي جواب ڏنم. ’ڪوبه نه‘!]

ٽري، ٽيبل تي رکندي پڇيائين:
بسڪيٽ وغيره....؟
’نه ڪجهه به نه‘ سڀ گڏجي ڪورس جي انداز ۾ ورائيون ٿا. ساني ڪاڻي موٽي اچو. ٻيو ڪجهه نه گهرجي. صرف اوهان گهرجو.
[ الائـي ڪيستائين ننڍڙي لائبريريءَ ۾ اسانجـي آوازن جـا پڙاڏا گونجندا رهيا. ٻيو ڪجهه نه گهرجي. صرف اوهان گهرجو.]

هن چيو پئي: مون وٽ ملڻ وارن لاءِ، ۽ شايد زندگيءَ لاءِ به هاڻي وقت گهٽ آهي (پاڻ کي خبردار ڪيم. ڪاڪا! هي ڪهڙي سمئي تون هتي هليو آيو آهين؟ اهڙي سمئي، جڏهن هن جو پل پل املهه، ۽ گهڙي گهڙي قيمتي آهي).
موت منهنجي گهر ـ دروازي تي بيٺو آهي (اياز صاحب جو

آواز، آنڊر-ٽون هو) مان هاڻ اُٿين آهيان، جو هر ورق، آخري دفعو پيو ورايان. هاڻ جڏهن مان ٦٥ سالن جو ٿي چڪو آهيان، زندگي کي پنهنجي End ڏانهن پل پل ويجهو ٿيندي پيو پائيان. (۽ اياز صاحب جي ڳالهين جي بيڪ گرائونڊ ۾ 'سائين مرنا' جون ڊيٿ ٽيونس وچڻ شروع ٿي ويون) زندگيءَ جي نوٽ بڪ جا پنا، پورا ٿيڻ وارا آهن. چند صفحا وچي باقي بچيا آهن. مان مسلسل ڏينهن رات لکندو، رهندو آهيان. ريٽائر ٿيڻ کان پوءِ، جڏهن ريٽائر ڪامورا فل ٽائيم، ڪنهن، نه ڪنهن عبادت ۾ جنبي ويندا آهن. مون وٽ هن چمار ۾، لکڻ ئي وڏي عبادت آهي.

زندگي ۽ موت جي فلاسفيءَ کي جستيفاءِ ڪندي، هو مسلسل (بنان پڇڻ جي) ان ٽاپڪ تي قنوطي انداز ۾ ڳالهائيندو رهيو. نڏهن اوچتو، مون ڪيس وچ ۾ انٽرپٽ ڪيو. ايڏي فرسٽريشن ڇو؟ مون ڪراس ڪوسچنگ شروع ڪئي ۽ اچانڪ ڪمري ۾ چڻ چٽنگ جو چٽاءُ ٿيو. اياز صاحب جو موڊ آف ٿي ويو. هن جو ڀاري آواز، ويتر ڀاري ٿي ويو. مون کي پنهنجي ڪمد تي، ڪالر پويان، پگهر نڪرندو ٿو محسوس ٿئي. گهڙيءَ لاءِ ذهن جي آس پاس ايڏو گوڙ ٿو محسوس ڪريان، ڄڻ منهنجي سامهون ڪوئي جهاز ڪرئيش پيو ٿئي. وچ وچ ۾، 'ادل'، مون کي ڊفينس ڪندو ٿو رهي. پشيمانيءَ منجهان، مان پاڻ کي چنيپيان ٿو. "ايڊيٽ! بي عقل. نادان. جاهل! عقل وارن اڳيان اَول جلول ڳالهيون، بي معنيٰ سوال ڪونه آٽاربا آهن. جن ڳالهين بابت ڊيٽيل جي ڄاڻ نه هجي، باادب ٿي. خاموشي سان آها ٻڌڻ گهرجي ۽ بس". ان کان پوءِ، ان ٽاپڪ تي، مان هن کي ٻڌندو رهيس. منهنجو ري-ايڪشن. رکو ڇهري جا ايڪسپريشن. هون.... هون.... ها، اڇا! (۽ حرف ندا) - واهه - زبردست - اوهه! مارواس - گڊ.

هاڻي اياز صاحب کي ماني کاڌي پنج منٽ گذري چڪا هئا. دوا جو وزن وٺڻ لاءِ، هڪ دفعو وري هن، اندر گهر جو رخ رکيو.

اندر ويندي، شيخ اياز، زندگيءَ جي ڏکي ڪاريڊار ۾ مون کي اڪيلو بيٺل نظر آيو. اهڙو شخص، جنهن جو فائل (بقول سندس) عنقريب بند ٿيڻ وارو آهي.

اوچتو هوا جي زور تي دروازو پنهنجو پاڻ بند ٿي ويو: ٺا ٺڙڪ.

ڪنهن ڪتاب وانگر اڄ
در کليل پيو آهي
باغ يادگيرين جو....
سانوڻيون سڀئي ڇڻ
اڄ جهليل پيو آهي.

پنهنجي جنم ڀوميءَ واري شهر شڪارپور ۾، هڪ شام جو پنهنجي گهر- اڱڻ ۾، 'بابا' سان گڏ ويٺو هئس. اياز صاحب، پنهنجي يادگيرين جي اسٽاڪ جو دروازو کوليو: ڇڻڪار سبب، مٽيءَ منجهان هڳاءُ پئي نڪتا. سرڪل ۾ رکيل موڙن پرسان ڪٽ رکيل ۽ ڪٽ تي ڏريل وهاڻي تي ٽيڪيل/آهليل بابا. حقي جي نئي سندس چپن ۾.... ۽ هوا ۾ تماڪ جي دونهين جا دائرا.

مان پرسان موڙي تي ويٺل. هٿ ۾ ڪليل 'الف ليليٰ' جي قصي وارو عشقيہ داستان. ڏيان ۾ دلچسپي سموري، ڪتاب جي سٽن ۾.... السلام عليڪم.... اوچتو آن ڇپ - مانار ۾ ڪنهن سلام ورايو. آهو منهنجو 'مامو' هو. بابا سان خوش خيريافت ڪندي سندس نگاهہ اوچتو منهنجي هٿ ۾ جهليل 'الف ليليٰ' واري قصي تي پئجي وئي. ڪاوڙجي پيو. بابا سان مخاطب ٿيندي چيائين: ”پٽهين ڪي جهلين نٿو، هينئر کان ئي، ههڙا ڪتاب ويٺو پڙهي!“ بابا حقي جي نئي تان چپ هٽائي، نهايت ڌيرج سان ورائيس. ڀائو! آخرڪار ته پڙهڻا ته، اٿس! ڀوءِ هاڻي کان ئي ڇو نہ....!؟

آن ئي زماني ۾، مون شڪارپور مان جاري ٿيندڙ رسالي 'سنڌوءَ' ۾ نادر بيگ مرزا جي ڪهاڻي پڙهي هئي. ڀانيان ٿو آها

۱۹۳۲ع جي ڳالهہ آهي. مان نون سالن جو مس هوندس. نادر بيگ جي آها ڪهاڻي، مونکي ڪافي ٿرلنگ لڳي هئي. ڪنهن سيٺ جو پٽ ڪنهن ٻنگياڻيءَ سان عشق ڪري، ڪيس Own ٿـو ڪري. آن زماني جي لحاظ کان اِهـو ٽاپڪ ڪافي بولڊ هو. ۽ آن ٽاپڪ تـي، نـادر بيگ، نهايت جرئت سان نئين اسلوب واري اصلوڪي ڪهاڻي لکي هئي. جيتري قدر ياد پويم ٿـو، مـون آهائي پهرين سنڌي ڪهاڻي پڙهي هئي.

نادر بيگ مرزا جي اِشوءَ تي ڳالهائيندي، اوچتو اياز صاحب، ٽريڪ بدلائي، اسان سڀني تـي پنهنجي يادن جي رنگ رتي آمبريلا تاڻي ڇڏي. رنگا رنگ يادون. يادن جا رنگين ڊئرا، جوانيءَ جـا پرپور واقعا،ـــ ۽ دروازا کلندا ويا. سون ڏٺو، هن جـي اکين جـي سڌ ۾، ڪا ريکا دور ڏنڊلڪي ۾ روشن ٿيندي وئي.

روشن!؟

آءِ مين، روشن مغل....!؟

يادن جـي ايوان ڏانهن، ماضيءَ جـي ڳڙکين مان ڏسندي، ايـاز صاحب سمائلنگ فيس سان چيو: 'نہ'ـــ ڪيتريون ڳـالهيون محض اسڪينڊل. محض لپو ـ سروس آهـن. روشن مغل بابت جـو ڪجهہ حقيقت ۾ آهي آهو پنهنجيءَ آٽو باءِ گرافيءَ ۾ چاڙهيندس. دن جـي يـاد، هن جي وجود جـي روشني ۽ پيون ڪيتريون ٽـي روشنيون منهنجي امانت آهن.

روشن مغل جي، روشن يادن مان اوچتو، مرحوم حفيظ شيخ اِئين نڪري نروار ٿيو، جئن گل تـڙڻ سان، پنکڙين مـان خوشبو برآمد ٿيندي آهي.

مون چيو: اوهان جـي ڪن همعصرن کان ٻڌو اٿئون تـہ روشن جي مسئلي تي، اوهان ۽ حفيظ شيخ وچ ۾ ڪا چپڪلش....! No. روشن مغل يا ڪنهن ٻئي اِشوءَ تـي منهنجي مرحوم حفيظ شيخ سان ڪابہ دشمني، ڪابہ جيلسي ڪانہ هئي. حفيظ، اسان جو

ساٿي هو. يار هو. سکر ۾ ٻيرلوءِ جي، ڪنهن ڳهٽيءَ ۾ هن جو گهر هو. حفيظ مجذوب ٽائيپ، ٻـولڻ ڳالهيون ڪندڙ شخص، ۽ خواجه سليم جو گهاٽو دوست هو. مان رشيد ڀٽيءَ سان گڏ، سکر جي جيل ۾ هئس ته، اوچتو صبح جو جيل ڪوليءَ ۾ هن جي ڏکدائڪ ڏيٿ جي خبر پئي. بيحد ڏک ٿيو. ويچارو حفيظ شيخ: Poor Soul

[ ”جڏهن روح جا ريلا سڪي ويندا آهـن تڏهن نه، تون معيار، نه مون تي“ حيدرآباد ۾ حفيظ شيخ جـي تربت تي ڪتبي تي اڪريل اکر. جيڪي هاڻي سندس جهرندڙ قبر جي سيرانديءَ ڏچي ٻڌران — محض ڪتابن ۾ محفوظ.]

اهي سڀ قبرون
جن تي ڪوبه ڪتبو ڪونهي
اهي سڀ منهنجون آهن (سلطانه و قاضي)

ماڻهو چون ٿا، شيخ اياز ڪئرفل انداز ۾ ٿو زندگي گذاري. موت کان ڏچي ٿو. اِن پوَ ۾ سگريٽ نٿو ڇڪي. ڊرنڪ ڇـڏي ڏني اٿس. آءِ سي.... منهنجا قلڦ، سگريٽ جو دونهون نٿا اڪسيپٽ ڪن! نٿـو ڇڪيان سگـريٽ. صحت! فـزڪ. چمار، ڊرنڪ نٿـي هضمائي سگهي. ڇڏي ڏنو اٿم پيئڻ.... ۽ مـان ڪو شرابي آهيان؟ هيبچوئل ڊرنڪر آهيان....؟. نو! مان ناهيان شرابي.... شرابي ناهيان مان.... ڪمپيرتا ۽ ڪاوڙ سبب، ڪن پلڪ لاءِ، هـن جـو .B.P، هاءِ ني ويو. مون ڏٺو: اياز صاحب جي ٻن آڱرين ۾، آڻ دکيل سگريٽ، سندس رکين ۾ گردش ڪندڙ رت جيان، گول گول ڦـري رهيو هو. گول گول گول گول....

[رليڪس — رليڪس — رليڪس]

شاعر آهو وڻ هوندو آهي،

جنهن جا گل،
هن جي موت کان پوءِ
اڃا به، وڌيڪ ڦٽندا آهن!

همعصر ڪڏهن به هڪ ٻئي کي، صحيح نموني اپريشئيٽ نه ڪندا آهن. اهو ازل جو ڪوئي قانون آهي. پوءِ، ايندڙ نسل ئي، انهن کي صحيح معنيٰ ۾ ايڪناليج ڪري سگهندو آهي.

باوجود اِن عذر پيش ڪرڻ جي، مان اياز صاحب جي اڳيان ڪجهه نالا وٺان ٿو:

نارائڻ شيام.

شيام، مونکي وڻندو آهي. هو جديد سنڌي شاعريءَ جو، هڪ وڏو شاعر آهي.

نياز همايوني.

گهڻو عرصو ٿيو آهي. نياز سان منهنجي ملاقات نه ٿي سگهي آهي.

مون چيو: نياز صاحب جي شاعريءَ بابت ٿو پڇان
اياز صاحب خاموش. نو ڪمينٽس
شمشيرالحيدري

شمشير، جو جيڪو نازو 'آزاد نظم جي اوسر' بابت مونو گراف ڇپيو آهي. هڪ نظر ڏٺم. پريس ڏانهن موڪلڻ کان اڳ، ان ۾ نوان اضافا ڪري ۽ فوٽ نوٽس ملائي، ان کي آپ ٿو ڊيٽ بنائڻ گهرجي ها.

مون چيو: مان شمشيرالحيدريءَ جي شاعري بابت پيو پڇان.
اياز صاحب خاموش. نو ڪمينٽس.

تنوير عباسي

تنوير صاحب جي شاعري بابت ڳالهائيندي، اياز صاحب فارسي شعر پڙهڻ شروع ڪيو.

مان چيو: ٽرانسليشن پليز.

اياز صاحب مرڪندي، فارسي شعر جي معنيٰ ڪجهه هن ريت ٻڌائي.

.... .... .... .... .... ....

.... .... .... .... .... ....

[فارسي شعر جي ٽرانسليشن — آف دي رڪارڊ]

ڀلا خود شيخ اياز صاحب جي شاعريءَ لاءِ ڇا ٿا چئو؟

اِن سوال جو جواب، اياز صاحب ڪونه ڏنو. سندس ڪتاب، ”ڀڃ ٿو ڀُور ڪري“ مان کولي هٿ ڪيو اٿم.

همالہ جي جاءِ ڀرڻ ٿو چاهين؟
منهنجي موت جي انتظار ۾ آهين!؟

اڄ جو نوجوان شاعر، نهايت ذهين ۽ ٽئلينٽيڊ آهي. ۽ مان کيئي ڀاڱي آن مان مطمئن آهيان. اياز صاحب اطمينان جو اظهار ڪندي ٻڌايو ٻئي ته: ٣١ مارچ تي، سنڌي ادبي سنگت جي سنگت ايواردس ورهائڻ واري تقريب لاءِ، حيدرآباد ۾ هئس ۽ جويي صاحب سان سندس جرنلسٽ ڪالوني واري گهر ـ ڪمري ۾ ڪجهه نوجوان ليکڪن جي سٿ ۾ ويٺو هئس، تڏهن جويي صاحب چيو: اياز! هنن نوجوانن ۾، هڪ نوجوان ڏاڍو ڀلو شاعر اٿئي. پرائيويسيءَ ۾ ويهي، هن کان هوند، ڪجهه نظم ٻڌي وٺ ته، چڱو. پوءِ آن نوجوان کي ٻئي ڪمري ۾ وٺي، وڃي، مون ٻڌو.

سچ پڇ تہ، آن نوجوان جي شاعري، مونکي پنهنجي **Continuty** لڳي.

[سکر کان حيدرآباد موٽي، مون يڪدم حيدرآباد جي سينئي نوجوان شاعرن کان پڇو: عزيزو؟ اياز صاحب کي، اوهان مان، ڪنهن الڳ روم ۾ ويهي، شاعري ٻڌائي هئي. هر ڪنهن جو اِهوئي جواب: ’نہ يار‘! مان تہ ڪونہ هئس.... مان بہ ڪونہ هئس. (ٻئي جو جواب) .... نہ يار مان ڀي ڪونہ هئس. (ٽئين جو جواب)]

۽ ايـاز صاحب، نـويڪلائي ۾ ويهـي، جنهن خوشنصيب نوجوان شاعر ڪان، سندس شاعري پڙدي هئي، آن جي نالي جو، اڄ ڏاڻين ڪو پتو ڪونہ پئجي سگهيو اٿم.

اياز صاحب جـي اسٽڊي روم منجهان آٿـي، جنات چوڪ ڏانهن ايندي، موڪلائڻ ڪان ڪجهہ گهڙيون اڳ، هن چيو: نصير! منهنجو گهر وٺيو توڪي؟ (مون ڏٺو، اياز صاحب جـي اِن گهر جو رخ تاريخ جي ڪئميرا ڏانهن هو، دل ۾ چيم، هڪ ڏينهن اِهو گهر سنڌي ادب جـي تاريخ ۾، ايتروئي مانُ ماڻيندو، جيترو رتبو دنيا جي، ادب جـي تاريخ ۾، شيڪسپيئر. ڪارل مارڪس. پڪاسو ۽ جيڪ لنڊن جا گهر ماڻي چڪا آهن).

مون هڪ دفعو وري اياز صاحب جي سيمنٽ رنگ بلڊنگ تي نظر وڌي. ڪنهن وڏي آڳهوٽ جيڏو ٻہ منزلہ گهر، اندران وشال. ٻاهران وڏي پکيڙ ۾ پکڙيل. مون ڏٺو تہ اِن بلند عمارت جي پڪ ۾، آن ڪان بہ بلند شخص، اسان سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي، وڪ وڪ هلندو جنات چوڪ ڏانهن وڌي رهيو هو. مون مڙي ڏٺو. گهر جي ديوارن تي رنگا رنگ سياسي سلوگنس ۽ دروازي ۽ درين جـي ٻاسي ڪان چاڪنگ هئـي (معاف ڪجو اِها ڳالهہ مون ڪان ريپٽ تي وئي آهي)

چوڻ چاهيم تہ، اِهـو سڀ ڪجهہ پنهنجي گهرـ ديوارن، درين ۽ دروازن تان، رب ڪرائي، ميٽرائي چو نتا ڇڏيو؟ پر چيم ڪونہ. چيم: مـان اوهانجي ڪـهن شاعريءَ جـي مجموعي جـو Preface لکڻ تـو چاهيان. چيائين: منهنجي جيڪا بہ شاعـري، منهنجي سڀني مجموعن مـان تـوکي سُوٽ ڪري، سليڪٽ ڪر. مهاڳ لک، ڇپائڻ جي اجازت اٿيئي.

مون ڪڇيو ڪجهہ بہ ڪونہ. چپ رهيس ۽ آنهيءَ لحظي اچانک جنات چوڪ تي لوڊ شيڊنگ سبب بجلي هلي وئي. هڪ موڙ

ڪان پڻ موڙ تائين پوري گلي سنسان. نه اسٽريٽ لائيٽ، نه ڪنهن در ۽ دريءَ مان ڪا روشني. چوڌاري گهپ اوندهه. اوچتو، اياز صاحب جا، ڪجهه گهڙيون اڳ چيل اکر، ذهن ۾ جرڪڻ وانگر جهرڪڻ لڳا: مان سنڌي ادب جي تاريخ جو، هڪ وڏو جن آهيان. اوچتو، جنات چوڪ تي اڌ رات جو، گهٽيءَ جي موڙ وٽ بيٺل شيخ اياز، مونکي واقعي ڪنهن پراسرار جن جو روح لڳو. اڄ ڪپڙن ۾، ڊن پاڇولن جي دائري ۾ اوچتو شيخ اياز صاحب جو پهراڻ ۽ پاڇولو هوا ۾ لڏڻ لڳا. تڏهن ڪنهن پراسرار هيلو سينيشن جهڙي منظر ۾، ادل سومري، آغا سعيد ۽ مون، نمبر وائيز، هٿ ملائي، هن ڪان موڪلايو. مون جهڪي سندس چرن ڇهيا، ۽ پنهنجي پاڇولي کي سندس پيرن ۾ جهڪندو پکڙجندو ڏٺم ـ ۽ گم.

## 'ڪلوزنگ'

پراڻي سکر کان نئين سکر ڏانهن ايندي، 'ٽانگو'، معصوم شاهه جي مناري واري چاڙهي لهي، گهنٽا گهر ڏانهن ڊوڙندو رهيو. مون واچ ۾ ڏٺو. رات جا ساڍا ٻارهن. سکر جو آسمان ستارا ستارا.... رستا سنسان. ڪنهن اونهي سناٽي ۾ گم. رستن جي ٻنهي پاسي، سکر شهر جون اتهاسڪ جايون. ديوارن تي انهن جا هيبتناڪ پاڇولا. خالي روڊ تي ٽڪندڙ گهوڙي جي سنبن مان نڪرندڙ آواز. ٽپ ٽپ، ٽپ ٽپ.... مون رليڪس ٿي اکيون پوري ڇڏيون ـــ ۽ اياز صاحب جون اهي سڀ ڳالهيون، جيڪي پنهن هڪ ڪلاڪ دوران، مون پنهنجي ذهن جي ٽيپ رڪارڊر تي، ٽيپ ڪري ورتيون هيون، هر هر ريوائينڊ ڪري ٻڌندو، ۽ دهرائيندو رهيس. ٻڌندو ۽ دهرائيندو رهيس.

# منهنجي شاعري جو ساٿ آدرشن سان آهي

فقير محمد لاشاري ڪي فيبروري ١٩٨٩ع
جي سنڌ سجاڳ رسالي لاءِ ڏنل انٽرويو.

سوال: توهان جي شاعريءَ سنڌ ۾ هجومن ڏاهڻ ۽ انهن کي چريو ۾ آڻڻ جو ڪم شروع ڪيو. جنهن جو هڪڙو نتيجو اڄ جي جمهوري صورتحال به آهي. ان جمهوري صورتحال ڏانهن توهان جو ڪهڙو رشتو ٺهي ٿو؟

جواب: مان ساري عمر جمهوريت، انسان جي عزت نفس ۽ هن جي برابريءَ لاءِ وڙهيو آهيان. قلم منهنجي تلوار به رهي آهي ته ڍال به.... نه رڳو اهو پر برصغير ۾ مون جنگ ۽ ڇڪتاڻ جي مخالفت ڪئي. نه رڳو مون ايوب خان کي مخاطب ٿي لکيو هو.

منهنجو اکيون ڇپين ٿو آمر
منهنجا گيت ڪيئن سگهندين تون؟

نه رڳو اهو پر ١٩٦٥ع واري جنگ جي خلاف به لکيو هو. اهو نظم هڪ وال پوسٽر تي ڇپي سنڌ جي ڪند ڪڙڇ ۾ لڳايو ويو. خيرپور جي ڪمشنر مونکي گهرائي پڇيو ته توکي ڇا گهرجي؟ ڪوئي عهدو گهرجي ته ٻڌاءِ، مون هن کي جواب ڏنو ته منهنجا عهدا ازل ۾ آهن. مونکي رڳو پنهنجي تحرير جي آزادي گهرجي. پر هو منهنجي آزاديءَ اظهار کي بار بار ٽوڙيندا رهيا. نه رڳو هنن منهنجن ڪتابن 'پونر پري آڪاس' 'ڪلهي پاتم ڪينرو' ۽ 'جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙيءَ' تي بندش وڌي. نه رڳو مونکي باربار قيد و بند ۾ وڌو ويو پر ڪيئي دفعا جڏهن مونکي حيدرآباد ۾ صدارت ڪرڻ جي لاءِ گهرايو ويو، پوءِ اها مشاعري تي صدارت هجي يا ڪنهن ادبي ڪانفرنس تي. مونکي شهر نيڪاليون ڏنيون ويون.

چوڏاري سي-آءِ-ڊي جو پهرو هيو. گهرتي، آفيس تي، ڪورٽ ۾، اچڻ وڃڻ تي، گهمڻ ڦرڻ تي، هر ڳالهه جي رپورٽ ٿيندي هئي. سي-آءِ-ڊي جا نادان ۽ جاهل رپورٽر منهنجيءَ شاعريءَ تي رپورٽون ڪندا ها ته انهن ۾ وطن دشمني آهي، اسلام دشمني آهي. رجعت پرست اخبارن هزارين ڪالم لکيا، اردوءَ ۾، انگريزيءَ ۾، سنڌيءَ ۾. اسلام جا ٺيڪيدار ملا ۽ مشائخ وچڙي ويا، ۽ وري مونکي ١٩٧٠ع واري جنگ ۾ جيل ۾ وڌو ويو. پر پٽ سنڌ جي پيپلز پارٽي ۾ رزوليوشن بحال ڪيو ته منهنجو جنگ سان ڪوئي واسطو نه آهي مونکي يڪدم آزاد ڪيو وڃي، پر گورنمينٽ جي نادان ۽ متعصب بيوروڪريسيءَ منهنجي قيد و بند جو پيو ٽرم به وڌايو. جيستائين بنگلاديش وجود ۾ آيو. ملڪ ٽٽي ويو، ۽ شهيد ڀٽو پاڪستان جو چيف مارشل لاءِ پرائمنسٽر ٿي آيو. يڪدم سنڌ جي گورنر سکر جيل ۾ فون تي آرڊر ڪيو ته مونکي ڇڏيو وڃي. لکت ۾ آرڊر پهتا. شهيد ڀٽي پوءِ پاڻ جمهوريت بحال ڪئي. ٧٣ جو آئين وجود ۾ آيو. ٧٧ ۾ هو گرفتار ڪيو ويو، لڳ ڀڳ سال عرصو هن جيل ۾ اذيتون برداشت ڪيون. چلي ۾ فوجي ڪوڊي تا کان پوءِ آلندي به بندوق ڪڍي کڻي ڪلاڪ مقابلو ڪيو هو ۽ ماريو ويو هو. وڙهندي مرڻ ڪا وڏي ڳالهه نه آهي. ڀٽو بيوس هو. بندي وان هو، بيمار هو. هو ٻن سالن کان وڌيڪ ضياء جي آمريت جو مقابلو ڪندو رهيو. ان لاءِ نفرت جو اظهار ڪندو رهيو ۽ آڻ نه مڃيائين ۽ نيٺ شهيد ٿيو. شاهه بلاول به اڌ ڪلاڪ گهاڻي ۾ پيڙايو ويو هو. هو ٻن سالن لاءِ وڌيڪ پنهنجي پيچ و تاب ۾ رهيو، اضطراب ۾. شاهه عنايت کي گهڙيءَ جو گهڙيءَ ۾ تلوار هڻنان سر رکي شهيد ڪيو ويو هو. ڀٽي وانگر پورو سال سڄيل مهاڙن جو عذاب نه پوڳيو هئائين. شهيد ڀٽو برصغير جي عظيم ترين شهيدن مان هو.

هاڻي به بينظير جي روپ ۾ هو اسان سان آهي. هوءَ شهيد ڀٽي جو جسماني ۽ روحاني ورثو آهي. مون کي اميد آهي ته هوءَ جمهوريت سان، انسان جي عزت نفس سان، انسان جي برابريءَ جي

جذبي سان، عوام جي فلاح ۽ بهبود لاءِ باربار ڪيل اقرار سان پنهنجو وعدو نڀائيندي. پنهنجو سات جمهوريت سان آهي، سنڌ ۽ پاڪستان جي عوام جي روحاني آزاديءَ سان آهي، امن سان آهي، عوام جي اقتصادي خوشحالي سان آهي، عوام جي برابريءَ جي خواهش ۽ عزت نفس سان آهي، پوري ساڏوٿ ايسٽ ايشيا ۾ امن، ڀائيچاري ۽ فوج ڪشيءَ جي مخالفتن سان آهي. مونکي يقين آهي ته اهي آدرش محترمه بينظير جا به آهن ۽ جيستائين هن جا اهي آدرش رهندا، ۽ مان پانيان ٿو ته، هوءَ پيءُ وانگر اڏول رهندي، تيستائين هن سان سات رهندو، تيستائين منهنجي شاعري سياست سان همرڪاب رهندي. پر مان ورجايان ٿو، منهنجي شاعري جو سات انهن آدرشن سان آهي. ڪنهن فرد سان نه آهي. فرد به تيستائين معنيٰ رکن ٿا، جيستائين انهن جو عڪس انهن آدرشن ۾ آهي.

سوال: جمهوري صورتحال ۾ سماج جي اڏاوت جي ڏس ۾ توهان جي ذهن ۾ ڪهڙيون ڳالهيون آهن؟

جواب: ”انسان ذات خداونديءَ جو پرتو آهي.“ اهو قول جمهوريت جي جڙ آهي. اهڙو ڪوبه قانون نه بڻايو وڃي جو انسان جي عزت نفس کي ضرب رسي. سماج ۾ انهن حالتن جو خاتمو آندو وڃي جي انسان جي عزت نفس جو خاتموڪن ٿيون. نه رڳو انسان جي بنيادي حقن سان هٿ چراند نه ڪئي وڃي پر اهڙيون حالتون پيدا ڪيون وڃن جو هر قسم جي محتاجي، بک ۽ بيماريءَ جو خاتمو آندو وڃي. هڪ فلاحي مملڪت جو قيام جمهوريت جو روح آهي. تعليم عام ڪئي وڃي، علاج جون سهولتون ڏنيون وڃن ۽ جيتري قدر ٿي سگهي ان کي مفت ڪيو وڃي. ضعيفي ۾ پينشن نهايت ضروري آهي ته جيئن عمر پر جي محنت ڪان پوءِ سک جو ساهه ڪٽي سگهي. مون ته لنڊن ۾ ڏٺو ته جي ڪوئي بيواهو انسان مري ٿي ويو، ته ان جي ڪفن دفن جو انتظام به حڪومت ڪندي هئي. پنهنجي ملڪ جي باشندن کي روزگار جا ذريعا مهيا ڪرڻ به حڪومت جي ذميواري آهي. انگلنڊ ۾ ان شخص کي بيروزگاري

جي پينشن پڻ ڏني وئي، جيستائين ان جي ڪنهن پيشي ۾ ڪنهن ملازمت جو انتظام نه ٿيو هو. جمهوريت صحيح معنيٰ ۾ اها آهي ته انسان سرالاهي يعني انسان الله جو ڪجهه آهي واري اصول تي عمل ڪيو وڃي. اسان جو ديس تصوف جو ديس آهي. ڀٽائيءَ ۽ بلا شاهه جو ديس. جن صدين کان انسان جي برابريءَ جو پيغام ڏنو آهي ۽ انسان کي پرتو ازل سمجهيو آهي، ۽ اهوئي جمهوريت جو روح آهي.

سوال: جمهوريت کي وڌندڙ درياهه وانگر رکڻ لاءِ اسان مان هر ڪنهن کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟

جواب: هر وقت هر فرد کي حق ۽ انصاف جي ڳالهه ڇوڻ گهرجي. انسان جو ضمير وڏي ڳالهه آهي. اٿين نه آهي ته ضمير فقط سماجي حالات جي پيداوار آهي ۽ فقط ان جي نشان دهي ڪري ٿو. نه ضمير اندر جو آواز آهي جو سچ ۽ ڪوڙ، صحيح ۽ غلط جي وچ ۾ پرک ڪري ٿو ۽ انسان کي اطلاع ڏئي ٿو ته هو صحيح ڪم ڪري رهيو آهي يا نه. اهو ڪوئي جاگيرداري دؤر يا سرمايداري دؤر جو وهم نه آهي. روس جهڙي ملڪ ۾ گوربا چوف جي پيرسٽرائڪا ۾ به ان تي اسرار ڪيو ويو آهي ته انسان ضمير جي آواز کي نه لتاڙي. هو جيڪي صحيح سمجهي ان تي عمل ڪري. جي روسين جي اڪثريت اسٽالن جي مخالفت ڪري ها ته هو اهي ظلم نه ڪري سگهي ها. جي نيوٽائيمس، ماسڪو نيوز ۽ سوويت ادب ۾ اڄڪلهه وائکا ڪيا وڃن ٿا. فردن ۽ ادارن کي جمهوريت جي قدم قدم تي حفاظت ڪرڻي آهي. جيڪڏهن حڪومت ڪوئي غلط قدم کڻي، جيڪڏهن حڪومت مطلق العنانيت يا آمريت ڏانهن ڪوئي لاڙو ڏيکاري، جيڪڏهن پريس ۽ اظهار جي آزاديءَ تي ڪائي روڪ ٽوڪ رکي، جيڪڏهن ڪوئي اهڙو قانون پاس ڪيو وڃي جو انسان جي بنيادي حقن تي لت اينديءَ هجي ته يڪدم احتجاج بلند ڪيو وڃي. جيڪڏهن قيد و بند برداشت ڪرڻو پوي ته ڪيو وڃي ۽ جيڪڏهن ان جي خلاف سر جي سٽ ڏيڻي پوي ته ڏني وڃي. اها زنده قومن

جي نشاني آهي. اهو احتجاج جمهوريت کي زنده رکڻ لاءِ ضروري آهي. پولينڊ ۾ ڪنهن اديب کي احتجاج تي دستخط ڪرڻ لاءِ چيو. هن کي اهو پڪ ٿيو ته مان احتجاج تي دستخط ڪندس ته ماريو ويندس. ان ڪري هن جواب ڏنو ته مان دستخط نه ڪندس ڇو ته مونکي هڪ پٽ به آهي. ساڳي وقت ۾ اديب کي احتجاج تي دستخط ڪرڻ لاءِ چيو ويو ته هن چيو ته مان ضرور دستخط ڪندس ڇو ته مونکي هڪ پٽ به آهي. اهوئي ورثو اسانکي پيڙهيءَ پيڙهيءَ تائين ڇڏڻ گهرجي. اهوئي جمهوريت کي برقرار رکي سگهي ٿو. سچ جي بروقت حمايت ڏي ۽ ان لاءِ هر عذاب سهڻ جي جرئت ئي جمهوريت جي گارنٽي آهي.

سوال: توهان کي عوام کان پري رکڻ لاءِ ايوب خان جي دور کان وٺي ڪتابن تي پابنديون، جيل ۾ فتوائون ڏنيون ويون تن جو توهان جي تخليقي مزاحمت تي ڪيترو اثر ٿيو؟

جواب: جيئن جيئن مون تي پابنديون وڌيون ويون، جيئن جيئن مون تي ظلم ڪيو ويو، تيئن تيئن مون پنهنجي قلم کان تلوار جو ڪم ورتو. پنهنجي ويريءَ، پنهنجي ديس جي ويريءَ، پنهنجي عوام جي ويريءَ تي بار بار وار ڪيا. هڪ ڀيري مونکان خيرپور جي ڪمشنر پڇيو ته ايوب خان پڇي ٿو ته توکي ڇا گهرجي؟ مون هن کي جواب ڏنو، مون کي جيڪي گهرجي اهو ايوب خان مون کي نه ڏئي سگهندو. مون کي جمهوريت گهرجي، مونکي آزادي گهرجي، مونکي ون يونٽ جو خاتمو گهرجي، مان چاهيان ٿو ته سنڌ وري پاڪستان جي نقشي تي آندي وڃي، اها پنهنجي زبان، پنهنجي ڪلچر سان قبول ڪئي وڃي، ان کي پاڪستان جي اقتصاديت ۾ جائز حصو ڏنو وڃي. ڇا اهو ايوب خان مونکي ڏئي سگهندو؟ ايوب خان مونکي ٦٥ ۾ جيل ۾ وڌو، ٦٨ ۾ جيل ۾ وڌو. يحيٰ خان مونکي ٧٠ ۾ جيل ۾ وڌو، جنهن جو ذڪر مان ڪري چڪو آهيان. مون ٧٠ واريءَ گرفتاريءَ وقت ”ڪپر ٿو ڪن ڪري“ جو شاهه جي رسالي جي اڌ جيترو آهي ۽ ان ۾ بار بار پنهنجي ايگزسٽنشلسٽ

چوائس جو ذڪر ڪيو آهي. بار بار آزاديءَ جو ذڪر ڪيو آهي.

اڳئين آءُ نه آءُ سڀ ڪجهه تنهنجي وس ۾
ازل کان آزاد تون، اهين منهنجا ڀاءُ
جو چاهين سو چونڊ پر، رکي چت چتاءُ
ڪونهي سوريءَ ساءُ، ڪچيءَ جي ڪنهن ڪوٽ ۾.

مان ضياءَ جي دؤر ۾ جيترا ڪتاب لکيا اوترا ڪتاب مون اڳ سڄيءَ زندگيءَ ۾ نه لکيا آهن ۽ انهن ڪتابن ۾ انهن قدرن جو بار بار ورجاءُ آهي، جي جمهوريت جا قدر آهن، انساني آزاديءَ جا قدر آهن، ڀائيچاري جا قدر آهن، محبت، امن ۽ انسانيت جا قدر آهن.

سوال: توهان تمام گهڻو لکيو آهي ۽ اڃان توهان جي قلم جي طاقت ۾ ڪمي نه آئي آهي. ڏاهپ جي رسد جي ان شاهوڪاري جا تفصيل ڪهڙا آهن؟

جواب: مون شاعري کي موسيقيءَ وانگر سڄي زندگيءَ جو رياض سمجهيو آهي. دراصل هر فن سڄيءَ زندگيءَ جو رياض آهي. منهنجيءَ شاعريءَ ۾ منهنجو مشاهدو ۽ مسلسل مطالعو شامل آهي. شايد دنيا جو ڪو شاعر آهي جو اصل ۾ يا ترجمي ۾ منهنجي نظر مان نه گذريو آهي. مون اهو سڀ پڙهي پنهنجي دؤر جي حالات کي مدِنظر رکي، پنهنجي ديس ۽ ساري دنيا جي شاعري کي مدِنظر رکي، شعر جي تخليق ڪئي آهي. جيترو ٻيا ساريءَ زندگيءَ ۾ لکي سگهندا اوترو مون هڪ مهيني ۾ لکيو آهي. ان جو محرڪ جذبو پنهنجي فن سان وابستگي، پنهنجي ديس ۽ انسان ذات جي تقدير سان وابستگي آهي. ڌرتي جي هر دانهن مون ۾ ٻرندي رهي آهي ۽ جيڪو به ٿيو جنهن وقت ٿيو جنهن جاءِ ٿيو، سو مون تي ظلم ٿيو آهي ۽ اوهان کي منهنجي ساريءَ شاعريءَ ۾ اهائي ڪيفيت ملندي.

سوال: توهان جي شاعرائي طاقت مڪمل طرح سان عوام تائين ان ڪري نه پهتي آهي جو اسان وٽ پڙهيل ماڻهو ٥ ۱ سيڪڙو مس آهن. ان حالت کي بدلائڻ، شاعر هئڻ جي ناتي به توهان جي ذميداري آهي. توهان ڇا تجويز ڪندا؟

جواب: شاعري عوام تائين پهتي نه آهي، هر هوٽل تي، سنڌ جي ڪنڊ ڪنڊ ۾ ڪئسٽ وڄن ٿا. عبدالغفور جا، زرينه بلوچ جا، عابده پروين جا، بيدل بدويءَ جا، وائيسز گروپ جا، سرمد جا ۽ ٻين جا جن مون کي ڳاتو آهي. انهن مون کي سنڌ جي ماڻهوءَ ماڻهوءَ تائين پهچايو آهي. اها ٻي ڳالهه ته اسان وٽ تعليم ٿوري آهي ۽ منهنجا پڙهندڙ گهٽ آهن پر هي آڊيو وڊيو جو دؤر آهي. شاعري عوام تائين پهچي وڃي ٿي. سنڌڙيءَ تي سر ڪير نه ڏيندو ٿي نه رکو، خان بهادر کهڙو نچيو هو پر ساري سنڌ نچي آهي.

سوال: توهان وائس چانسلري ڇڏڻ کان پوءِ ظاهري طرح جنهن ماٺار ۾ رهيا ان کي ڪيئن واضح ڪندا؟

جواب: ضياءالحق جي آمريت آزاديءَ لاءِ ڪاڪ وٺي نه ڇڏي هئي. جي مان پبلڪ پليٽ فارم تي اچان ها ته ضياء مونکي يڪدم جيل ۾ وجهي ڇڏي ها ۽ مان اهو ڪجهه لکي نه سگهان ها جو مون ٨٠ کان پوءِ لکيو آهي. مون هڪ سٽ به اهڙي نه لکي آهي جنهن ۾ مون پنهنجي زندگيءَ جي فهم تي مصلحت ڪئي هجي. منهنجي احتجاج جو سڀ کان موثر ذريعو منهنجي شاعري هئي جا مون نهايت زوردار نموني سان ڪئي آهي. مون اڳ ۾ ئي چيو نه ضياء مون کي جيل ۾ وجهڻ نه ٿي چاهيو. مارائڻ ٿي چاهيو. جي هو مونکي جيل ۾ وجهي ها ته بي. بي. سيءَ تان اچي ها ته ضياء اڪوٽي وائس چانسلر کي جيل ۾ وڌو آهي ۽ قلم جي آزادي کسي رهيو آهي. هن ٿي اڪيڊمي آف ليٽرز ناهي، اديبن کي انعام اڪرام، قرض ۽ رشوتون ڏيئي ثابت ڪرڻ ٿي چاهيو ته هو اهلِ قلم جو سرپرست آهي. سچ ته هن فقط جڪ جي همت افزائي ٿي ڪئي ۽ اهڙن ڇيلهه پڳل اديبن کي انعام اڪرام ٿي ڏنا جي هن جي ۽ هن جي واهيات نظرئي جي پٺ ڀرائي ڪري رهيا هئا.

# سرهن سانجهه سوڍن ۾

رسالي سگهڙين سٽ جي فيبروري مارچ ١٩٩٠ع
واري سالنامي ۾ رسالي جي ايڊيٽر فهميده حسين
جو شيخ اياز کان ورتل انٽرويو.

شاعر تخليقڪار آهي، سرجڻهار آهي اهو يقين، لطيف ۽ اياز کي پڙهڻ کانپوءِ پڪو ٿئي ٿو. هر فنڪار جو پنهنجو ماحول هوندو آهي، پنهنجو بيان، پنهنجو انداز پنهنجي فڪر ۽ احساس جي سطح هوندي آهي، ان ڪري ئي هو انفراديت جي دعويداري ڪري سگهندو آهي. هر دور جي شاعريءَ ۾ روايتن جو تسلسل به هوندو آهي ته وري ڪن نين روايتن جي پيڙهه پوندي آهي. جن شاعرن سنڌي شاعري جي دنيا ۾ تبديلي آندي. ادبي قدرن جا رخ موڙيا، قومي ۽ فطري لاڙن کي نوان روپ، نوان لفظ ڏنا، انهن چئن ته، سموري ادبي ماحول ۾ تبديلي آندي. هونءَ به ذهني تبديلي بدلجندڙ ماحول ۽ حالتن جو رد عمل هوندي آهي ۽ هرڪو شاعر ان جو اظهار مختلف انداز ۾ ڪندو آهي، سندس خارجي ماحول ۽ داخلي ڪيفيتون ۽ پڻ موروثي اثر سندس ذهني اوسر ۾ وڏو ڪردار ادا ڪن ٿا. شيخ اياز اهڙو ئي هڪ منفرد شاعر آهي جنهن جو بيان ۽ انداز، ڪائنات ۽ زندگيءَ جي مسئلن جو مخصوص ادارڪ، ڏيهي ۽ پرڏيهي حالتن جو شعور کيس جديد دور جو سڀني کان نرالو ۽ پيارو شاعر بنائي ٿو ڇڏي. سندس شاعرانه تخليق جو سياءُ پنهنجو آهي. رومانوي شاعري هجي يا نظرياتي، هو ماڻهوءَ جي اندرين سطح **(Innerself)** کي ڇهي سگهڻ جي طاقت رکي ٿو. سندس بنيادي جبلتن پيار (سونهن سان پيار- وطن سان پيار) انسان دوستي ۽ جيئڻ جي چاهنا سان سڌو سنئون تعلق ۾ اچي ٿو. فارسي زده شاعريءَ

جي هڪ ڏکهي دور ڪانپوءِ اياز سنڌي شاعري کي نئون موڙ ڏيڻ وارن جديد شاعرن جو سر موڙ آهي. هن پنهنجي ٻولي، پنهنجي تهذيب، پنهنجين روايتن ۽ ڌرتيءَ جي وڃائجي ويل احساس کي ورائي آندو، ايتري قدر جو هن ڌرتيءَ جا گل ٻوٽا، وڻ ٽڻ، جهر جهنگ جبل، دريا نديون- اشارا ڪنايا، تمثيلون روايتون، سورما، سورميون، جيڪي ڌارين اثرن ڪري سنڌي شاعريءَ مان غائب ٿي ويا هئا. اياز پراڻيون روايتون ٽوڙڻ پراڻا (Trends) بدلائڻ ۽ نيون روايتون نوان (Trends) ڏيڻ وارو اهڙو شاعر آهي جنهن پنهنجي فڪر ۽ فلسفي سان، پنهنجي فارم ۽ گهاڙيٽن سان صرف هم عصرن کي نه، پر پويان ايندڙ نسلن کي به متاثر ڪيو آهي. نه صرف ايترو پر عام سنڌي ذهن، خاص ڪري نوجوانن ۾ سنڌ جي حوالي سان ذهني سجاڳي ۽ نئون شعور پيدا ڪرڻ ۾ سندس شاعريءَ جو وڏو ڪردار آهي. (ڀلي ڪير مڃي يا نه مڃي) اها سندس ڪاميابي آهي ۽ اها ڪاميابي يقيناً سندس شاعريءَ جي سچي سونهن - سندس 'خيال' جي خوبصورتيءَ ۾ آهي جنهن ۾ سهڻن ۽ لطيف لفظن ۽ گهاڙيٽن سبب اهڙو اثر ٿو محسوس ٿئي جيڪو دل ۽ من ۾ جذبا موجزن ڪريو ڇڏي. سندس خيال ۽ جذبي، هيئت ۽ گهاڙيٽي ۾ ڏاڍي هم آهنگي آهي جيڪا سندس شاعريءَ ۾ ترنم ۽ موسيقيت پيدا ڪرڻ جو سبب آهي. هڪ ٻي خوبي آهي سندس شاعريءَ ۾ ڌرتيءَ جي خوشبوءِ— ڇو جو پاڻ ئي چيو اٿس "گيت گلن جيئن اڀرن ٿا ڌرتيءَ مان" هن وٽ پنهنجي ديس ۾ لڳڪ لڳڻ سان جيڪي اک ٽپن ٿا، تن جو هڪ جدا تخليقي پس منظر آهي جنهن جي پنهنجي سونهن آهي. ٻيو ڪير لڪ لڳڻ سان اک جهڙي ڪڙي ڪساري وڻ سان ڦٽندڙ ڦلڙين ڏانهن، متوجه ٿئي نه ٿئي. پر اسانجو هي شاعر هن ڌرتيءَ جي حوالي سان سخت موسم ۽ ڪڙي ڪساري اڪ کي به پنهنجي لاءِ (Inspiration) جو سبب بنائي ٿو. ڇاڪاڻ جو هو ان کي (own) ڪري ٿو. جيئن انسان جي زندگي ڏؤرن ۾ ورهايل آهي— ننڍپڻ، جواني، پيري- تيئن تخليق

جي عمل جا ٻه دور ٿين ٿا، شعور جون ٻه سطحون ٿين ٿيون. شيخ اياز جي پهرئين ڪتاب ”ڀونر ڀري آڪاس“ کان وٺي سندس هن مهل تائين آخري ڪتاب (اڻ ڇپيل) ”اڀر چنڊ پس پرين“ ۾ هڪ تسلسل آهي، جيڪو سندس شخصيت جي مختلف روپن کي نروار ڪري سگهي ٿو. سندس ننڍپڻ ضرور ڪنهن اهڙي هستيءَ جي هنج ۾ گذريو هوندو جنهن جي شعوري يا غيرشعوري تربيت هن کي نوجوانيءَ ۾ انقلاب لاءِ ڪليو ڪلايو ڳائڻ تي آماده ڪيو

انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب ڳاءِ
جيئن زمين آسمان
جي ڪلي ڀون زبان
ڪنڊ ڪنڊ، چوڪ چوڪ
شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ
جيئن ڏئي اٿي جواب — انقلاب!

نوجوان عمر ۾ ايترو جوش ۽ جذبو ۽ ايترو شعور ڪيس يقيناً سندس وسيع مطالعي، باشعور انقلابين سان لهه وچڙ ۽ پنهنجي اندر جي سوجهري سبب مليو هوندو، پر انهن سڀني کان اڳ ۾ هڪ مڪتب ٿيندو آهي جتان ڪنهن ڏاهي انسان کي سچ سچاڻ ۽ پرکڻ جو سبق ملندو آهي ۽ اهو مڪتب هوندو آهي سندس گهر! جنهن ۾ ننڍپڻ ۾ امڙ جي لوڏين ۽ ڪوڏائڻ کان وٺي راتين جو هڏايل آکاڻين ۽ داستانن جو ٻار جي ذهني تربيت ۾ وڏو ڪردار هوندو آهي ۽ ڪنهن خاص عمر تائين ان هستيءَ جو عمل دخل رهي ٿو. پوءِ وري ٻين عورتن جو وارو ٿو اچي جنهن ۾ محبوبه کان جيون ساٿيءَ تائين عورت جا مختلف روپ رهن ٿا، جيڪي سندس شخصيت نکارڻ ۾ مددگار ٿين ٿا. ان حوالي سان شيخ اياز کان منهنجو پهريون سوال هو ته ”توهان جي شخصيت نکارڻ ۾ امڙ جو ڪيترو ۽ ڪهڙو ڪردار هو؟“

جواب: مان جڏهن ننڍڙو هئس ته منهنجي ماءُ مونکي پينگهي ۾ لوڏي يا ڇت ۾ لڳل جهلي هلائي ننڊ ڪرائيندي هئي ۽ ان

وقت لوليون ڏينديون هيون جي مون کان اڃا تائين نه وسريون آهن. هن جو آواز ڏاڍو مٺڙو هوندو هو. جڏهن آرهڙ ۾ ٻاهر وسندي هئي ۽ گهر کان ٻاهر ڪانوَ جي اک نڪرندي هئي تڏهن هوءَ مونکي منجهند جي ماني کارائي پنهنجي پسنديده لولي ڳائيندي هئي.

”گهل ڏکڻ ڙي نيڻ ٿا ننڊ ڪرن“

اهڙي طرح سانوڻ ۽ بڊي جي پٽ ۾ جڏهن مونکي ننڊ نه ايندي هئي ۽ مان ڪٽ تي پاسا ورائيندو هوس تڏهن هوءَ لوليون ڳائي مونکي ننڊ ڪرائيندي هئي. هن ڪي سنڌ جا ڪيئي لوڪ گيت ۽ لوڪ ڪهاڻيون به ياد هونديون هيون، جي هوءَ مونکي ٻڌائيندي هئي. ساري زندگي هوءَ منهنجي شخصيت تي ڇانيل رهي ۽ منهنجي تحت الشعور ۾ شاعريءَ لاءِ لگن هن ئي پيدا ڪئي. مون هن ساري ڪائنات کي پنهنجي ماءُ وانگر سمجهيو آهي ۽ ان جو تقدس منهنجي دل تي اهڙين ڇانيل آهي جيئن پنهنجي ماءُ جو هو ۽ پنهنجي ان- ڇپيل ڪتاب ”اڀر چنڊ پس پرين“ ۾ انهيءَ ڪائنات جي تصور ۽ ان جو پنهنجي ماءُ سان پيٽ جو اظهار به ڪيو آهي.

منهنجو پيءُ تڏهن گذاري ويو جڏهن مان چوٿين درجي سنڌيءَ ۾ پڙهندو هوس. هن کان پوءِ منهنجي ماءُ ئي منهنجي پرورش ڪئي هئي. مان سڀ جنم وٺي اچان ته هن جو هڪ ٿورو لاهي نه سگهندس. ”ماءُ جي پيرن هيٺان بهشت ٿيندو آهي“ اها هڪ عام چوڻي آهي، پر مان چوان ٿو ته ”ماءُ جي پيرن کان مٿي ڪوئي به بهشت نه ٿيندو آهي!“

عام طور سنڌي سماج ۾ گهرن ۾ عورت سان ڏاڍو اڻنگو ورتاءُ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ۽ اهو مختلف طبقن ۾ مختلف انداز ۾ هوندو آهي. اڄ کان پنجاهه سٺ سال اڳ اهو ڪيئن هو ۽ اسانجي شاعر ان کي ڪهڙيءَ ريت ڏٺو ان جو اندازو لڳائڻ لاءِ ٻيو سوال ڪيم. ”ننڍپڻ ۾ اوهان جي آبادي شهر ۾ عورت جي سماجي حيثيت ڪهڙي هئي.“

جواب: مان جڏهن ننڍڙو هوس ۽ شڪارپور ۾ سنڌي

اسڪول ۾ پڙهندو هوس تڏهن هندو عورتن کي ڇڏي فقط ٻه شريف عورتون بيپردي هونديون هيون. انهن مان هڪ منهنجي مائٽ ڊاڪٽر عطا محمد شيخ جي انگريز زال هوندي هئي ۽ ٻي هڪ ڪرستان نرس، جنهن کي سارو شهر ”ڪاري منڊم“ ڪوٺيندو هو. باقي رڳو طوائفون بيپرده هونديون هيون جن ۾ ”نونا“ مشهور هوندي هئي جا شڪارپور جي ميونسپالٽيءَ جي انگريز ائڊمنسٽريٽر مسٽر ڊريو جي داشته هئي. پهرين مسلمان عورت جنهن پردو ترڪ ڪري تعليم حاصل ڪئي، اها روشن هئي، جا مون سان ڪاليج ۾ پڙهندي هئي ۽ جنهن جو ذڪر مون پنهنجي ڪتاب ”ڪراچيءَ جا ڏينهن ۽ راتيون ۾ ڪيو آهي.“

مردن جو عورتن سان ورتاءُ عام طور تي ان گهر جي ماحول جي عڪاسي ڪندو آهي ۽ ٻارن جي ذهني اوسر تي پڻ اهو اثرانداز ٿيندو آهي ان حوالي سان منهنجو اڳيون سوال اهو ته ”توهان جي گهر ۾ عورتن سان مردن جو ورتاءُ ڪيئن هو؟“

جواب: اسان جي گهر ۾ بابا جي وفات ڪانپوءِ فقط هڪڙي عورت وڃي رهي جا منهنجي ماءُ هئي ۽ ٻي مون کان ننڍي منهنجي ڀيڻ هئي. منهنجو پيءُ منهنجي ماءُ سان ڏاڍو پيار ڪندو هو ۽ هوءَ به هن کي ايترو پائيندي هئي جو جڏهن هو سياري جي موسم ۾ گذاري ويو تڏهن منهنجي ماءُ، پرسان رکيل رک سان ڀريل سگري جنهن ۾ ڪجهه ٽانڊا به هئا، اوچتو ڪڻي پنهنجي وارن تي هاري هئي ۽ جي اسان جون مائيٽاڻيون هنجو مٿو يڪدم نه ڇنڊن ها ته، هن جي وارن کي باهه لڳي وڃي ها.

منهنجي پاڙي ۾ منهنجا ڪيترا مائٽ رهندا هئا، جي ان دور جي اڪثر مسلمانن وانگر پنهنجي ماءُ جي ته عزت ڪندا هئا پر پنهنجي زال کي پنهنجي ملڪيت سمجهندا هئا ۽ اها هنن جي ڪائي ڌيءَ سامائي مس هئي ته هن کي گهر اندر وهاري ڇڏيندا هئا ۽ پردو ڪرائيندا هئا. وري ڪوئي عورتن کي مارڪٽ ڪندو هو يا گهٽ وڌ ڳالهائيندو هو. سيئي گهڻو ڪري وچولي درجي جا

ڪامورا هوندا هئا ۽ لوڪ لڇا جو خيال رکندا هئا. هاڻي ته اسان جي پاڙي ۾ عورتن جي تعليم ايتري وڌي وئي آهي جو گهر گهر مان ڊاڪٽريائيون آهن جي پردو نه ڪنديون آهن.“

نئدڀيءَ جي اهڙي مشاهدي ڪانپوءِ عورت جي آزاديءَ لاءِ ذهن ۾ پيدا ٿيل معيار جي ڄاڻ خاطر پڇيم ”توهان عورت جي لاءِ ڪيتري آزاديءَ جا قائل آهيو؟“

جواب: ايتري آزادي جيتري هن ڪي مغرب ۾ آهي. عورت به ايتري آزاد آهي جيترو مرد آزاد آهي. هن تي رڳو ايتري پابندي عايد ڪري سگهجي ٿي جيتري مرد تي. ترڪي ته مسلمانن جو ملڪ آهي، استنبول ۾ مون ترڪ عورتون ايتريون آزاد ڏٺيون جيتريون لينن گراڊ يا لنڊن ۾! ها قونيه وغيره اسان جي ملڪ جي ڪجهه حصن وانگر ان ڏس ۾ پٺتي آهي.

منهنجو خيال آهي ته گهر ۽ سماج ۾ عورت ۽ مرد جو باهمي رشتو هڪ جهڙائيءَ ۽ برابريءَ وارو هئڻ گهرجي.“

پڇيم ”ڀلا اهو ٻڌايو ته اوهان جي زندگيءَ ۾ آيل عورتن مان اوهان کي ڪهڙي قسم جي عورتن متاثر ڪيو؟“

جواب: گهٽ ڳالهائڻ، گهٽي رد ڪد کان پاڻ تي عائد ڪيل روڪ ٽوڪ، وهلور نه وڃڻ، پاڻ کان وڌيڪ خوش حال عورت کي ڏسي حسد نه ڪرڻ ۽ ٻين سان همدردي جا گڻ رکندڙ عورتن سون کي متاثر ڪيو!“

هڪڙي عام چوڻي آهي ته ”هر وڏي ماڻهوءَ جي ڪاميابي جي پٺيان ڪا نه ڪا عورت هوندي آهي. اوهان جهڙي مهان ليکڪ شاعر ۽ شخصيت جي ڪاميابي پٺيان ڪهڙي عورت رهي آهي.“ ان سوال جو جواب بلڪل واضح لفظن ۾ مليو. چيائين:

”دوستي ته منهنجي ڪيترين ئي عورتن سان رهي آهي، پر جيڪڏهن منهنجي ڪائي ڪاميابي آهي ته ان جي پٺيان منهنجي زال زرينه جو هٿ آهي، هن جو بي انتها تحمل پنهنجي ٻارن جي اڻ ٿڪ پرورش، سليقي سان گهر هلائڻ، زندگيءَ جي هر لاهي-

چاڙهيءَ ۾ شڪايت ڪانسواءِ ساٿ، منهنجي مطالعي ۽ تخليق جي بلڪل آڏو نه اچڻ، منهنجي بيماريءَ ۾ خدمت ۽ ٻيون ڪيئي خوبيون، ان ڪاميابي ۾ مددگار ثابت ٿيون آهن.“

رومانوي شاعريءَ جي حوالي سان اياز جو شعر ڏاڍو پيارو لڳندو آهي، اهڙي شاعري ”پيار“ جي جذبي جي عڪاس هئڻ ڪري انسان کي پنهنجي دل وٽان لڳندي آهي ”پيار“ جي جذبي لاءِ ٿورن لفظن ۾ ڪجهه چوڻ جو چيم ته جواب ڏنائين:

”پيار زندگيءَ کي معنيٰ بخشي ٿو. اهو ماءُ جو هجي، محبوبه جو هجي، اولاد جو هجي، قوم جو هجي، انسانذات جو هجي— پيار ڪانسواءِ زندگيءَ جي ويرانيءَ ۾ ڪنهن سايه دار درخت جي تلاش بيڪار آهي!“

سنڌ جي مستقبل سنوارڻ لاءِ سيني فردن کي (زالون مرد سڀ) گڏجي پاڻ پتوڙڻ گهرجي ان لاءِ هر ڪنهن جو پنهنجو پنهنجو رول هوندو آهي ان بابت سنڌس راءِ پڇيم ته چيائين:

”زالن کي مردن جهڙوئي ڪردار ادا ڪرڻ گهرجي، صرف گهرواري (House Wife) ٿيڻ ڪافي نه آهي نڌهن پڇيم ”پلا سنڌي سماج جي تڪڙي ضرورت ڪهڙي آهي؟“

جواب: ”اتحاد، جمهوريت لاءِ اتحاد!“ آخر ۾ سگهڙين سٽ جي معرفت سنڌي عورت لاءِ پيغام ڏيندي چيائين ته ”صدين جا زنجير ٽوڙي پنهنجي آزادي لاءِ وڙهو. ان لاءِ مرد جي ذات کان نفرت ضروري ناهي ۽ ڪيترائي مرد اوهان جي انهيءَ ويڙهه ۾ اوهان سان شامل آهن. جاگيرداري دور جي غلاميءَ مان نڪري اچو، جا مرد اوهان تي مسلط ڪئي آهي. سرمايه داري دور جي بي-راهه رويءَ کان پاسو ڪريو، چوته ان مان انسان ذات کي فقط ڇيهو رسيو آهي!“

# قومي جدوجهد ۾ سنڌي شاعريءَ جو حصو

۱۹٦۴ع ۾ هڪ سکر ۾ مشاعري تي ڪيل صدارتي تقرير

پيارا دوستو ـــ

روسي شاعر ايوتوشينڪو کي ڪنهن چيو هو، ”ڪامريڊ! انقلاب مري چڪو آهي“ ته هن جواب ڏنو هو، ”نه ڪامريڊ! انقلاب مئو نه آهي، بيمار آهي ۽ مان پنهنجي شاعري ائمبيولنس ڪري ڪم آڻي رهيو آهيان.“ سنڌ جي شعر ۽ ادب جڏهن قومي جدوجهد ڏانهن ڌيان ڏنو تڏهن اُن جي ڪيفيت به ڪجهه اهڙي هئي. سنڌ مئي نه هئي، آڪهي هئي. سنڌي شاعريءَ کي قومي چوٽڪاري لاءِ ڪارائتو ڪرڻ لاءِ اُنهيءَ ناسور جي ويڍ ڪٽپ نهايت ضروري هئي، جنهن اُن کي نستو ۽ موکو بڻائي وڌو هو. اها ويڍ ڪٽپ بنا کهڪاو جي ڪئي وئي؛ اگهيءَ کي سگهه ڪيئن ملي، اُن جي اُپٽار ڪجهه هن ريت آهي.

(۱) سانگيءَ ۽ گدا کان وٺي لاڙڪائي واري محمود خادم تائين آيل شاعريءَ جي روايت، جا فارسي ۽ اردوءَ جي تقليد ڪري رهي هئي، هڪڙي نوڪر سان ڊاهي ڍير ڪئي وئي. نه اُن جا آهي عاشق رهيا جي ڪارـ منهين رقيب جا موڇڙا ڪٽيندا ها ۽ دربان جون جتيون چنڊيندا هئا ۽ نه اُن جا آهي معشوق رهيا جي سبزء خط ۽ ڪاڪلِ مشڪين سان تڏي، سمندِ ناز تي سواري ڪندا ها ۽ پنهنجن غمزن ۽ عشون سان گهوٽ گهائيندا وتندا ها.

(۲) اسان دقيانوسيءَ مشاعريءَ جي پوري ڪائنات ڊانوا ڊول ڪئي. ان کان اهي پهاڙ، درياهه، وڻ، ٻوٽا، گل، ساهوارا، سڀڪجهه کسي اُڇلايا جي هن کي فارسي ۽ اُردو شاعريءَ کان ورثي ۾ مليا ها. هن نديءَ ڪنڌ جي ڪجهه پر ڪڻ ۾ رهندڙ اُردو ڳالهائيندڙن، پنهنجي تيرنهن سيڪڙو آباديءَ جو تهذيبي غلبو قائم رکڻ لاءِ،

پنهنجيءَ تهذيب کي ايراني، توراني، آزبڪ ۽ ٻين ٻاهرين تهذيبن جي ڪڙڏائي ٻڌائي رکيو هو. هنن کي ائين ڪرڻ ۾ ڪهڙي مصلحت هئي، ان لاءِ مان هن وقت ڪجهه چوڻ نه ٿو چاهيان، پر هڪ ڳالهه صاف ظاهر هئي ته هنن جي شاعريءَ جي اثر سنڌي شاعريءَ جي ستياناس ڪئي هئي. مثال طور هي ننڍوکنڊ هڪ درياهن جو ديس هو جتي سنڌو، برهم پترا، گنگا وغيره جهڙا درياهه ها، پر آردو شاعر ذڪر فقط دجله ۽ فرات جو ڪندا هئا؛ همالا جهڙا پهاڙ ڇڏي، علامه اقبال ڪوهه دماوند کي علامت طور ڪم آندو، مون بنگال ۾ رکيو چمپا جا پنڌرنهن قسم ڏٺا آهن پر اردو شاعريءَ ۾ گل فقط نرگس شهلا ۽ لالهء صحرا نظر ايندا جي مغلن جي باغن ۾ به شايد ٿيندا ها. ديومالائن جي ديس ۾ ليلا مجنون، شيرين فرهاد ۽ وامق عذرا جهون ڳالهيون ڳايون ويون. غير اسلامي هوندي به، يزدان ۽ اهرمن جو تخيل بار بار آندو ويو ڇو ته ان ۾ ايران جي خوشبو هئي. اسان ڏٺو ته هند ـ مسلم شاعريءَ جي اثر سنڌ ـ مسلم شاعريءَ جي جڙ سنڌ جي ڌرتيءَ مان آکاڙي ڦٽي ڪئي هئي، انڪري اسان سنڌي شاعريءَ کي سنڌ جي ڌرتي ۽ آڪاس موٽائي ڏنو. غالب ’بنات النعش‘ جا راڳ ڳاتا ها، اسان نيڙو ۽ ڪتين جا گيت آلاپيا، آردو شاعريءَ ۾ آهوئي ختن پنهنجي جڙتو وحشت سان ڊوڙندا نظر ايندا ها، اسانجيءَ شاعريءَ ۾ سنڌ جا روجهه رمندا نظر آيا؛ اردو شاعري هما ۽ عنقا لاءِ سرگردان هئي. اسان شاعريءَ کي ڪونج جي آڏار ۽ ناڙي جي تنوار ڏني. نتيجو اهو ٿيو ته سنڌيءَ شاعريءَ جي ڪائنات مير ۽ مومن، انشا ۽ ناسخ، غالب ۽ اقبال کان ڪٽجي وئي ۽ ان جا خيما پتائيءَ جي پٽ تي کپي ويا. سنڌ پنهنجي ڳم ۽ ڳنڊير، ڏٿ ۽ ڏوٿيڙن سان چمڪي اٿي. ناسور جو هڪ وڏو ڳوڙهو ڪڇجي ويو ۽ اسان جي شاعري سنڌي ٿي وئي.

(٣) سنڌ جي قومي جدوجهد لاءِ شاعريءَ کي ڪارگر ڪرڻ لاءِ ان ۾ سنڌيت جو هئڻ ضروري هو، انڪري اسان کي اردوءَ جي جديد ۽ ترقي پسند شاعريءَ جو اثر به نه آڻيو. تصدق

حسين خالد ۽ ن.م. راشد کان وٺي مجيد امجد ۽ وزير آغا جي جديد شاعريءَ تائين، مغربي شاعريءَ جو سطحي اثر ته نمايان آهي، پر ان شاعريءَ جي جڙ بنياد اردو شاعريءَ وانگر ڪنهن به ڌرتيءَ يا ان جي تهذيب ۾ نه آهي. انڪري اسان مغربي شاعريءَ سان اردوءَ جي ذريعي نه، پر سڌو رستو رکيو ۽ رلڪي کان لورڪا تائين، پوري جديد مغربي شاعريءَ جو واس وٺي، سنڌي شاعريءَ کي هڳايو. جيستائين اردوءَ جي ترقي پسند شاعريءَ جو سوال آهي ته اسان محسوس ڪيو ته اها ڪانٽ ڳدري جي ڪلي ۾ بم- گولي ڀرڻ جي اجائي ڪوشش ٿي ڪري. ان جو آنهيءَ موسيقي سان ڪوئي واسطو نه آهي جا عوامي روح ۾ گونجندي آهي. ان جي ٻولي علامتون دقيانوسي آهن جن جو پاڪستان جي ڪنهن به صوبي يا ان جي عوام سان ڳانڍاپو نه آهي. مون فيض احمد فيض کان هڪ ڀيري پڇيو ته تنهنجن ڇئني مجموعن ۾ 'نقشِ فريادي' کان وٺي 'دست ته سنگ' تائين، ڪو به اهڙو لفظ يا قافيو ڪم آيو آهي جو ولي دکنيءَ کان وٺي جگر مراد آبادي تائين، ڪم نه آيو هجي، ته هو جواب ڏئي نه سگهيو. انڪري اسان کي اردوءَ جي ترقي پسند شاعريءَ جو سنڌ جي ترقي پسند شاعريءَ تي اثر اپرو لڳو. ان ۾ انقلابي نعرا ته هيا پر انهن نعرن ۾ نه فقط انقلاب جو هڪ ڪوڪو، روايتي تصور هو، پر انهن نعرن کي آها نيزي جي انيءَ سان، ڪو نه هئي جا روح ۾ ڪپي ويندي آهي. اسان پنهنجي قومي ۽ انقلابي پيغام کي ٻوليءَ ۽ روايت جي هڪ انو کي پنهنجائپ ڏني جنهنڪري سنڌي شاعري پيتائي جي دؤر کان پوءِ وري ڀريون ڀيرو سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڦهلجي وئي ۽ اسانجي قومي جدوجهد لاءِ پوريءَ سنڌ کي جذباتي طور تيار ڪري ڇڏيائين. 'بزمِ صوفيا' 'روح رهاڻ' ۽ 'سنڌي شام' جا جلسا انهيءَ جا گواهه آهن ته جنهن وقت 'جيئي سنڌ' جو نعرو به گناهه سمجهيو ويندو هو، ان وقت اسانجي انقلابي شاعري هڪ اونهي سمنڊ وانگر گرجندي گوجندي هئي. سنڌي علامتن جو سهارو وٺڻ جي باوجود، اها ڪڏهن به مبهم نه لڳي؛ هر

ٻڌندڙ سمجهي وٺندو هو ته ڪير ڪهڙي پٽ“ جا پٺ پروڙائي رهيو آهي. ڪُوڙ جا ڪنگرا لڏي لڏي نيٺ ڦهڪو ڪري ڪيريا ۽ ون-يونٽ ٽٽي پيو. اڄ سنڌ آڳهائيءَ مان نڪري چڪي آهي ۽ سنڌرا مارو سڌرها آهن پر اڃا پنڌ پري آهي، اڃا ته ڪير ڏاڍ ڪٿس مس لٿي آهي، اڃا ان کي وڃڻو آهي ۽ اوهان کي پرينءَ جو نئون نئون پار پسائڻو آهي. هن وقت مان فقط هڪ ڳالهه اوهان جي ڌيان ۾ آڻڻ چاهيان ٿو. دنيا جي ادب جي مطالعي مون کي ان نتيجي تي پهچايو آهي ته ڪنهن ڪنهن وقت انقلابي تحريڪن ادب جي انقلابي ڪردار کي پنهنجي هٿ سان نهوڙيو آهي. انقلابي ادب بهترين ادب آهي، پوءِ انقلابي آهي. جي اُن ۾ پنهنجو انفرادي حسن ۽ خوبي نه آهي ته اهو ڪنهن به انقلابي تحريڪ لاءِ بيڪار آهي. جي اُن جو بنيادي پيغام انقلابي آهي ته ان جي ڌاڃي پيٽي تي ڪهڙي وٺ-پڪڙ چڱي نه آهي. هڪ ڀيري ٽراٽسڪيءَ ميڪسيڪو جي انقلابي آرٽسٽ ڊيگور ويرا سان گڏجي انقلابي فنڪارن جي انجمن ڏاهي هئي جنهنجي پڌرنامي ۾ لکيو هيائين ته ’آرٽ انقلاب جو بهترين ساٿي آهي، بشرطيڪ ان کي آزاد ڇڏيو وڃي.“ اهو هڪ نهايت سمجهدار ادبي پڌرنامو هو. لينن جڏهن انٽرنئشنل جي خالق گوتيئر لاءِ چيو هو ته هو ”گيت ۾ بهترين پروپئگنڊا ڪندڙ آهي“ تڏهن هُن پروپئگنڊا کي گيت کان وڌيڪ اهميت نه ڏني هئي، ڇو ته گيت جيستائين صحيح معنيٰ ۾ گيت نه آهي تيستائين اهو پروپئگنڊا جي صلاحيت کان وانجهيل رهي ٿو. ماؤزي تنگ به ينان ڪانفرنس ۾ انقلابي فن جي فني اهميت تي خاص زور ڏنو آهي. مان هي ان ڪري چوان ٿو جو اسانجي جدوجهد آنهيءَ انقلابي موڙ تي پهچي چڪي آهي، جتي اسانجي قومي ادب جي چند ڇاڻ ٽيڻ لازمي سمجهي ويندي ۽ ڪي نام نهاد انقلابي سنڌي شاعريءَ تي گرفت ڪرڻ شروع ڪندا. ان وقت اوهان اهو نه وسارجو ته نعرو به هڪ فن آهي ۽ فن به هڪ نعرو آهي پر فن لاءِ نعرو ٿي گونجڻ لاءِ پهرين فن ٿيڻ ضروري آهي. جيئي سنڌ.

# سنڌي شاعريءَ جو مزاج

١٨-١٩ نومبر ١٩٦٦ع تي بزمِ صوفياءِ سنڌ ڪانفرنس
تي سن ۾ ٿيل مشاعري ۾ ڪيل صدارتي تقرير.

سنڌي شاعريءَ جي پرک لاءِ برِصغير جي پوريءَ شاعريءَ جي مزاج سان آشنائي ضروري آهي. منهنجي نظر ۾ شاعريءَ جو فن پنهنجي ڪمال تي پهچي، دقيق ۾ دقيق خيال جو اظهار سليس ۾ سليس زبان ۾ ڪندو آهي. پر ان زبان جي سلاست ۽ عام فهميءَ جي تهه ۾ فڪر ۽ فن جو اهو رچاءُ هوندو آهي، جنهن ۾ صدين جي سڳنڌ سميٽجي ايندي آهي. ڪنهن به عظيم شاعر جي هڪ سوليءَ سٽ تي تنقيد يا تبصري لاءِ، نه فقط هن جي موجوده معاشري جو جائزو ضروري آهي، نه فقط هن جي دور جي قومي ۽ بين الاقوامي تعصبات جو تجزيو ۽ انهن ڏانهن هن جي ردِعمل جو مطالعو ضروري آهي، نه فقط شاعر جي داخلي زندگيءَ جي شعوري ارتقا ۽ ان تي هن جي خارجي زندگيءَ جي اثرپذيريءَ جو اندازو لڳائڻو آهي، پر هن جي تحت الشعور جي انهيءَ روشنيءَ کي به جاچڻو آهي، جنهن جا پاڇا هن جي شعور جي پردي تي پوندا رهن ٿا. جنهن ڪَٽڪليءَ جي نرت نه ڏٺي آهي. اهو ڪاليداس جي ڪويتا جي پوري هٻڪاءَ ۾ ويڙهجي نٿو سگهي. جنهن رگ ويد ۾ وايو، پرجينا، اوشا، ارنياني، راتري جي باري ۾ گيت نه پڙهيا آهن، جنهن کي اها ڄاڻ نه آهي ته هوا، برسات، باک، جهنگل ۽ رات جي باري ۾ اڳ ڇا ڇا ڳايو ويو آهي، ان لاءِ ميگهه-دوت جي روح تائين رسائي ناممڪن آهي، ۽ جنهن ڪاليداس جي ميگهه-دوت ۾ اهو نه پڙهيو آهي ته ڪاليداس بادل کي آڏو آڻي چوي ٿو ته:

”اني ڪليل ڪڙڪين مـان واجهه - وجهندڙ، وار - سنواريندڙ ناريـن جي سڳنڌ، تنهنجي سرير کي ڳورو ڪري وجهندي. محل جا مور نچي نچي تنهنجو سواڳت ڪندا، جيڪڏهن تـون ٿڪجي پوين تـه رات قولن جـي سڳنڌ ۾ ويڙهيل سـراين مٿان گذارجانءِ، سرايون جن جا اڱڻ سندر نارين جي پيرن جي مينديءَ سان لال ٿي چڪا آهن.“

جنهن ميگهه - دوت ۾ اِهو نه پڙهيو آهي، تنهن کي پيٽائيءَ جي اچاتي نـاچي ٻيٽي جي ڪهڙي پروڙ پوندي، هن کي ڪهڙي خبر ته ڀٽائي جـي سٽ سٽ ڪهڙي ڪهڙي آتڻ ۾ آڌـي وڌـي آهي ؛ ان کي ڪهڙي چاڻ تـه اهو ڪهڙي ڪهڙي جڳ ۾ جادو آهـي، جنهن 'سر سارنگ' سرجيو آهي. سر سارنگ جي هيءَ سٽ:

'سرهي سيج، پاسي پرين، مر پيا مينهن وسن'

يا مومل راڻي مان هيءَ سٽ:

'مڙهيا گهڻو مشڪ سين، چوٽا سان چندن'

يا سر ڪنڀات جي هيءَ سٽ:

'سچڻ سٽا ورلهه ۾، چوٽا پري ڪپور'

انهن سٽن ۾ اهو جسماني خوشبوءِ جـو ڦهلاءُ آهي، انهن جي تحت الشعور ۾ جسماني شاعريءَ جي اها روايت آهي جا آمارو، ڪاليداس ۽ پرتري هريءَ کان هلي آهي ۽ جـا ديس ديس واسي، اڄي سنڌي ادب ۾ عنبير جيئن مهڪي آهي.

شڪنتلا جي باري ۾ ڪاليداس چيو آهي:

”هوءَ هڪ اهڙي ڦول وانگر آهي، جنهن کي نـه سنگهيو ويو آهي،
هڪ اهڙي پن وانگر آهي، جنهن کي هٿ سان نه ڇهيو ويو آهي،
هوءَ هڪ موتي آهـي، جنهن کي ڪنهن هار ۾ نه پوئيو ويو آهي،
هوءَ ماکي آهي، جنهن کي اڃا تائين ڪنهن نه

ڇڪيو آهي."

۽ ڀٽائي انهيءَ تهذيب جي عطر ٻيزي هن سٽ ۾ آندي آهي:

"ڪنواريون ۽ ڪنول، هل ته ڏسون ڪاڪ جا."

۽:—

جهڙ ڌتڙ ڏوڙڻون ڏون، ڇوتا ڇندن ڇڪ" ڪئو.
آڇن ڀونر ڀني ولڻ، ٻاڙيءَ ڌهين ڀون.
راولَ رتو روُن، ڪو وه لڳو واسين.

اها خوشبوءِ انهيءَ ول جي خوشبوءِ آهي، جا ڀن - جهڙ ۾ مرجهائي ويندي آهي ته به پنهنجا ٻج ڌرتيءَ تي تيزي پکيڙي ويندي آهي ۽ ميگهه ملار ۾ اهي ٻج ڦٽي وري ڪائي ول پيدا ڪندا آهن، جنهن جي هڳاءَ سان آس پاس واسجي ويندي آهي. هن ڌرتيءَ جي ثقافت اهو گلريز تسلسل آهي، جو ٻه صديون اڳ ڀٽائيءَ جي ذات ۾ ڦلارجي، سنڌڙيءَ جي ڇپر ۾ ڇاٽ ٿي آيو.

هڪ پراڪرت گيت آهي:

"رات هوءَ مسافر لاءِ ٻلال وڇائي ڀڻ ڀڻ ڪري رهي هئي،
۽ باک ڦٽيءَ جو انهيءَ ٻلال کي ڪٺو ڪري روئي رهي هئي!"

جوانيءَ جي انهيءَ ڪيفيت جو اظهار، جو هن ننڍي ڪند جي گيت گيت ۾ آهي، ڀٽائيءَ ساڳئي رنگ ۾ سر ديسي ۾ آندو آهي:

"مون پانيو مون وٽ، هميشه هوندا پرين."

يا ساڳئي سر جي هڪ وائيءَ جون هيٺيون سٽون:

لڪون لڳن ڪوسيون، ڏاڍا ٿين ڏيهه،
وو! ڇڏي تون ڪو، ڇپر ويندين!

اهڙا هزارين مثال آهن، جنهن ۾ هن جنڊڙيءَ ۽ ان جي ڏک سک، پيار ۽ پڇتاءَ، ريت ڪُريت کي گيت ۾ سمايو ويو آهي ۽ جنهن جو پڙاڏو ڀٽائيءَ جي پٽ تي ٻڌو ويو آهي. انهيءَ يڪتاري جي تار ۾ صدين جي سنگيت جو پڙلاءُ آهي ۽ آ گرين جي ڇپاءَ

۾ ڪائي آدجڳاد آهي. هن ڌرتيءَ جي ڪائي دين آهي، جا جهوليءَ جهوليءَ ورهائبي رهي آهي ۽ فقط هڪڙيءَ ذات جو ڏاڄ نه آهي.

مون ڀڳتيءَ جي آلوهيت ۾ بہ اهوئي آواز ٻڌو آهي. هي انسان جي روحاني مساوات جو پيغمبر اهوئي پيغام دهرائي رهيو آهي، جو نرگن واد ۽ پريم مارگ ۽ ڀڳتي تحريڪ جي شاعريءَ ۾ آهي، جنهن ڪبير، ميران ٻائيءَ، سورداس، ملڪ محمد جائسي، رحيم خانان پنهنجن دوهن، چوپاين ۽ گيتن جي ذريعي هن ننڍي کنڊ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پهچايو ۽ جنهن کي سرمد ۽ دارا شڪوه پنهنجي رت سان ريٽو ڪيو.

برصغير ۾ جي بہ انساني مساوات جون روحاني تحريڪون پيدا ٿيون. جن انسان کي تعصب، تفرقي بازيءَ، ابن الوقتيءَ ۽ خود پرستيءَ خلاف تلقين ڪئي، جن انسان جي خمير ۾ ضمير کي سڀ کان اهم درجو ڏنو ۽ دولت ۽ اقتدار جي هوس کي هن جي روحاني ترقيءَ لاءِ رڪاوٽ سمجهيو، انهن سڀني تحريڪن جو تت ڀڳتيءَ جي بيت ۽ وائيءَ ۾ سمايل آهي. شاهہ جو رسالو سماوي الهام نہ آهي، اهو هن ڌرتيءَ جو الهام آهي، جو هوءَ ڪيتري وقت کان سيني ۾ سانديندي آئي هئي ۽ جڏهن ان جو پيغمبر پيدا ٿيو، تڏهن ان جي واتان اهو پيغام گل ڦل ٿي پکڙجي ويو.

جسم ۽ روح جي شاعريءَ جي انهيءَ مڌر ميلاپ، ڌرتيءَ ۽ آڪاس جي انهيءَ انو کي سنگم ۾ ئي ڀڳتيءَ جي انفراديت آهي. ڀڳتي سنڌ ۾ هند جي پيونديءَ سان اهو اسريل ميوو آهي، جنهن جي جڙ پرائي آهي، پر ذائقو نرالو آهي.

مون ڪبير ۽ ڪجهہ ٻين هندي شاعرن ۾ انسان جي عملي زندگيءَ جي چرخي سان تشبيهہ پڙهي آهي، ۽ سڄي ڪاپائتيءَ ۾ ڏنل پيغام جو ماخذ ڳولي سگهيو آهيان. پر مون پوري برصغير جي شاعريءَ ۾ ڪٿي بہ نہ پڙهيو آهي تہ ازلي حقيقت کي ڏنّت سان تشبيهہ ڏني ويئي هجي، يا جنهن ۾ انسان جي دائمي جستجوءَ کي ڏوٽيئڙي ۾ مجسم ڪيو ويو هجي، جيئن ڀٽائيءَ سر ڪاهوڙيءَ

۾ ڪيو آهي.

"سمر ڪيائون سَچ ۾، ڏوري ڏٺ لهي."

آنهيءَ ڌرتيءَ جي پيغمبر جي صدا آهي، جنهن انسان جي مادي ۽ روحاني ضرورتن ۾ هڪ پائنده رابطو ڳولي لڌو آهي.

پر اها ڏات هن ڌرتيءَ جي ڏين آهي. اوهان ميئين عنات جو ڪلام پڙهيو هوندو، ته اوهان ڏٺو هوندو ته عنات ۾ به اهيئي لوڪ- ڪهاڻيون، تمثيلون، محاورا، روزمره جو استعمال، استعارا، علامتون، ادبي اشارا، تشبيهون، تخيل، ڪلام جي فصاحت ۽ زبان جي سلاست سڀ ساڳئي رنگ روپ، سَچ ڏَچ سان ملن ٿا، جيئن ڀٽائيءَ جي ڪلام ۾ آهن. تاريخ جي ستم ظريفيءَ سنڌي ٻوليءَ جون ان ڪان اڳ جون تخليقون ناياب ڪري ڇڏيون آهن، نه ته انهن روايتن جو سلسلو ڳولي سگهجي ها ۽ انهن جو ناتو هزارن صدين سان جوڙي سگهجي ها. پر ان ۾ ڪوبه شڪ نه آهي، ته شاهه لطيف جو وجود ڪائي ازلي شعبده بازي نه آهي، پر هن ڌرتيءَ جي فن ۽ فڪر جي درجي بدرجي ارتقا جو حاصل آهي؛ ۽ جڏهن شاهه لطيف آيو، تڏهن سج جئن چانڊجي ويو، جنهن جي آهڪ ۾ ٻيا 'تارا، تِر، تِروڪڙيون' ڏڪجي ويا، ۽ پنهنجي جوت ايتري جرڪائي نه سگهيا، جيتري انهن ۾ جيلا هئي.

صديون ڇمڪي، اوچتو اهو سج گرهڻ ۾ اچي ويو. ديو مالا ۾ آهي ته راهوءَ جهڙا دئيت جڏهن سج کي وَتُ ڪندا آهن، تڏهن سج گرهڻ ٿيندو آهي. سنڌ جي جديد شاعريءَ جڏهن اک کولي، تڏهن ان جي چوڌاري اونده نظر آئي. زندگيءَ جا قدر بدلجي چڪا هئا. فاشزم جا ڪوڙا پيغمبر ڇوليءَ جا شاعرتي سمجهيا ويا.

انصاف، امن، انسان دوستيءَ جي سج کي انهن جي شاعري گرهڻ جئن ويڙهي ڇڪي هئي. اسان ڏٺو ته اسان جا شاعر، تصوف وارو انساني برادريءَ جو پيغام وساري چڪا آهن، تخليقي قوت کي تعصب جي ڏيئي ڳڙڪائي ڇڪي آهي، شاعري فقط لفاظي آهي، نقالي آهي، ادبي شعبده گري آهي ۽ ان ۾ پيغمبريءَ جي بوءِ به نه

رهي آهي. اسان ڏنو ته، اسان جي ثقافت جي جڙ ڪٽجي چڪي آهي، ۽ جا ثقافت اڪبر واڙيءَ ڦل جيئن وڌي هئي، اها ٻي پاڙيءَ ول جئن ڦهلي رهي آهي، جا اسان جون ساريون صلاحيتون سڪائي ڇڏيندي. اسان ڏٺو ته، پولڙا تاريخ جي مداريءَ جي هٿ ۾ نچي رهيا هئا ۽ شيڻهن پنجوڙ ڏسي پاسي ٿي ويا هئا.

ان وقت اسان سوچيو ته، اسان جي نجات ان ۾ آهي ته، ڀٽائيءَ سان پنهنجو سلسلو جوڙيون ته اهي روحاني قدر، جي ڀٽائيءَ جي شاعريءَ جي جان هئا، تن کي جديد شاعريءَ جو سنگ بنياد ڪيون ته هن ڪوڙ جي سڙاند ۾ وري اها سچ جي سڳند ڦهلايون، جنهن ڪان هن ڌرتيءَ جي ڪنڊ ڪڙڇ وانجهي ٿي چڪي آهي. مومل به نئين، مينڌرا به نوان، پر ڪاڪ پراڻي هئي. اسان ان ٿي پنهنجا رنگ رتول اڏيا، ۽ مستقبل فيصلو ڪندو ته اسان جي جديد شاعريءَ ٿي به ڪي صديون پونر پنيوليا ايندا يا نه!

حال جو ازلي منصف مستقبل آهي. فقط ان جي فتوا اٽل آهي، ۽ مستقبل ئي فتوا ڏيندو ته جو پيغام سنڌ جي جديد شاعريءَ ڏنو آهي، ان ۾ هن برصغير جي ڪوڙهيءَ ضمير جو علاج آهي يا نه. زندگي 'ڪوهه بي‌ستون' سهي، پر جي ڪوهڪن جي ضرب ۾ 'جُوءِ شير' جي تلاش آهي، ته تاريخ هن کي ڪڏهن به مايوس نه ڪيو آهي. سنڌ جي جديد شاعريءَ جو پيغام هي آهي:

ته ڀٽائي عظيم آهي، پر سنڌ عظيم‌ترين آهي، ته ڀٽائيءَ سان اسان جو سلسلو دراصل پنهنجيءَ ڌرتيءَ سان ناتو آهي؛

ته، سنڌ جي ڌرتي انهيءَ انساني اقدار جو سرچشمو آهي، جنهن ۾ برصغير جي مرده ضمير لاءِ آب حيات آهي؛

ته ذات سستي آهي، ۽ ضمير مهانگو آهي، ۽ ضمير جي حصول لاءِ سر جو سودو سهانگو آهي؛

ته فن جيستائين زندگيءَ جو ضمير نه، آهي. تيستائين اهو پاڻيءَ تي چٽ آهي، ان ۾ ڪائي پائندگي نه آهي.

# ڪينجھر ڪان ڪارونجھر تائين

١٩٦٦ع ۾ ميرپور بٺوري ۾ بزمِ صوفياءِ سنڌ جي
ٽين ثقافتي ڪانفرنس ۾ ڪيل صدارتي تقرير.

هي بزم صوفياءِ سنڌ جي نشست آهي. مشاعرو نہ آهي. مونکي مشاعرو لفظ ئي نہ آئڙندو آهي. بلڙيءَ واري درويش روحل ڪان وٺي روهڙيءَ واري بيڪس تائين، ڪنهن بہ مشاعري ۾ شرڪت نہ ڪئي هئي، ڇو تہ مشاعرو اسانجي ثقافت جو حصو نہ آهي. مشاعري جي تاريخ ۾ ڪڏهن بہ بيت، دوهو، وائي، ڪافي نہ پڙهيا ويا آهن. مشاعري جي روايات برصغير جي جاگيرداري دور سان وابستہ آهي ۽ شاعر جي بيڪسيءَ، مضحڪہ خيزيءَ ۽ ذلت جو عبرت انگيز داستان آهي. برصغير ۾ مشاعرا گهڻو ڪري طرحي هوندا هئا ۽ ڪڏهن ڪڏهن غير طرحي غزل، قصيدا، هجو، مسدس، مخمس وغيره پڙهيا ويندا هئا. اهي مشاعرا جاگيرداري طبقي جي تفريح لاءِ ڪيا ويندا هئا؛ شاعر يا تہ ان طبقي جا وظيفہ خوار هوندا هئا يا وظيفي جا تمنائي هوندا هئا. انعام اڪرام ۽ سروپا جا خواهان شاعر قافيہ ڪبوترن جيئن اڏائيندا هئا، ۽ بحر و وزن ۽ رديف جي سنگلاخ سرزمين تي تصور جا گهوڙا ڊوڙائيندا هئا. شمع ڦرندي رهندي هئي. غزل تي غزل پڙهيو ويندو هو. وه واه، مڪرر، مڪرر، ارشاد، مڪرر ارشاد جا آواز بلند ٿيندا هئا ۽ شاعر باربار جهڪي وري پڙهندا هئا ۽ وري داد لاءِ ڪنائيندا هئا. انهي طوائف الملوڪيءَ جي دور ۾ شاعر کي اهو احساس نہ هو تہ هن جي شاعريءَ ۽ بٽير بازيءَ، ڪبوتربازيءَ يا پتنگ بازيءَ ۾ ڪوئي فرق نہ آهي، ۽ اها فقط آقا جي تفريح جو ذريعو آهي ۽ وڌيڪ ڪجهہ بہ نہ آهي. ڇيو ويو آهي تہ ان دور جي اردو مشاعري ۾ سنجيدگي هئي جا اڄ نہ

آهي. پر ان ظاهري سنجيدگيءَ جو سبب مشاعري ۾ جاگيرداري طبقي جي موجودگي هوندي هئي، جو سامعين جي ڪابه زيادتي پنهنجي توهين سمجهندو هو. دراصل ان سنجيدگيءَ جي تهه ۾ شاعر جي بنهه بيوسي هوندي هئي. سنجيدگي فقط آدابِ محفل جي پابندي نه آهي. غالب جي فني عظمت جي باوجود هن جي درباري ماحول ۾ باربار ذلت ان جي گواهه آهي. هو ايستائين مجبور هيو، جو سپاهگريءَ کي ذريعه عزت سمجهيائين، نه شاعريءَ کي.

برصغير ۾ جاگيرداري دور جي زوال کان پوءِ، اها ظاهري سنجيدگي به ختم ٿي ويئي. سامعين فقرا ڪيا، ٺٺوليون ڪيون، ۽ جي داد ڏنو ته ائين جيئن کنهن مسخري کي ڏبو آهي. جي "داغ" دهلوي ۽ "امير" مينائي جي ڪلام سامعين کي حواس باخته ڪيو، ته اهو ائين جيئن ڪوئي بازيگر ڪرتب ڏيکاريندو آهي ته تاڙيون وڄنديون آهن. اها روايت جا سامعين جي رت جو حصو ٿي چڪي هئي، ان کي "حالي" ۽ "اقبال" بـه بدلائي نه سگهيا. پاڪستان کان پوءِ جا "جگر" مرادآباديءَ ۽ يگانه چنگيزيءَ جـي لاهور ۾ ذلت ٿي، اها ان جي گواهه آهي ته مشاعرو فقط تخريبي مشغلو آهي. اسان وٽ اهو تخريبي مشغلو سانگيءَ جي دور ۾ يا ان کان ڪجهه اڳ آيو. اسان جا ڪلاسيڪي شاعر مشاعري باز نـه ٿيا ڇوته اهي بيحد خوددار انسان هئا، ۽ هو ڪنهن جي آسڻ تي نه ويندا هئا پر ڪوڙئين انهن جي آسڻ تي اچي سلام ڪندا هئا، ڇو ته هو نه فقط شاعر هوا پر پيغمبر به هئا. هو ڪنهن طبقي جـا محتاج نـه هئا پر پنهنجي ذات ۽ ذاته عوام کـي آڇيون هوائون. هـو ڪنهن جا قصيده گو نه هئا، سواءِ سنڌ جي عوام جي، جن جي محبت هنن جي فن جو سرچشمو هئي، ۽ سنڌ جي عوام انهن کي بي‌مثال سنجيدگيءَ سان داد ڏنو، انهن جي سٽ سٽ يـاد رکي ۽ انهن جي پيغام کي پنهنجي زندگي جي نظريه ۾ شامل ڪري ڇڏيو. اسان جيڪي اڄ سنڌي ثقافت جي تحفظ ۽ تجديد لاءِ ڪئا ٿيا آهيون. انهن شاعرن جا وارث آهيون، جن انسان ذات کي هڪ لازوال پيغام ڏنو آهي-

امن ۽ انسانيت جو پيغام، سپردگي ۽ سرفروشيءَ جو پيغام، مذهبي تفرقه بازيءَ ۽ تعصب کان پرهيز جو پيغام، حب الوطني ۽ بين الاقوامي رواداريءَ جو پيغام. اسان ٻڌائي ۽ درازيءَ جـي روايت جا وارث آهيون، ۽ مشاعري جو مسخري پڻو اسان لاءِ ڪائي اهميت نه ٿو رکي. هيءَ ڌرتي جنهن ۾ اسان جي جڙ آهي، هيءَ ڌرتي جا اسان جي ماءُ آهي. هيءَ ڌرتي جنهن مان سوين فن ۽ ادب جا رنگين گل اسريا آهن، انهي ڌرتيءَ جـي، فقط انهيءَ ڌرتيءَ جي روايت اسان جي ثقافت جو حصو آهي ۽ انهي روايت جي حفاظت ئي اسان جي تخليقي ادب کي پنهنجي لازوال انفراديت ڏيئي سگهي ٿي.

اها پنهنجي ثقافت سان محبت قدامت پسندي نه آهي، ۽ نه اجنبي روايت سان بغاوت، تنگ نظريءَ جـي نشاني آهـي. جا بـه اجنبي روايت اسان جي ثقافت جي مزاج سان ٺهڪي نه اچي، ان سان لڳاءُ ۽ ان جو ڦهلاءُ، انهي وڻ ويڙهيءَ وانگر آهي، جا ساڳي وڻ کي سڪائي ڇڏيندي آهي. ثقافت هڪ جامد حقيقت نه آهي پر ان جي اوسر ان جي جڙ سـان ٿيندي آهـي؛ ڏاريءَ ڌرتيءَ ۾ اها ڪومائجي ويندي آهي. اسان جـي زرعي پيداوار واري سماج تـي جڏهن صنعتي زندگيءَ جون تقاضائون ٿيون، تڏهن اسان جي ثقافت ۾ به لازمي تبديلي ايندي، پر ان جي سنڌيت برقرار رهندي. ثقافت قوم جو روح آهي؛ ثقافت زنده هوندي آهي، نه قوم زنده هوندي آهي. ثقافت قوم جي لطيف احساسن جو نچوڙ آهي. جيئن اها پراڻي ٿيندي آهي تيئن مڌ وانگر رچي ريٽي ٿيندي آهي. قدامت سان ربط کان سواءِ جدت اڻ ٿيي، ۽ الوٽي آهي. اهو يقين ڪيو ته ڪائي به قوم ويهن سالن ۾ ثقافت پيدا نه ڪري سگهندي آهي. ثقافت صدين جي سڳنڌ آهي. اها نه مڙهي ويندي آهي ۽ نه مڱي ويندي آهي. اها قوم جـي روح مـان چشمي وانگر ڦٽندي آهـي ۽ صديون سيراب ڪندي ويندي آهي، ثقافت ڌرتي ماءُ جي ٿڃ آهي ۽ ان کان سواءِ قـوم جي نئين نسل جـو نيپاج ناممڪن آهي. سنڌ کـي پنهنجي ثقافت آهي ۽ ان ثقافت کـي بي مثال انفراديت آهي. ان انفراديت

جي حفاظت اسان جي قومي وجود ۽ ان جي ترقيءَ جي امين آهي.

هر عظيم ثقافت وانگر سنڌي ثقافت به هڪ جامع حقيقت آهي، جنهن جو فن ۽ ادب هڪ اهم حصو آهي. اسان جڏهن سنڌي شاعريءَ ۾ اگري اجنبيت محسوس ڪئي، ته اسان اُن سان بغاوت ڪئي. اسان وري بيت، دوهي، وائي، ڪافيءَ،گيت کي زنده ڪيو، ڇو ته ان ۾ سنڌ جي سڳنڌ هئي. اسان غزل، نظم، ۽ آزاد نظم جي مزاج ۾ ايتري تبديلي آندي، جو ان ۾ ڪائي اجنبيت نه رهي. اسان بحر و وزن، قافيه ۽ رديف ۾ ٻئي پوري فني لوازمات کي سنڌيت جي مزاج سان موافق ڪيو ۽ جديد کان جديد ترين انسان جي ذهني ڪشمڪش ان ۾ سمائي آياسين. هن وقت سنڌي شاعري، فڪري ۽ فني لحاظ کان، قدامت ۽ جدت جو بهترين ميلاپ آهي. ۽ ان ۾ هند و پاڪ جي عظيم تخليقي حاصلات آهي. اسان جي بغاوت قدامت سان نه پر مرده قدامت سان آهي ۽ ان اگري اجنبيت سان آهي جا اسانجيءَ مٽڙي تهذيب کي بگاڙي رهي آهي.

اڄو ته اڄ سڀئي اهو وعدو ڪيون ته اها ثقافت جا ساهه سان سانڍي ويئي آهي، جا ڪينجهر کان ڪارونجهر تائين پکڙي پيئي آهي، جا موهن جي دڙي ۽ اروڙ جي اتهاس ۾ جرڪي رهي آهي ۽ جنهن پوري برصغير جي تهذيب تي پنهنجا ترورا ڦهلائي ان کي زندگي بخشي آهي، اها ثقافت اسان پنهنجي جند جان کان عزيز رکنداسين ۽ اهو عظيم پيغام جو اسان کي پنهنجا پيغمبر - شاعر ڏيئي ويا، ڪڏهن به نه وساريندياسين ۽ ان کي هن اونداهي ڪنڊ ۾ مشعلِ راه ڪري بلند رکنداسين.

# ڄڀول ۾ گل ۽ هٿ ۾ مشعل

۱۹٦٧ع ۾ جشن روح رهاڻ جي سلسلي ۾ ٿيل
مشاعري ۾ شيخ اياز جي ڪيل صدارتي تقرير

رفيقو،

ڪيترن ئي مدت کان سنڌ ۾ منهنجي فن ۽ فڪر لاءِ محبت جو اظهار به ڪيو ويو آهي ۽ نفرت جو به. مون پنهنجيءَ مخالفت کي اهميت نه ڏني آهي ۽ هن وقت تائين ان جي جواب ۾ ڪجهه به نه چيو آهي، ڇو ته ان جي نوعيت ادبي نه آهي، ۽ ڪنهن غير ادبي ڇڪتاڻ لاءِ نه مون کي رغبت آهي ۽ نه فرصت. پر متان خاموشي نيم رضا يا اعتراف سمجهي وڃي، ان ڪري اڄ مان اوهان اڳيان سنڌ جي جديد فن ۽ فڪر سان گڏ ان جي ڪيل مخالفت جي باري ۾ به ويچار پيش ڪيان ٿو.

فرانس جي عظيم اديب ۽ فلسفيءَ سارتري، جنهن کي سال ٦٤ع ۾ ادب لاءِ نوبل پرائيز مليو، تازو ادب جي اهميت کان ئي انحراف ڪيو آهي ۽ چيو آهي ته ”مون ٻارن کي بک وگهي مرندو ڏٺو آهي. ڪوئي به ناول ڪنهن مرندڙ ٻار سان توري نه ٿو سگهجي؛ ٻار وارو پڙ هميشه ڀاري آهي.“ مون ساڳيءَ ذهني ڪشاڪش جو اظهار ٻه سال اڳ پنهنجي ڪتاب ’ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙيءَ‘ ۾ ڪيو هو. پر ان مسئلي تي مسلسل سوچ مون کي ٻئي نتيجي تي پهچايو آهي. دوستو وسڪيءَ پنهنجي هڪ ناول ۾ هيرو جي ڪردار نگاري ڪندي لکيو آهي ته ”هر چڱو لفظ چڱو عمل آهي.“ جڏهن ڪوئي به شاعر يا اديب حق ۽ باطل جو پورو شعور رکي حق جي حمايت ۾ پنهنجو قلم ٿو هلائي، تڏهن هن جي ان جرات ادب ۾ اجتهاد آڻي ٿي ۽ ادب جو اجتهاد، زندگيءَ جي اجتهاد جي ابتدا آهي. ادب فرسوده معاشري جي هر قدم کي ڏانوا-ڏول ڪري، هڪ نئين خواب جو سنگ بنياد رکي ٿو، ۽ جي ادب

۾ اها صلاحيت نہ آهي تہ ادب فقط مساڻ جي ڇپري جي گهري گهور آهي، جا موت جي سيني ۾ تہ پهچي وڃي ٿي پر زندگيءَ جو سراغ نہ ٿي پائي سگهي. ان ڪري ادب جي باري ۾ سارتري جي قنوطيت بي‌بنياد آهي. زار جي زماني ۾ روس جي آزادي‌پسند باغيءَ، اليگزينڊر هرزن ڪي، جيڪو پنهنجي جلاوطنيءَ جي دوران زار جي خلاف ڪليا خط ڇپائيندو رهيو، ڪنهن اشتعال پسند تحريڪ جي حاميءَ لکيو هو تہ "تنهنجي هٿ ۾ قلم آهي، منهنجي هٿ ۾ بم گولو؛ تون ۽ تنهنجو دور مري چڪو آهي." ان طرز ۾ ڪنهن حد تائين تاريخي حقيقت هئي، پر پوءِ ڪير چوندو تہ ميڪسم گورڪيءَ جي ناول 'ماءُ' جي انقلابي اهميت هن جي سياسي اشتهارن کان گهٽ آهي. آخر انسان جو ذهن ئي تہ ماحول کي بدلائي ٿو! ۽ منهنجيءَ نظر ۾ ذهن جي تشڪيل ۾ ادب جو نهايت اهم رول آهي.

ادب جو دليل منطقي نہ آهي، پر پوءِ بہ منطق کان وڌيڪ مجائيندڙ آهي. ادب انساني روح کي يڪدم گرفت ۾ آڻي، هن تي هڪ پائدار تاثر ڇڏي ٿو ۽ انهيءَ تاثر جو عملي زندگيءَ جي تشڪيل ۾ وڏو هٿ آهي. ان ڪري مون کي سارتري جي متينءَ چوڻيءَ سان اتفاق نہ آهي. ۽ جي هُن شاعر جي قول ۽ فعل ۾ ڪوئي تضاد نہ آهي، ۽ جي هُن جي لاءِ هر فڪر هڪ عمل جو پيش خيمو آهي، تہ هن جي شاعريءَ کي پيغمبريءَ جو درجو ملي ٿو، پر منهنجي نظر ۾ هن جو هر قول هڪ فعل آهي ۽ ان جو نتيجو، جي هن لاءِ نہ، تہ هن جي قوم لاءِ يا پوريءَ انسان ذات لاءِ لازمي طرح عمل آهي. مان ادب جي آدرش تي سوچي انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ ادب اديب جي روح جو اظهار آهي، ۽ اهو اظهار بنا مقصد جي نہ آهي، ۽ ادب جي زبان، جا ان جي اظهار جو ذريعو آهي، ۽ پوري قوم، جنهن تائين اديب جي رسائيءَ لاءِ انهيءَ اظهار جو سهارو ورتو وڃي ٿو، جڏهن انهن سيني جو وجود، ڪنهن ٻاهرئين يا اندرئين خطري سبب، خاتمي جي قريب نظر اچي ٿو، تڏهن ادب

جو پنهنجيءَ حفاظت ڪان وڌيڪ ۽ ان ڪري لازمي طرح پنهنجيءَ زبان ۽ قوم جي حفاظت ڪان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو مقصد ٿي سگهي ٿو؟ اهو لازمي نہ آهي تہ هر وقت ادب جو مقصد سياسي يا سماجي هجي، پر متغيرءَ حالت ۾، ٻئي ڪنهن مقصد جي گنجائش گهٽ آهي. ادب ۾ سياسي ۽ سماجي مقصد جو اظهار ادب جي اهميت ڪي نہ ٿو گهٽائي. اهين صحيح آهي تہ ادب جي پرک اول ادبي آهي ۽ پوءِ سياسي ۽ سماجي؛ اهين بہ صحيح آهي تہ ادبي تخليق نہ اخباري مراسلو آهي نہ اشتهار، پر پوءِ بہ ادبي تخليق جي سياسي ۽ سماجي افاديت تي مون کي ڪوئي اعتراض نہ ٿو نظر اچي. جي ادب هر لطيف فن وانگر حسن جي تلاش آهي تہ ان تلاش جي دائري کان سماج ۽ سياست کي ڇو ٻاهر رکيو وڃي؟ آخر هر عظيم سياسي ۽ سماجي ادب ۾ سياست ۽ سماج جو هڪ تصور آهي، جو ان جي خالق جي نظر ۾ تاج محل جي ترووري وانگر بڪندو آهي. هو ان تصور کي ڪنهن بہ فطري منظر کان زياده دلڪش ڪري پيش ڪري سگهي ٿو، ۽ پنهنجي جذبي کي ٻيءَ ڪنهن بہ محبت جي جذبي کان وڌيڪ ڀڙڪائي ۽ مهڪائي سگهي ٿو. هن جي ٻوليءَ جي ڪوڙاڻ امرت کي مات ڏيئي سگهي ٿي ۽ هن جي لڪٽيءَ جي واڳهہ نک ڀاڙوليءَ جي هٿ کان وڌيڪ پياري لڳي سگهي ٿي. زندگي پٽ جي ڳنڍ بہ آهي، وهہ جو ڳنڍو بہ آهي. ڪهڙو باشعور اديب هوندو، جو انهيءَ وهہ جي ڳنڍي کان منهن موڙي ويندو! گيت نہ واريءَ ۾ ڳُٿ آهي ۽ نہ فقط ڪتيءَ جي ڪانڌي؛ چڪور جو چڪوريءَ کان اهو سوال بہ آهي تہ "اهو ديس ڪٿي آهي، جتي رات نہ آهي!"

سنڌ ۾ ان جي ادب جي مستقبل تي سوچيندي، مان ڪيتري مدت کان انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان تہ هي دؤر نهائينءَ جي نيڻهن وارو دؤر نہ آهي، جي ڀاڦ نہ نڪتي تہ فقط ڪاريءَ وارا ڪک رهجي ويندا. زندگي حالات جو فيصلہ ڪن مقابلو آهي، ليلڙائپون نہ آهي، ليلي ڇپي نہ آهي؛ وقت جي صدا تي ڪن لاڻار موت جي

اڻتر اڪڪتي آهي. اديب يا هن جي قوم جي زنـدگيءَ ۾ ڪڏهن ڪڏهن اهڙو مرحلو اچي ٿو، جو ان کي هر هموار راهه تـان هٽڻو پوي ٿو ۽ ٻاهريءَ ڪنڊ تي ٻرانگهه ڏئي منزل تائين رسائي سگهي ٿي. اڄ سنڌي ادب، پنهنجا پير لهولهان ڪندو، انهيءَ ناهموار خارزار کي لتاڙي رهيو آهي. جي اهو ادب زنده رهيو ته سنڌ زنده رهندي ۽ جي نه رهيو ته پڻاڻيءَ جي پٽڪان موهن جي دڙي تائين ساڳي ويراني وسندي نظر ايندي. اوهـان يقين ڪريو تـه سنڌ جي جديد ادب جا دشمن سنڌ جا دشمن آهن، انهيءَ ملير جي مٽيءَ جا ويري آهن، جنهن مارئيءَ کي جنم ڏنو هو ۽ جا ڪنهن به ڪوٽ ۾ قابو رهي نه سگهندي آهـي. دنيا جي ادب جي مطالعي مونـکي انهيءَ نتيجي تي پهچايو آهي ته جيڪو به شاعر يا اديب هن زندگيءَ جي ڪاروان لاءِ راهه هموار ڪرڻ واسطي اڳـ ۾ نڪتو آهي، ان جا پير مخالفت جي ڪنڊ لهولهان ڪري وڌا آهن، پر پوءِ به قافلي جا قدم وڌندا رهيا آهن ۽ منزلون ملنديون رهيون آهن. مون کي جيفرسن جو هڪ قول ياد اچي رهيو آهي ته ”سچ هڪ انسان جي اقليت ۾ پيدا ٿيندو آهي ۽ سچو انسان ۽ هن جي جرات اڪثريت جـي برابر آهي.“ ائين صحيح آهـي تـه آرٽ ۽ ادب ۾ سچ ۽ ان جي مستقبل جو مبهم تصور اچي ٿو، جيتوڻيڪ فنڪار جي نظر ڌرتيءَ جي دل چيري، اڳ ۾ ڏسي ٿي تـه ڪهڙو سلو ساماڻجي، رنگ ۽ خوشبوءِ جو مظهر ٿيندو ۽ ڪهڙو فقط ڪانـڌيرا ڦهلائيندو ويندو. برونو، ٽالسٽاءِ، روسو، والٽيئر، گورڪيءَ ۽ ڪجهه ٻين انهيءَ سچ جي هڪار پهريون هئين ۾ محسوس ڪئي ۽ انهن جـي دور جي معاشري ان جي شگفتگي ڪيترو وقت پوءِ ڏٺي. پر اهو سچ ۽ ان جي مستقبل جي اظهار ۾ ابهام ٿئي ٿو، ڇوته تاريخ اها رقاصه آهي، جا رسيءَ تي قلابازيون کائيندي رهي آهي ۽ ڪڏهن به ڪوئي به يقين سان چئي نه سگهيو آهي ته اها ڇيڙي تائين ڪڏهن ۽ ڪيئن پهچي سگهندي. ليڪن نه فقط زندگي اميد تي قائم آهي، پر هڪ سچي فنڪار جو موت به اميد تي قائم آهي- اها اميد نه هيءَ ڪاريهر

جهڙي ڪاري رسي ڪٽي ته ڪنندي، ۽ پرين جي پاڻل نيٽ ته ڇم ڇم ڪندي هن تائين پهچندي!

اسان تي الزام ڏنو ويو آهي ته اسين ماده پرست آهيون. اسان جو نثر ۽ نظم گواهه آهي ته اسان ماديت جي فلسفي کي ڪڏهن به آخرين حقيقت نه سمجهيو آهي، جيتوڻيڪ اسان کي مادي زندگيءَ جي بي‌انتها اهميت ۽ افضليت جو اقرار آهي. ڪوڙهڻي سماج جو روح به ڪوڙهيو هوندو آهي؛ جو اديب زندگيءَ جي ڏاڍ، ڏمر ۽ ڏک کان منهن موڙي، اهو ڪائر ۽ ڪميڻو آهي؛ هو پنهنجي فرار جي باوجود ادب تخليق ڪري سگهي ٿو، پر هو فقط ڪوڙي ڪيمياگر وانگر ڏنگيءَ جي ڏک پيدا ڪري سگهي ٿو، باقي هن وٽ آهي رکو ڏڪي جو ٿامون. سرجهار جوڻي جنسار سان دل نه بهلائيندو آهي. فراري ادب زندگيءَ جي ڪاري کوهه ۾ ڪوڙ جي ڪنگري آهي- جنهن ۾ وسوڙا آب حيات تلاش ڪن ٿا. اهڙو ڪوبه اديب نه آهي، جو دلي طرح مادي زندگيءَ کي اهميت نه ڏيندو هجي، پر مادي زندگيءَ ۾ انقلاب لاءِ ڪوشش 'ڪپروءَ جي راند' نه آهي ۽ 'سسي نيزي پاند اڇلڻ' هرڪنهن جي وت ۾ نه آهي.

نئين ادب تي اهو الزام به ڏنو ويو آهي ته اهو اشتراڪي آهي. جنهن به اهو الزام ڏنو آهي تنهن جڪ ماري آهي ۽ پنهنجي بغض ۽ حسد سبب الزام تراشيءَ جي ڏُن ۾ اچي يا نه جديد ادب جي پوري مطالعي ڪرڻ کان ئي انڪار ڪيو آهي يا ته هن کي نظرياتي پرک ۽ پروڙ بنهه ڪانه آهي. هونئن به شاعر هڪ جذبات ۽ قلبي واردات وارو انسان آهي. هو طبيعتاً هر مسلڪ پرست رجحان ۽ اصول جي نيڻن کان گهبرائيندو آهي. جو زندگيءَ جي تنوع ۽ تحرڪ پريءَ حقيقت سان محبت ڪري، ان جو ڪنهن به جامد نظريي سان نباهه ناممڪن آهي. شاعر جا پر نمايان فرض آهن. ۽ اهي آهن ته نه فقط جيئن دنيا آهي، ان جو آئينو ٿئي، پر جيئن دنيا ٿيڻ گهرجي ان جو تخيل به پيش ڪري. هن جو هرسياسي جماعت

ڪان ٻاهر رهڻ جو سبب هن جو هٺ نه پر هن جي نهٺائي آهي. هن جي انسانيت جي پيچيدگيءَ اڪائي سان عقيدت آهي. اها هن جي فراخدلي آهي، جا هن کي ڪنهن به سياسي جماعت سان شامل نٿي نه ٿي ڏئي پر اسان جا مخالف، جن مان ڪي فقط عمر ۾ بزرگ آهن، اسان کي سمجهي نٿا سگهن ۽ اونده ۾ ڏنوڙا ٿا هڻن ڇوته جدت پسند اديب اڄ ڪلهه جيڪي پڙهي رهيا آهن، ان جي فقط هڪڙي صفحي کي سمجهڻ لاءِ انهن اڻ پڙهيلن ۽ نامنهاد بزرگن کي ٻن ڄمن جنمن جي ضرورت آهي. آزاد نظم کي اشتراڪيت جي سازش سمجهڻ وارا ۽ چانڊوڪيءَ کي دهريت سڏڻ وارا انڌا اونڌا ويچ وڏيڪ توجه جا مستحق نه آهن.

مون هميشه انفراديت ۽ انفراديت پرستيءَ ۾ فرق ڪيو آهي. انساني زندگي اجتماعي آهي ۽ انفراديت پرستي ان لاءِ مهلڪ آهي. باقي انفراديت هر عظيم فنڪار لاءِ ايتري ضروري آهي جيتري گل لاءِ خوشبوءِ. هر عظيم فنڪار هڪ جوڙڻهار آهي ۽ پنهنجي ڪائنات جو جوڙيندڙ آهي. فن زندگيءَ لاءِ هوندي به، ان کان متيرو آهي؛ فن جي ڪمال ۾ زندگيءَ جي روحانيت جي تڪميل آهي. هر عظيم شاعر جي سٽ ڏسي يڪدم انهيءَ نتيجي تي پهچجي ٿو ته اها خوشبو فقط هن جي روح جي ٿي سگهي ٿي. مون ڪڏهن به عظيم فن کي ڏٺيل راهه يا پيري جو محتاج نه ڏٺو آهي. فن هميشه اڻانگي واٽ ورتي آهي، جنهن تي اڳ ڪنهن به پکيءَ جو پاڇو نه پيو آهي. عظيم فن جي منزل ان جي پهرئين قدم تي به شروع ٿئي ۽ ان جي پوئين قدم تي به رسائيءَ کان دور نظر اچي ٿي. عظيم فن ازل کان ابد تائين ٻرندڙ شعلو آهي، جنهن جي مشعل سڏ پنڌ ڪان پوءِ بدلجندي رهندي آهي. ان کان سوا اها جوت جڳاءَ نه ڪري سگهندي آهي.

انفراديت تڪنيڪ لاءِ به ضروري آهي ۽ فڪر لاءِ به؛ پر هر متشاعر شاعر نه آهي هر بحر وزن جو مشاق نظم گو نه آهي، جيئن هر تعمير تاج نه آهي ۽ هر رنگ آميزي ”مونا ليزا“ نه آهي،

فن جي جان ان جي هئيت نہ آهي، پر اهو آتشين شراب آهي، جو جام کي جرڪائي ٿو. شاعر ڪنڀار جو ڪاروبار نہ آهي، ڪلال جي ڪانڌ آهي، ۽ سري جي سڳنڌ ڪان سواءِ هر ٿانءُ مٽيءَ جو ڀنوڙو آهي. شعر جو تخيل هئيت ائين حاصل ڪندو آهي، جيئن باز بلبل کي جهٽي. هئيت جي تخليق بہ حسن جي تخليق آهي، پر بلورين جام احمرين شراب ڪان سواءِ بي‌معنيٰ آهي. اهو بہ ظاهر آهي تہ هر بحر و وزن جو مشاق دلفريب هئيت جي تخليق جو اهل نہ آهي. هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي تہ اهو قافيو ڪم آڻي، جو ساريءَ سٽ جو ساهہ هجي، جو ڪان وانگر ڪڙ ڪڙ ڪري ڇپي بہ وڃي ۽ وادوڙڪي وڌ تي پيار مان ڀٽيون بہ ڀڃي. هر ڪنهن جي وس جي ڳالهہ نہ آهي تہ جذبات جي جوار ڀاٽا کي ائين ڇٽي، جو وير، واري، ڇر، ڇولي جدا جدا بہ هجي ۽ هڪ ٻئي ۾ سمايل بہ. پاسترناڪ جي ناول ”ڊاڪٽر زواگو“ ۾ اديب ۽ شاعر لاءِ ڇيل ڇينين سٽن تي مون ڳاڙهو نشان ڏيئي ڇڏيو آهي:

”ٻولي جيڪا سونهن ۽ سمجهہ جو گهر آهي، اها پنهنجو پاڻ سوچڻ ۽ ڳالهائڻ شروع ڪري ٿي ۽ ڀرپور سنگيت جو روپ وٺي ٿي- ٻاهرين ٻڌجي سگهندڙ آوازن جي لحاظ کان نہ، پر پنهنجي اندرئين اڇل ۽ اڌهل وهڪري جي لحاظ کان. پوءِ جيئن هڪ مها نديءَ جي تيز ڌارا پنهنجيءَ رفتار سان پٿرن کي لسائيندي ۽ ڦيٿن کي هلائيندي، اڳتي وڌندي رهندي آهي، تيئن ٻوليءَ جو وهڪرو پڻ، پنهنجن قانونن مطابق، وڌندي وڌندي، وزن جي جوڙ ۽ قافيي جو جڙاءُ ۽ ٻيا ڪيئي اهڙا سٽاءَ ۽ گهاڙيٽا تخليق ڪندو رهي ٿو، جيڪي هيلتائين نہ ڪڏهن لڌا ويا آهن ۽ نہ ويچاريا ويا آهن ۽ نہ وري انهن کي اڃا تائين ڪي نالا ئي ڏنا ويا آهن.“

ڇا اهي چاڻن ٿا تہ شاهہ جي هي سٽ ”پيشانيءَ ۾ پرين جي، پلائي جا پير“ ۾ زبان جي شيرينيءَ جو سبب فقط ”پيشانيءَ“ ۽ ”پرين“ جي ’پ‘ ۽ ”پلائي“ ۽ ”پير“ جي ’پ‘ جو تڪرار نہ آهي، ۽ ان سٽ جو صوتي تاثر ”پيشانيءَ“ جي وچين ’الف‘ ۽

"پلائي" جي وچين 'الف' ۽ "پرين" جي وچين 'ر' ۽ "پير" جي پوئين 'ر' جي تڪرار تي ٻه مدار رکي ٿو ۽ ان کان سواءِ ختم ٿي وڃي ها؟

جديد ادب جي ٽڪنيڪ جو معيار نه جديد آهي، پر چا ڪجي جو اسان جا بزرگ نقاد اسان کان هڪ صدي پٺتي آهن ۽ "بر مزار ما غريبان ني چراغي ني گلي" چئي انهيءَ هر اديب کي گاريون ڏئي رهيا آهن جنهن کي جهوليءَ ۾ گل ۽ هٿ ۾ مشعل آهي. اسان کي هنن جي حال تي افسوس آهي، فقط افسوس آهي، فقط افسوس آهي.

فقط فارسي ۽ عربي تقطيع کي شاعريءَ جي معيار سمجهڻ وارن ڪڏهن اهو نه سوچيو آهي ته جديد سنڌي شاعريءَ ۾ ايتري بي‌پناه موسيقي ڇو هي؟ هنن ڪڏهن اهو به جاچيو آهي ته جديد بيت دوهي يا وائيءَ جي ڪنهن به سٽ ۾ ڪيترا، نڙيءَ سان، تارونءَ سان يا چپ سان اچاريل اکر آهن ۽ انهن جو توازن ۽ همآهنگي ئي شعر ۾ موسيقي پيدا ڪري ٿي. اهو توازن ۽ همآهنگي ذات ۽ ڏانءُ جو وڏي ۾ وڏو ڪمال آهي ۽ پوري زندگيءَ جي رياض جو نتيجو آهي. ڪنهن استاد کي اها خبر به آهي ته تجنيس حرفي فقط لفظن جي ٻهرين اکرن جو تڪرار نه آهي، پر وچن ۽ پوين اکرن جو تڪرار به ٻوليءَ ۾ بيحد شيريني پيدا ڪري ٿو!

وقت جي ڪمي سبب مان جديد فن ۽ فڪر تي مفصل بحث نه ٿو ڪيان ۽ آخر ۾ ان ساريءَ سنگت جو احسان ميان ٿو جنهن مون کي هن مشاعري جي صدارت جو شرف بخشيو آهي ۽ سنڌ جي نئين فڪر ۽ فن جي جرات سان حوصلا افزائي ڪئي آهي. روح رهاڻ رسالو جديد ادب جي اشاعت ۾ اڳرو رهيو آهي ۽ ان جي اداري هر مشڪل جي باوجود، جدت پسنديءَ جي حمايت ڪئي آهي، جنهن لاءِ جناب حميد سنڌي ۽ هن جا سنگتي مبارڪباد جا مستحق آهن.

جيئي سنڌ

# هڪ تقرير

سنڌ يونيورسٽيءَ ۽ انجنيئرنگ ڪاليج، ڄامشورو، جي هاسٽلن ۾ رهندڙ شاگردن طرفان، ١- ڊسمبر ٧٦ع تي ملهايل ”سنڌي شام“ ۾، مشاعري جي صدارت ڪندي، محترم شيخ اياز جي پڙهيل صدارتي تقرير.

سنڌڙيءَ جا سپوتو، ــــ ڪجهه سال ٿيا ته، مان ۽ منهنجا دوست، لڪيءَ جي چشمي ڏانهن وڃي رهيا هئاسين. چشمي ڏانهن وڃڻ لاءِ، جبل مٿان ڏاڪڻ ٺهيل آهي. انهيءَ ڏاڪڻ تي مون هڪ عورت ريڙهيون پائيندي ڏٺي. ڪٽڪ وني، سڄ ورني سونهن، اڌ پيرو ڳچ، چڳن ۾ چيڙهه ــــ ڪائي ڀهراڙي جي وينگس ٿي لڳي. هن جو ساڄو پير سنڌي ڀڪ ٿي پيو هو، جنهن تي ڪپڙن جا موڙا ٻڌل هئا، ۽ هوءَ ڪاٺي پير سان گيسرندي چڙهي رهي هئي. شايد چشمي جي پاڻيءَ ۾ چوٽڪاري جي ڳولائو هئي. مون ان وقت سوچيو هو ته فقط ڪاٺي پير جي سهاري، هن کي ڏاڪڻ چڙهڻ ۾ ڪيتري نه تڪليف ٿي ٿئي! اوچتو مون کي اها عورت علامتي روپ ۾ نظر آئي هئي. هيءَ اڳهين سنڌ هئي، جا ڪاٺي پير جي سهاري، انهيءَ ابديءَ چشمي ڏانهن وڃي رهي هئي، جتان ان کي شفا ملڻي هئي.

ڪجهه ڏينهن اڳ، جڏهن اوهان سکر ۾ ”سنڌي شام“ ملهائي، ۽ لڳاتار سادا ات ڪلاڪ تقريرون ٿيون، نعراءَ بحال ڪيا ويا، قومي گيت پڙهيا ۽ ڳايا ويا، تڏهن اها علامت منهنجي اکين اڳيان آيري آئي، ۽ مون ڏٺو ته اڳهين وينگس، ڏاڪڻ تي چڙهي، چشمي جي ڪناري تي پهچي چڪي آهي.

مون هڪ نثري نظم ۾ لکيو هو ته ــــ

”جڏهن جبر وڌي ويندو آهي،

تڏهن شاعر کي علامت جو سهارو وٺڻو پوندو آهي.

علامت، شاعريءَ جي زره آهي؛

علامت اهو نقاب آهي،

جنهن سان فقط شاعري جي اکين جي آگ ٻرندي نظر ايندي آهي!"

پر هڪ سنڌي سگهڙ، منهنجي هر علامت کي پنهنجيءَ هڪ ڪچهارت سان شهه ڏيئي ويو. مان ۽ منهنجا ڪجهه دوست، "رني ڪوٽ" جي قلعي ۾ ويٺا هئاسين، ۽ سنڌ جي تاريخ تي بحث ڪري رهيا هئاسين، ته اهو سگهڙ اچي نڪتو هو. هن کي هڪ ڪلهي تي پاٽيءَ جي ڪلي هئي ۽ ٻئي ڪلهي تي رائيفل. هو ڀراڙيءَ جي هر سنڌيءَ جئن سواجهڙو ۽ ڳالهين جو ڳهير هو، پر هن جي اکين ۾ ناهر جي نهار ۽ لڱ لڱ ۾ چيتي جي ڦڙتي هئي. ڳالهيون ڪندي، مون هن کان پڇيو ته "اوهان سڌ ڪنهن کي ڏيندا آهيو؟" جواب ڏنائين ته "اسان جو سائين به اهو، پوتار به اهو، سڌ به جي.ايم. سيد کي ڏيندا آهيون." پوءِ هن اسان کي ڪجهه ڪچهارتون ڏنيون. ڏيڻيون به ٻڌايائين ۽ پڇڻيون به ٻڌايائين. آخر هڪڙي ڪچهارت ڏيئي، هن چيو، "هيءَ ڪچهارت مان به پچي نه سگهيو آهيان ۽ هن وقت تائين ڪوئي ٻيو به پچي نه سگهيو آهي."

اها ڪچهارت هيءَ هئي — "ڪانئون ڪاٺ ٻياس، هي مرون نه منهنجي وس!"

مون، هن جي چيتي جهڙي سڊول بدن کي ڏسي، هن جي رائيفل ۾ هٿ وجهي چيو، "تعجب آهي، تون سڌ به جي.ايم. سيد کي ڏيندو آهين، پوءِ به اها ڪچهارت پچي نه سگهيو آهين. جنهن کي هڪ ڪلهي تي پاٽيءَ جي ڪلي هجي ۽ ٻئي ڪلهي تي رائيفل، ان لاءِ اها ڪچهارت ايتري ڏکي ته هجڻ نه کپي! پر ٻيلي، اها ڪچهارت فقط ٻيڙي فقير (١) لاءِ نه آهي، اها ڪچهارت سنڌ جي پوري نئين نسل کي پچڻي آهي."

اڄ مان ڏسي رهيو آهيان ته اوهان اها ڪچهارت پچي چڪا

(١) ٻيڙو فقير — سنڌ جو مشهور سگهڙ.

آهيو. ڪوئي سگهڙ مڃي نہ مڃي، ان جي پڇاڙي فقط اها آهي، جا اوهان جو نعرو بڻجي چڪي آهي- ”جيئي سنڌ! جيئي سنڌ!“

منهنجا سڄڻو! اهو ”جيئي سنڌ“ فقط جذباتي نعرو نہ آهي، جنهن سان ڪوڙ جا قلعا لڏي وڃن ٿا ۽ انهن جي ڪنگرن ۾ ڪنبڻي اچي وڃي ٿي. ان نعري جي پس منظر ۾ ثقافت ۽ قوميت جو اهو تخيل آهي، جو سنڌ جي تقدير بدلائي سگهندو آهي، ۽ جو انهيءَ جڙتو ثقافت جي جڙ تي ڪهاڙيءَ جو وڌ آهي، جا اوهان تي مڙهي ويئي آهي. قوميت نہ فقط ٻوليءَ جو ڳانڍاپو آهي، نہ فقط ڌرتيءَ ۽ روٽيءَ جو ڳانڍاپو آهي؛ قوميت اهي سيئي ڳانڍاپا هوندي بہ انهن کان ڪجهہ وڌيڪ آهي. ڳنڍير جي ڳنڍين ۾ جيستائين مارئڙن جو من پڌل نہ آهي، تيستائين قوميت جو تخيل مڪمل نہ آهي. قوم، زبان جو اشتراڪ، زمين جو اشتراڪ ۽ معاش جو اشتراڪ بہ آهي، ۽ انهيءَ اشتراڪ ۾ انسانن جي نفسياتي ساخت جي يڪسوئي بہ آهي. اها نفسياتي ساخت، زمان ۽ مڪان جي لڳاتار سلسلي سان جڙندي آهي ۽ ان تي اثرانداز بہ ٿيندي آهي. اها من-ورتي قوم جي سياڻ جي جڙ هوندي آهي ۽ ان جي ثقافت ۾ ڦلندي ڦولندي آهي. ان کي ڪائي شڪل صورت نہ آهي پر قومي ثقافت سان ان جو هڳاءُ دور تان پڌرو هوندو آهي. ڇپر جو پتو ڇاٽ سان ٻوندو آهي؛ جي پٺاڻيءَ ۽ سچل جو وجود نہ هجي ها، تہ هيءَ پسيءَ ۽ پيرونءَ جي ڌرتي، قوم پيدا نہ ڪري سگهي ها. قوميت ذات بہ آهي، ڏوٿيڙو بہ آهي ۽ اها مارئيءَ جي پڪار بہ آهي، جنهن صحرا جي سٿر کي معني بخشي آهي. فقط رياست قوم ناهي نہ سگهندي آهي ۽ نہ ڪوئي سطحي سرڪاري انتظام ان جي اڏاوت ڪري سگهندو آهي. قوم فقط انساني گروهہ بندي نہ آهي ۽ نہ وري قوميت هجوم جي تعداد ۽ ان ۾ عارضي طور اتحاد تي مشتمل هوندي آهي. ڪاش! مان اوهان کي ٻڌائي سگهان تہ اڄ کان ويهہ سال پوءِ، مون کي سنڌ ڪيئن نظر اچي رهي آهي. ممڪن آهي تہ ان وقت مان نہ هجان، پر منهنجي شاعري اوهان جي ضمير ۾ شامل هوندي.

في الحال، اوهان لاءِ، جي منهنجيءَ هر نئين ادبي علامت تي هري ويا آهيو، اهو ڪافي آهي ته اسان جي قوميت اها مارئيءَ جي پڪار آهي، جنهن صحرا جي سترڪي معنيٰ بخشي آهي، ۽ اها پڪار اسان جيءَ پنهنجيءَ ٻوليءَ ۾ آهي، ۽ ان پڪار ۾ جنهن گرم لهو جي لرزش آهي، اهو لهو انهيءَ ذات جي ذات آهي، جو اسان کي ملير جي مٽيءَ ڏنو آهي. اها مارئيءَ جي پڪار، اها ٻولي، اهو ذات ۽ ملير جي مٽيءَ اوهان وٽ امانت آهي. اوهان کي ساهه ٿيڃ نه بخشيندي، جي اوهان انهيءَ امانت جي هر حالت ۾ حفاظت نه ڪندوءَ.

منهنجي ڌرتيءَ جا نونهالو! سنڌڙيءَ جي مستقبل جون روشن مشعلو! تاريخ اهو آئينو آهي، جنهن کي ڏسڻ ڪان فقط اهو ڏڪندو آهي، جنهن کي منهن تي ڪوڙهه هوندو آهن. موهن جي دڙي ڪان ميڏيءَ تائين تاريخ جا وارثو! اوهان کي هڪ ڪوڙهي ثقافت آڇي وڌي آهي، جا تاريخ جي آئيني ڪان ڇرڪي رهي آهي. ڪو وقت هو، جو مون مونن مان منهن ڪڍي، پٽائيءَ جي انهيءَ ڪيٺري ڏانهن ڏنو هو جو ڪيري تي لٽڪي، ڪنجي ويو هو. مون سوچيو هو ”اهو لاهي ته ڏسان، متان وڃي پئي!“ اڄ نئين جي ڏان، سنڌ جي ڪنڌ ڪرڙيڄ ۾ گونجي رهي آهي. اڄ اهي ايرانـي ۽ وچ ايشيائي تهذيب جا نرچا پينو، اوهان کي پنهنجو ڪچڪول ڏيکاريندي لڄ مري رهيا آهن. اڄ اوهان جو ادب، اوهان جيءَ پوريءَ ڌرتيءَ لاءِ هڪ اوچـي مشعل آهي . مرڻينگ هٿ، ان کي ڇـا وسائي سگهندا! اڳ ٻـه اوهان هن برصغير کي زندگيءَ جو مهذب نظريو ڏنو هو، ۽ تاريخ جو هر ڪتاب اوهان جي عظمت جي داستان سان شروع ٿيندو آهي ؛ هن ڀيري ٻـه اهو بار اوهان جي ڪلهن تي آهي، ۽ تاريخ جو نئون موڙ ، اوهان جي قدمن جو منتظر آهي. اها مشعل بلند رکندا اچو؛ ٻوليءَ جو مسئلو آخرين مرحلو نه آهي، منزل اڃا ٻه اڳتي آهي، اڃا ٻه اڳتي آهي، اڃا ٻه اڳتي آهي. ـــ ”جيئي سنڌ!“

# اي تاريخ جي تسلسل جا پاسبانو!

## ۱۹۶۸ ع ۾ جشن روح رهاڻ جي موقعي تي ڪيل تقرير

منهنجا رفيقو! ترقي پسند اديبو! سنڌڙيءَ جا سپوتو ! هي ڏوڙ تاريخي ڏوڙ آهي؛ جو سنڌ صدين ۾ نه ڪري سگهي هئي، اهو اوهان ڪجهه سالن ۾ ڪري ڏيکاريو آهي. اوهان جي شعر ۽ ادب، پنهنجيءَ تاريخ ۽ ثقافت سان ڀرپور محبت پيدا ڪري، جنهن قومي شعور کي اڀاريو آهي، ان لاءِ مستقبل جي تاريخ اوهان جي احسانمند رهندي. اوهان فن ۽ ادب ۾ جا اظهار جي آزادي ڏيکاري آهي ۽ ان آزاديءَ لاءِ جا قيمت ادا ڪئي آهي، ان جو مثال پوري برصغير جي ادب ۾ ڪٿي به نه آهي.

هر سال هي ميڙ هڪ ماناري وانگر لڳندو آهي ۽ ڪا ماڪيءَ ڪان مٺي رَسُ اوهان کي چکي، هتي آڻيندي آهي. اوهان جي پڙ جهڙي ۾ انهيءَ اڪير جو رسيلو آهنگ هوندو آهي، جنهن اڪير سنڌڙيءَ جي ساري سڳنڌ چوسي، اوهان جي مٺڙيءَ ٻوليءَ کي ورسايو آهي. اسان مان هر ڪنهن جي فني انفراديت پنهنجو الڳ رستو ڳولي سگهي ٿي، پر اسان سڀني جي منزل هڪڙي آهي.

حُب الوطني، پنهنجي فن سان ديانتداري، عالمي امن، سماجي انصاف، سياسي ۽ اقتصادي برابريءَ لاءِ جدوجهد ۽ زندگيءَ جي ٻي هر ترقي پسند قدر جي حمايت ۽ اُن حمايت جو پنهنجي هر تخليق ۾، هر رُڪاوٽ جي باوجود، پوريءَ آزاديءَ سان اظهار، اهي سڀ مقصد اسان کي هر سال هن جشن روح رهاڻ ۾ ڪٺو ڪن ٿا، ۽ اسان جي هن اجتماع کي پنهنجي مقصديت جي روشنيءَ سان منور ڪري، اُن کي مُلڪ جي ٻيءَ هر ثقافتيءَ سرگرميءَ کان مختلف ۽ ممتاز ڪن ٿا. اڄ ڪلهه جڏهن انعامن اڪرامن، سيرن

سفرن، معاوضن ۽ وظيفن ڇوڏاري ادب ۾ ضمير فروشيءَ جــي بازار گرم ڪري ڇــڏي آهي، تــڏهن فقط اسان ئـــي ، ڪنهن جماعتي تشڪيل کان سواءِ، هڪ ادبـــي جماعت آهيون، جن انسانيت ۽ انصاف جي ڀرپور حمايت ڪئي آهـــي ۽ رجعت پرست قوتن جي بي انتها مخالفت، جبر ۽ تشدد جي باوجود اڳي کان اڳرا آهيون.

اسان هڪ منظم تحريڪ نہ آهيون، پوءِ بہ اسان جن ادبي ڪوششن ايتري جنبش پيدا ڪئي آهي، جو ڪوڙ جو سارو ڪوٽ لڏي رهيو آهي ۽ اُن جي مورچن تي بيٺل پهريدار پنهنجو توازن رکي نہ ٿــا سگهن ۽ پنهنجا اُبتا سُبتا تير هيڏانهن هوڏانهن اُڇلي رهيا آهن ۽ اسان آهي تير پنهنجن هٿن سان مروڙي انهن جي ڦـڪي منهن ۾ هڻي رهيا آهيون. تاريخ جي ڌارا کي ڪوئي بہ وقتي، وهلور وجي اڃــا تائين روڪي نـــہ سگهيو آهي. ارتقا جي وهڪري هــر رجعت پرست قـــوت کي لوڙهي لـــتي ڇڏيو آهي؛ ڪوئي بـہ ارتقا جي وهڪري کي روڪي نہ سگهيو آهي. اِهو وهڪرو هڪ گونجندڙ گرجندڙ سمند وانـــگر ڪيئي پهاڙ ڀاڙ کـــان پٽي ڦٽي ڪندو آهي. زندانن جون سيخون انسانن کي روڪي سگهنديون آهن. تاريخ کي ڪابہ رڪاوٽ، ڪابہ بندش، ڪوبہ تشدد روڪي نہ سگهيو آهي. تاريخ کي هڪ پـــڪو وهي کاتو آهي ۽ اُهـــا هر غدار کان گڏيل وياج سان قرض چـــڪائي وٺندي آهي ۽ هر محب الوطن کي مُندي خارج مؤر بہ موٽائي ڏيندي آهي. تاريخ وٽ دير آهي، انڌير نہ آهي ۽ اُن جي ديگ جڏهن بہ ٽپندي آهي، تڏهن هر حرامخور جي هــڏي ســڏي رجـهي ويندي آهي. تاريخ دؤر دؤر جــا ڪيئي لاش مقدس مقبرن مان ٻاهر ڪڍي اُڇلائي ڇڏيا آهن ۽ اُنهن جي هــڏاون پڃرن کي ڇؤنڪ ڇونڪ تي لٽڪندو ڏٺو ويو آهي. تاريخ لاءِ اها نئين ڳالهہ نہ آهي تہ اڄ جو محب الوطن سڀاڻي جـــو غدار ليکيو وڃي، ۽ اڄ جو غدار سڀاڻي جو عظيم محب الوطن مڃيو وڃي.

اي تاريخ جي تسلسل جا پاسبانو! اي منهنجيءَ ڌرتيءَ جا سيرڦريا انسانو! ترقي پسند اديبو! سنڌڙيءَ جا سپوتو! اوهان شعر

۽ ادب ۾، اوهان پنهنجيءَ هر فني تخليق ۾، پنهنجيءَ هر تحرير ۽ تقرير ۾، انساني عظمت جو پرچم بلند رکندا اچو؛ هڪڙو ڪتنجي ڪري، ته ٻيو هُن جي پرچم کي هن جي هٿ مان وٺي، اُن کي اڳي کان به وڌيڪ اوچو ڪري، اڳتي وڌي.

آخر ۾ علامه آءِ آءِ قاضي جي خود دار ۽ باضمير شخصيت کي، جا زندگيءَ ۾ عظيم هئي ۽ موت ۾ عظيم‌تر آهي. مان پنهنجو سلام ڪري، هن جشن جو افتتاح ڪريان ٿو.

# تعليم کان سواءِ آزاديءَ جو صحيح شعور ممڪن نہ آهي

آرٽس ڪائونسل ڪراچيءَ ۾ ساٿي پارڙا سنگت جي مذاڪري تي تقرير جيڪا ماهوار 'سنڌ سُجاڳ' جي ۱۴- آگسٽ ۸۷ع جي شماري ۾ ڇپي

پيارا ساٿيو، نوجوانو، هم عصر دوستو، مان اوهان جو ٿورائتو آهيان جو هن گڏجاڻيءَ تي صدارت لاءِ اوهان منهنجو انتخاب ڪيو آهي. هونءَ تہ آنءُ صحت جي خرابيءَ سبب ڪنهن جلسي ۾ وڃڻ کان ڪيپايان ٿو، پر ڪراچيءَ ۾ هوندي اوهان جي سڏ کي- اوهان جي سنڌ جو نئون نسل آهيو، لنوائي نہ سگهيس ۽ چاهيم تہ اوهان کي ڪجهہ هدايتون ڪيان، جي منهنجي نظر ۾ ضروري آهن.

ڏکڻ آفريڪا جي سياہ فام شاگردن جو نعرو آهي. ”انقلاب اڳ ۾ ۽ تعليم پوءِ.“ اهو نعرو سفيد فام لوڪن جا وارڪانداري ٿو ۽ انهن ۾ ڪنبڻي وجهي ٿو ڇڏي. پر ان نعري جو هڪ منفي پهلو بہ آهي. نئون سياہ فام نسل نہ انجنيئر، نہ ڊاڪٽر، نہ ٽيڪنيشن، نہ سماج جا ٻيا ڪارآمد پڙهيل ڳڙهيل ماڻهو پيدا ڪري رهيو آهي پر نوجوان جي صحيح انقلابي تعليم کان وانجهي آهن، اهو نتا ڄاڻن تہ انقلاب ڇا آهي، انقلاب ڪيئن آندو وڃي، ڪيوبا، ويٽنام وغيره ۾ انقلاب ڪيئن آندو ويو هو، اتي جون حالتون ڪهڙيون هيون ۽ اتي جي سر زمين ڪهڙي هئي، انهن جو نفسياتي پس منظر ڪهڙو هيو ۽ ٻيا مسئلا ڪهڙا هيا، اتي تنظيم ڪيئن ڪئي وئي هئي ۽ حالتون آفريڪا جي حالتن کان ڪيترو مختلف هيون ۽ ڪيترو ملئيون جلئيون ٿي.

چين ۾ به ثقافتي انقلاب واري دور ۾، ٻنهي مختلف ماحول، ڏهه سال اڻ پڙهيل نظرئي پرست پيدا ڪيا ويا جن ساري ملڪ ۾ افراتفري ته پيدا ڪري ڏني، پر ملڪ تعليم جي ميدان ۾ به نهايت پٺ تي رهجي ويو ۽ هن وقت جڏهن ان ثقافتي انقلاب جا نشا لٿي چڪا آهن تڏهن چيني نوجوانن ۾ ٻنهي بي‌حسي ملي ٿي، هو حڪومت جا معاملا، پارٽيءَ جا معاملا بي‌حسيءَ سان ڏسن ٿا. موجوده چين ۾ بورجوا ملڪن جي حاصلات ڪي حسرت سان ڏٺو وڃي ٿو ۽ انهن جي طور طريقي جو نقل ڪيو وڃي ٿو. افريڪا ۾ انقلاب ڪان اڳ جي فضا آهي، چين ۾ انقلاب ڪان پوءِ جي فضا آهي. ٻنهي صورتن ۾ تعليم ۾ پوري دلچسپيءَ جي ڪميءَ ۽ فقط نعري بازي ڏانهن توجه، نئين نسل کي نقصان پهچايو آهي.

اسان وٽ به رجعت پرستيءَ جي فضا آهي، ائين ٿو لڳي ته اسان ڪيئي سؤ سال پٺ تي ڌڪيا ويا آهيون، تبديليءَ جي ضرورت نهايت شديد آهي ۽ نوجوان ئي آها تبديلي آڻي سگهندا آهن ۽ انهن جي سياست ۾ ملوث ٿيڻ کان سواءِ اها تبديلي ناممڪن آهي، پر ان جي معنيٰ اها نه آهي ته تعليم کي بلڪل نظرانداز ڪيو وڃي ۽ فقط نعرن تي مدار رکيو وڃي. ۱۹۴۲ ۾ جڏهن (هندستان خالي ڪريو) تحريڪ انگريزن جي خلاف زور تي هئي ۽ ستياگره ڪندڙ شاگرد ۽ ٻيا نوجوان گرفتاريءَ لاءِ پاڻ آڇيندا هئا، يا تشدد پسند شاگرد ۽ ٻيا نوجوان، تشدد جون ڪارروايون ڪري، قيد و بند جون تڪليفون سهندا هئا، تڏهن به انهن جي تعليم ۾ دلچسپي برقرار هئي ۽ هو جيل ۾ بيحد مطالعو ڪندا هئا، اتي انهن جا ڪلاس ورتا ويندا ها ۽ ڪي جيل جي اندران ئي تياري ڪري امتحانن ۾ ويهندا هئا ۽ چڱيون مارڪون کڻي پاس ٿيندا ها ۽ ڪجهه جڏهن ٻاهر نڪرندا ها ته انهن کان ٻه گهڙو چائندا ها، جي ٻاهر رهي، ڪاليجن ۾ باقاعدي تعليم وٺندا ها. انگريز خلاف جدوجهد آهي سياسي ڪارڪن پيدا ڪيا جي نه رڳو اڳتي هلي نهايت چڱا انجنيئر، ڊاڪٽر وغيره ٿيا پر جن کي پنهنجي ماحول جو خاص طور

۽ دنيا جي حالات جو عام طور نهايت گهرو شعور هوندو هو. اسان جڏهن ميٺارام هاسٽل ۾ رهندا هئاسين ۽ ماں ايل.ايل.بي ۾ پڙهندو هوس ته نه رڳو لا ڪاليج ڊبيٽنگ سوسائٽي جو سيڪريٽري هوس ۽ لڇمڻ راجپال سان گڏ هفتيوار اخبار ”سوشلسٽ“ ڪڍندو هوس پر هفتي ۾ هڪ ڏينهن نوردين سرڪيءَ جي ڪمري ۾ ڪلاس ٿيندا ها جتي قومي ۽ بين الاقوامي حالات کان وٺي تصوريت ۽ ماديت جي فلسفي ڌائين، ليڪچر ٿيندا ها. اسان فعال به هئاسين ۽ جڏهن انگريزن خلاف عيدگاه ميدان ۾ لکها ماڻهن جو اجتماع ٿيو هو، سوڀي گيانچندانيءَ ۽ ٻين انگريز سامراج خلاف نهايت پرڙڪائيندڙ تقريرون ڪيون هيون ۽ پوليس ٽيئرگئس جا ڪيترائي شيل هلايا ها، تڏهن ڪيئي شاگرد مجمع ۾ موجود ها ۽ جوش خروش سان نعرا هڻي رهيا ها ۽ اهي شاگرد تڏهن به موجود ها جڏهن ڪياماڙيءَ تي بيٺل انگريزن جي ٻاڏيءَ جي جهازن کي جلايو ويو ۽ انگريزن کي تڏي ويڙهڻ لاءِ مجبور ڪيو ويو هيو ۽ انهن ايستائين پنهنجون مشعلون اوچيون رکيون هيون جيستائين ۱۹۴۷ ۾ آزاديءَ جو سورج پنهنجي آب تاب سان نڪري نروار ٿيو هو. پر اهي شاگرد ميٺارام هاسٽل موٽي اچي پڙهندا هئا. ڊي.جي. سنڌ ڪاليج جي لئبريريءَ مان روزانو يا هڪ ٻيءَ ڏينهن ڪوئي ڪتاب وٺي، پڙهي پورو ڪندا ها، ڪچهريءَ روڊ تي پارٽي آفيس ۾ ٿيندڙ مباحثن ۾ شريڪ ٿيندا ها، اتان به ڪتاب وٺندا ها ۽ بورجوا ۽ اشتراڪي ادب پڙهندا ها، ۽ پنهنجي خرچ مان پيسا بچائي قومي تحريڪ جي باري ۾ آچاريه ڪرپالانيءَ، گانڌي، نهرو، قائداعظم ايم. اين. راءِ، منوسانيءَ، ڊاڪٽر امبيڊڪر رام منوهر لوهيا، رجني پامردت. جيءَ پرڪاش نارائڻ ڪراڪا وغيره جا ڪتاب وٺندا ها، بمبئي ۽ ڪلڪتي مان نڪرندڙ انگريزي هفتيوار اخبارون گهرائيندا ها، ۽ پنهنجو مطالعو وسيع ۽ ملڪي حالتن جي باري ۾ پنهنجو شعور گهرو ڪندا ها، ۽ پنهنجي ڪورس جا ڪتاب به راتيون جاڳي پورا ڪندا ها. هنن ڪڏهن به پاڻ ڌاريءَ ۽ ديس ڌاريءَ ۾ تضاد

محسوس نہ ڪيو ھو. اسان جا ادبي حلقا ڪاليج جي زماني ۾ ٻي پنھنجي سنڌي ڪلاسيڪي ادب کان سواءِ، ٽئگور، اقبال، منشي- پريم چند وغيره، ان وقت جا چوٽيءَ جا ادبي آردو رسالا، نقوش، ادب لطيف وغيره پڙھندا ھا. مان جڏھن بي. اي. ۾ پڙھندو ھوس تہ ڊي-جي. ڪاليج جي سنڌي سرڪل ۾ لالچند امر ڏني مل جي صدارت ھيٺ، مون ڊيڊ ڪلاڪ ترقي پسند ادب تي تقرير ڪئي ھئي ۽ ان جو مواد ڪجھہ تہ حشو ڪيولراماڻي سان بحث مباحثي ۾ حاصل ڪيو ھيم ۽ ڪجھہ ان دور ۾ ڇپيل اختر حسين راءِ پوري جي مشهور ڪتاب "ادب اور انقلاب" ۽ New Writing Series تان ورتو ھيم جنھن ۾ مغرب جي جديد ادب جون تخليقون، نظم، ڪھاڻيون، تنقيدي مضمون وغيره ايندا ھئا، منھنجي چوڻ جو مقصد اھو ھو تہ آزاديءَ جي لگن تعليم سان لڳي کي ٽڏو نہ ٿي ڪري. دراصل تعليم کان سوا آزاديءَ جو صحيح شعور ممڪن نہ آھي. اوھان پنهنجي سنڌي اخبارون، رسالا ۽ ڪتاب پڙھو، حالات جو تجزيو ڪيو، چڱي ۽ بري، ترقي پسند ۽ رجعت پرست جي وچ ۾ تميز ڪيو، حالات پٺاندڙ حالات کي بدلائڻ ۾ حصو وٺو پر ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ بہ ڌيان سان پڙھو. ڊاڪٽر ٿيو، تہ چڱا ڊاڪٽر ٿيو، وڪيل ٿيو تہ چڱا وڪيل ٿيو، انجنيئر ٿيو تہ چڱا انجنيئر ٿيو، مطلب تہ جنھن بہ شعبي ۾ وڃو، اتي پنھنجي ڌاڪ ڄمايو، ائين ڪوئي بہ نہ چئي سگھي تہ سنڌي اڻ پڙھيل نعري پرست آھن. اھي فقط نعرا ھڻي سگھندا آھن ۽ پاڪستان جي ٻين شھرين کان پنھنجن پنھنجن شعبن ۾ گھٽ درجي جا آھن. مان اھو ان ڪري نہ ٿو چوان تہ مان وائس چانسلر ٿي رھيو آھيان ۽ شاگردن جي تعليم تي توجہ ۽ درس گاھن ۾ انتظام ڪنھن وقت منھنجو مکيہ مسئلو ھو. مون اھو دور تہ جيئن تيئن گذاريو ھو ۽ ھاڻي ڪنھن بہ نوڪريءَ جي تمنا تہ نہ ھيو، تصور بہ ڪرڻ نہ ٿو چاھيان، مان اوھان کي اھو ان ڪري چئي رھيو آھيان جو سنڌ جو مستقبل اوھان سان وابستہ آھي منھنجو شعر و ادب ۽ دانشوري

انهيءَ سنڌ لاءِ آهي جا اڳتي هلي اوهان کي ڏاهڻي آهي، جنهن جي اڏاوت اوهان تڏهن ڪري سگهندؤ جڏهن دل و جان سان پڙهندءُ، نه رڳو درسي ڪتابن کان سواءِ ٻيا ڪتاب پڙهي هيئين سان هنڊائيندءُ، پر درسي ڪتابن جي مطالعي ۾ به ڪنهن کان پٺتي نه هوندءُ. سنڌ ائين جيئندي سدا جيئندي، اوهان جي ذريعي جيئندي ڏلهو نعرو ٿي نه جيئندي، هڪ جيئرو جاڳندو، اڳتي وڌندو، روان دوان انقلاب ٿي جيئندي.

منهنجي اوهان کي اها به هدايت آهي ته پاڻ ۾ وڙهو نه، جي اوهان جي محبت سنڌ جي وجود، بقا، ۽ ترقيءَ سان آهي، ته مقصد جي باوجود، هڪ ٻئي تي آپهري هلان نه ڪيو؛ اڳ جيڪي آزمايش تي پورا رهيا آهن، ٻئي ٻڌائي ڳالهه تي انهن جي نيت تي شڪ نه ڪيو، تحمل سان هڪ ٻئي کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيو ۽ اهڙا الزام نه هڻو جن جي اوهان وٽ پوري ثابتي نه آهي. اوهان جي منزل ساڳي آهي، رستا الڳ ٿي سگهن ٿا. هي دور ڏاڍو نازڪ دور آهي، اوهان سياست جي پل صراط تان وچي رهيا آهيو، هٿ هٿ ۾ ڏئي هليا هلو. منزل ويجهي اچي رهي آهي، پر جي اوهان هڪٻئي کي ڌڪا ڏيندا رهيا ته مور نه ملندي، ٻڌي اوهان جي سگهه آهي، ڇڙوڇڙ ٿي اوهان انهيءَ مقصد کي پهچي نه سگهندا جو اڌ صديءَ کان وٺي منهنجي شاعري ورجائيندي رهي آهي.

# پيغام

سنڌياڻي تحريڪ جي ١٠ جولاءِ ١٩٨٧ع تي شاهپورچاڪر
۾ ٿيل تاريخي ڪنوينشن لاءِ موڪليل تقرير

منهنجي زندگيءَ جو هي وڏي ۾ وڏو اعزاز آهي جو اوهان مون کي ڪوٺرايو آهي. ان کان بهتر منهنجي شاعريءَ جي قدرشناسي ٿي نه ٿي سگهي. مان اوهان جو ان لاءِ احسانمند آهيان. مان اڳ به اوهان جي تحريڪ جي باري ۾ اخبارن ۾ پڙهي ايترو ته متاثر ٿيو هيس جو مون اوهان تي هڪ وائي لکي هئي–

پڙ ۾ آهه پچار، گهرگهڪهيريون آئيون.
وڃن پيون واٽ تي، ٻانهن جهلي ٻار،
گهرگهڪهيريون آئيون.
ڏيئي ڏنڊين آ گريـن ڏنو تـن ڌڪار،
گهرگهڪهيريون آئيون.
سهسين سڄن وانگيان، ويڙهيچن ويچار،
گهرگهڪهيريون آئيون.
نه سي پهرين پيڪڙا، نه سي ڪوٽ ڪپار،
گهرگهڪهيريون آئيون.

اڄ اوهان جي هن عظيم الشان اجتماع کي ڏسي، مان اهو دعويٰ سان چئي سگهان ٿو ته منهنجي اندرينءَ اک اوهان جي شاندار مستقبل کي انهيءَ وقت ئي چڱيءَ طرح ڏسي ورتو هو ۽ ان تحريڪ جـي نهايت انقلابي نتيجي کي پروڙي، مون اوهان کـي پنهنجيءَ شاعريءَ جو حصو بڻائي ڇڏيو هو. **اوهان منهنجي خواب جي عظيم ترين تعبير آهيو**، منهنجي ان مستقبل جي تصور جي بهترين تصوير آهيو جو اڳتي هلي اسان جي نجات ثابت ٿيندو.

ڪجهه سال اڳ مان روس ۾ روسي عورت جي آزاديءَ، خوداعتمادي (پاڻ ۾ ڀروسو) ۽ ترقي ڏسي حيران ٿي ويو هوس. لينن گراڊ ۾ منهنجي هڪ روسي گائيڊ، جنهن جو نالو لينا هو ۽ جا ڪنهن انسٽيٽيوٽ جي ڊائريڪٽر هئي، مون کي ٻڌايو هو ته ان وقت ملازمتن ۾ روسي عورتون چاليهه في صد هيون ۽ هن کي اها توقع هئي ته ڏهن سالن کان پوءِ پنجاهه في صد کان وڌي وينديون ۽ پوءِ ڪُلي ڇهو هيائين ته ان وقت اسان مردن جي خلاف Discriminate ڪنديونسين يعني انهن سان صدين جو بلئه ڪندبونسين ۽ پنهنجي اڳيان احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏينديونسين. روسي عورتون انجنيئر، ڊاڪٽر، سائنسدان، ماهرتعليم وغيره زندگيءَ جي هر شعبي ۾، ويندي Astronauts ٿيئين آهن، پنهنجي سڃاڻ ڪرائيندي، پاڻ کي ورڪر چونديون آهن. يعني پاڻ کي پورهيت سڏينديون آهن، انهن مان ڪيتريون هاري طبقي جون به هونديون آهن، پر هڪ انجنيئر عورت به فخر سان پاڻ کي پورهيت چئي سڃاڻ ڪرائيندي آهي، ڇو ته انسان جو پورهيو ئي هن جي صحيح سڃاڻ آهي، ۽ پورهئي سان ڪيل حاصلات ئي هن لاءِ فخر جو باعث آهي. ان ڪري مان اوهان کي رضيه سلطانه ۽ جهانسيءَ جي رانيءَ جهڙا دقيانوسي مثال نه ڏنا آهن. ڪابه هارياڻي ڪنهن به رانيءَ کان بهتر آهي ڇو ته پورهئي ۾ "مٽي ٽپڪ ٽپڪڙا ڇڪندڙيون اڇن" واري ڪيفيت ئي انسان جي عظمت جي نشاني آهي.

منهنجي ڏرتيءَ جون ڌيئرون! اوهان ڪنهن به مرد جي برابر آهيو، ڪنهن کان بهگهٽ نه آهيو، **اوهان پنهنجي خودي سڃاڻي آهي ۽ چؤديواريءَ مان نڪري چادر کي پرچم بڻايو آهي** ۽ ديس جي نجات لاءِ مردن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي اڳتي نڪري پيون آهيو. مون کي يقين آهي ته آزادي جي راهه تي هاڻي اوهان جا قدم پٺتي نه هٽندا.

اوهان کي ڏسي، مون کي تاشقند جي هڪ ٽپهري ياد ٿي

اڇي. تاجڪ عورتون، جي مزدور هيون ۽ هنن کي ٻيا ڇا هئا ۽ هيا، پنهنجي پورهئي ناں هڪ ٽرڪ ۾ موٽي رهيون هيون ۽ ٽرڪ تي ناچ ڪنديون ٿي ويون. اسان جي اشاري تي هنن ٽرڪ روڪي ۽ اسان جي استدعا تي ٽرڪ مان لٿيون تي لهي اسان کي تاجڪ ناچ ڪري ڏيکاريو. ٽرڪ جي ڊرائيور، جا به عورت هئي، هيٺ لهي آئي ۽ انهن سان ناچ ۾ شامل ٿي وئي. هو اوهان وانگر مسلمان هيون، پر هوا جيئن آزاد هيون، جنهن پکين جئن پرواز جي تمنا هئي، ڪنهن به مرد جون ڪاٺياريون نه هيون ۽ انهن مان ڪي شادي شده هونديون به، پنهنجو پورهيو ڪري پاڻ پالي رهيون هيون. ڪنهن وقت اهي تاجڪ عورتون به اسان جي عورتن وانگر مجبور هونديون هيون، پردو ڪنديون ۽ آڏامنديون پکيءَ جو پاڇو به انهن تي نه پوندو هو. پاڪستان جي دقيانوسي شاعر حفيظ جالنڌريءَ چوائيءَ —

اسلام کی شہزادیاں
پردے کی ہیں آبادیاں
چشمِ فلک نے آج تک
دیکھی نہیں اُن کی جھلک.

۽ ٻوءِ هڪ نچڻيءَ کي مخاطب ٿي چيو ائائين—

ہاں ناچنے جا گائے جا
نظروں سے دل گرمائے جا
تڑپائے جا تڑپائے جا
اے دشمنِ دنیا و دین

تعجب آهي ته اسان جو قومي ترانو اهڙي ماڻهو لکيو جنهن لاءِ ڪاب پردي کان ٻاهر عورت، جنهن جي جهلڪ آسمان جي اک ڏسي ورتي هئي، دين ۽ دنيا جي دشمن هئي.

مون تاجڪستان ۾ مزدور عورتن جي آزادي ڏسي، ڏڏو ساه پري سوچيو هو ته منهنجي ديس ۾ به عورتون ائين هوا وانگر آزاد ڪڏهن ٿينديون؟ اڄ اوهان کي ڏسي منهنجي دل خوشيءَ سان

پرجي وئي آهي. اوهان انهيءَ انقلاب جي شروعات آهيو جو هن ڌرتيءَ تي اوس اچڻو آهي. هيءَ ڌرتيءَ ويٽنام ته نه آهي پر اوهان کي ويٽنامي عورتن وانگر مردن جو ٻانهن ٻيلي رهڻو آهي. دراصل **هيءَ سنڌياڻي تحريڪ ڪنهن وقت پوري پاڪستان تي ڇانئجي ويندي** ڇو ته ٻين صوبن ۾ اوهان جون ڀينرون به اوهان وانگر مظلوم آهن. پنجاب ۾ عورتون زياده تعليم يافته آهن پر انهن مرد جي جبر و ستم کي للڪاريو آهي ۽ شريعت بل جي مخالف ۾ ڏاڍي ۽ ڏمر جو شڪار آهن. اوهان جو ٻٽو رول آهي. مردن جي جبر و ستم کان نجات ۽ مردن سان ملي پنهنجيءَ قومي نجات لاءِ جدوجهد.

مان جيڪر اوهان کي پوريءَ دنيا جي آزاد ملڪن ۾ Feminist Movement (عورتآزاد) تحريڪ جا اوهان کي مثال ڏيان. لاپئشنارا Lapassionara جهڙيون انقلابي عورتون پيدا ڪيون. اوهان کي ٻڌايان ته ايران قرآته العين طاهره جهڙي آزاد عورت پيدا ڪئي هئي جا انقلابي هوندي ايتري خوبصورت به هئي جو ان کي ڪهڻو ڏيندي جلاد جا هٿ ڏڪي پئي ڪنبيا. اڄڪلهه ايران ۾ خمينيءَ جي حڪومت به انهيءَ جلاد وارو ڪردار ادا ڪري رهي آهي پر آن جا هٿ نٿا ڪنبن. مان جيڪر اوهان کي آمريڪا، جپان، چين، ويٽنام وغيره ۾ عورتن جي آزاديءَ جا مثال ڏيان. پر برصغير جي عورت جي غلاميءَ انهن ملڪن جي عورتن جي غلاميءَ کان مختلف آهي. صدين کان گهٽيل پوسٽيل عورتون، جي مرد جي ظلم اڳيان ڦڙڪ نه ڀاقي سگهيون آهن، منهنجين اکين آڏو آهن. انهن ۾ هن مارئيءَ جي ديس جي انقلاب لاءِ خواهش پنهنجو مثال پاڻ آهي. مان نه ٿو ڀانيان ته مغربي بنگال جي عوام تي ايتري دسترس جي باوجود آتان جو عوامي رهنما جيوتي باسو ڪلڪتي ۾ عورتن جو ايترو ميڙ ڪٺو ڪري سگهندو جيترو اوهان ڪيو آهي.

منهنجي اوهان کي دعا آهي. اها آزادي برقرار رکجو.

اڇوڪو قانون مرد جو قانون آهي. ان کي دل سان تسليم نه ڪجو جيستائين انقلاب ساري قانون جا پرخچا آڏائي ڇڏي ۽ هر قانون ۾ اوهان کي مرد سان برابري حاصل ٿئي. حوا آدم جي ڪُک مان پيدا ٿي هئي يا آدم حوا جي ڪُک مان پيدا ٿيو هو، اهو هاڻي ڪيئن چئجي! ڪيئن نه هجي عورت ماءُ آهي، اُن جي برتري تسليم ڪئي نه وڃي ته اُن جي ڪمتري به تسليم نه ڪئي ويندي.

مان وري به اوهان جو ٿورائتو آهيان جو اوهان مون کي ياد ڪري گهرايو آهي. **اوهان جي تحريڪ به منهنجيءَ شاعريءَ جي هڪ منزل آهي، انهيءَ آزاديءَ جو هڪ اڻمٽ حصو آهي جنهن جي رستي تي اسان جا پير لهولهان آهن.**

# شاعر، اديب، سنڌ ديس جي ثقافت جا وارث!

پريس ڪلب حيدرآباد ۾ سنڌي ادبي سنگت جي
ساليانه ڊسمبر ۱۹۸۷ع جي ميڙ ۾ ڪيل صدارتي تقرير

مان اوهان جو ٿورائتو آهيان جو اوهان مونکي هن سال جي صدارت لاءِ ڪوٺ ڏني آهي. بهتر ٿيندو ته ان موقع جو فائدو وٺي، اوهان سان پنهنجي موجوده خيالات جو اظهار ڪيان. پنجاهه سال ٿيا آهن ته منهنجي خيالات جو تاڃي پيٽو ساڳيو رهيو آهي، اوهان ان مان آتساهه ورتو آهي ۽ منهنجو آدرش اوهان کي بيچين ڪندو رهيو آهي. زندگيءَ جي هن پوئين پهر ۾ مان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان ته منهنجو پنهنجي آدرش ۾ اڃان به اوترو ئي اعتبار آهي، ۽ هاڻي سنڌ جو اهو روشن مستقبل دور نه آهي جنهن کي منهنجي شاعريءَ ڏٺو آهي ۽ جنهن لاءِ مون ايترو سٺو آهي جو ٻيو شاعر هجي ها ته فردوسيءَ وانگر رڙ ڪري ها. مرا اے ڪاشڪے مادر نه زادے (اي ڪاش! مونکي ماءُ نه ڄڻي ها).

شاعريءَ ۽ سياست ۾ ڪجهه بنيادي ڳالهيون ساڳيون آهن. شاعر ۽ سياستدان، ٻئي راءِ جو اظهار نهايت زوردار ٻوليءَ ۾ ڪن ٿا ۽ ٻئي اسرار ڪن ٿا ته هنن جو نقطهءِ نظر قبول ڪيو وڃي. ٻنهي ۾ ڪنهن وقت ساڳي جذبات جو اظهار آهي، ٻئي خرد تي جنون جو وار ڪن ٿا ۽ خاموشيءَ ۽ اطمينان جي برف رجائي ڇڏن ٿا، پر شاعريءَ کي هڪ مستقل جاءِ آهي. سياست اچي وڃي ٿي آهي، شاعري رهجي وڃي ٿي. اها سياست کان وڌيڪ پائيدار آهي ڇو ته ان جي ٻولي اهل سياست جي ٻوليءَ کان وڌيڪ پائيدار آهي. زبان جي ابديت، ان جي ماضيءَ ۾ غوطه زني ۽ مستقبل جي دورانديشي ڪنهن وقت ارباب سياست کي ڇرڪائي وجهي ٿي ۽ ڪنهن وقت

۽ انهن سان عداوت به پيدا ڪري ٿي، جنهن ۾ سياست جي اهـا معاونت ڪري ٿي، آن جي وڪ ڪي وڌائي ۽ منزل جي ويجهو آڻي ٿي، ۽ جڏهن منزل ملي ٿـي ته سياست پنهنجي دور سان ماضيءَ جو حصو ٿي وڃي ٿي پر شاعري اڳي کان به وڌيڪ زنده ۽ تابنده نظر اچي ٿي.

لاڙ جي وطن پرست هيرو بداماڻي پنري پنهنجي ديس جي آزاديءَ لاءِ مغل جارحيت ۽ اقتدار کي للڪاريو ۽ جنگ ڪئي هئي. اڄ مغلن دور ماضيءَ ۾ دفنائجي چڪو آهي ۽ نه بداماڻي پنرو رهيو آهي. پر لوڪ ادب جون هي سٽون اڃا تائين زنده آهن ۽ اڄ به اسان جي جذبات ۾ والپولا وجهي ٿيون ڇڏن.

اڄ گهرجين يـار، بداماڻي پنّرا
ڪاڇي پنهي پار، ويرين واڻون لائيون
اڄ گهرجين نـون، بـداماڻي پنّرا
مٿان اچي مون، ويرين واڻون لائيون
اڄ گهرجيس هيت، بداماڻي پنّرا
ڪاڇي پکي پيت، ويرين واڻون لائيون.

نڪاراگوا جي هڪ اديب جنهن کي ١٩٨٦ع ۾ پنهنجي ادبـي حاصلات تـي نوبل پرائيز ملي هئي، هڪ ڀيري چيو هـو، ”جڏهن آمريت اوهان جي ديس تي مسلط ڪئي وڃي ٿـي، اوهان ڀيرين ڳالهه جا محسوس ڪيو ٿا، ۽ ان ۾ جنهن احساس کي بي ساختگي آهي، جو فوراً اچي ٿو، آهو آهي ذلت جو احساس، اهو ذلت جو احساس روزانه وڌندو وڃي ٿو ۽ آمر جـي ان لڳاتار ڪوشش جو نتيجو آهي، جا اوهان جي ذهن تي خلفشار مسلط ڪري ٿـي، جو هر آمر جي دنيا ۾ هوندو آهي- دنيا جا، ڌاڪئين لوهه جي هوندي آهي پـر بظاهر نهايت مضبوط لڳندي آهي. اوهـان ائين محسوس ڪندا آهيو ته اوهان جي عقل ۽ انسانيت کـي روز مجروح ڪيو وڃي ٿو. اوهان روز خوف ۽ هراس جي ذلت سان روشناس ٿيو ٿـا ۽ پاڻ کي ڌڪارڻ لڳو ٿا. هڪ شهريءَ جي حيثيت ۾ اوهان جو

ضمير شديد زخمي ٿي پوي ٿو ۽ اوهان انهيءَ عوام سان پنهنجو ناتو مضبوط ڪيو ٿا، جنهن جا اوهان آهيو.“

دوستو، هڪ شاعر ۽ اديب اهڙا ذات سڀ ڪجهه ڪري سگهن ٿا، پاڻ وٽيڪ محسوس ڪري ٿو ۽ آمريت خلاف پنهنجي شعر و ادب کي بغاوت لاءِ استعمال ڪري ٿو، هو ان لاءِ وقتي ادب کان گريز نٿو ڪري ۽ شعر و ادب جي پابندگي ۽ ابديت جو خيال هن تي روڪ نه ٿو رکي. پنهنجي ناول(Mother) مادر جو ذڪر ڪندي، گورڪيءَ لينن ٿي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي:-

”مون هن (لينن) کي چيو ته مون اهو ڪتاب تڪڙ ۾ لکيو آهي پر هن کي نه ٻڌايو ته مون اها تڪڙ ڇا لاءِ ڪئي آهي، ڇو ته هن ساڳاه سان ڪنڌ ڌوڻيو ۽ پاڻ ئي جواز پيدا ڪندي چيو ته تو چڱو ڪيو جو اهو ڪتاب تڪڙ ۾ پورو ڪيو ڇوته اهڙي ڪتاب جي اشد ضرورت هئي. ڪيئي پورهيت انقلابي لاشعوري طرح ۽ از خود انقلابي تحريڪ ۾ شامل ٿي ويا آهن ۽ اهي هاڻي مادر (Mother) پڙهي ڪافي لاڀ پرائيندا. اهو ڪتاب نهايت وقتائتو آهي.“

اهو ئي سبب آهي نه مون گذريل پنجن سالن ۾ ايترو لکيو آهي جيترو مون سڄيءَ زندگيءَ ۾ نه لکيو آهي. ان تڪڙ جو سبب هڪ اهو احساس به آهي ته سچ ٻڏي رهيو آهي ۽ جيڪي لکڻو آهي سو لکي وٺان پر وڏو سبب وقتي ضرورت جو آهي، اهو لازمي نه آهي ته شعر و ادب وقتي ضرورت کي مدنظر رکي تخليق ڪيو وڃي، ان کي ابديت نه هجي. اهو شاعر ۽ اديب جي تخليقي صلاحيتن تي مدار ٿو رکي ته هو پنهنجي تخليق کي ابديت عطا ڪري سگهي ٿو يا نه، نه وري اهڙا ابديت جي تلاش ادب جي تخليق جو هر وقت محرڪ آهي. چڪبست جي شاعري ۽ انگريز سامراج خلاف لکيل ناولن، ڪهاڻين، ڪتابچن، پمفليٽن کي، جن تي چاليهن کان وڌيڪ سالن جي دز چڙهي چڪي آهي، آهي پنهنجي دؤر ۾ نهايت ضروري هئا، ۽ انهن جي حاصلات ابدي آهي ۽ اهي بظاهر زنده نه

هوندي به تاريخ جي ضمير ۾ زنده آهن ۽ موجوده ادب جنهن ارتقا جي منزل تي پهتو آهي، انهن کان سواءِ اتي پهچي نه سگهي ها. ڇا ڪازان زاڪس جا ناول پنهنجي پائيندگي وڃائي ويٺا آهن، ڇو ته قبرص (Syprus) آزاد ٿي چڪو آهي؟ (ڪازان زاڪس جي ناولن جو اڪثر موضوع قبرص جي آزادي آهي.) نه، اهي وقتي ضرورت پوري ڪرڻ جي باوجود پائينده آهن. شرت، بنڪم، ٽيگور ۽ نذرل ته پنهنجي امرتا پڻ ڇڏي چڪا آهن، پر ڪيترائي بنگالي اديب جن انگريز سامراج جي خلاف آڪيچار ادب تخليق ڪيو ۽ جن جون ايڪتون هن وقت فقط لائبررين ۾ ملن ٿيون، هڪ قسم جي امرتا پائي چڪا آهن ڇو ته اهي ان آزاديءَ جو حصو ٿي چڪا آهن جا انهن جي جاکوڙ کانسواءِ نه اچي سگهي ها. ڀڳت سنگهه يا چندر شيکر آزاد يا ٻيو ڪو انقلابي پنهنجو رت نه انهن انسانن لاءِ هڪ ٿي وقت ڏئي سگهيو جي غلاميءَ جي زنجيرن ۾ جڪڙيل هئا. پر، ڦڙو ڦڙو ڪري رت ڏيڻ نهايت مشڪل هو، جيئن انگريز سامراج خلاف آئيني سياست ڪندڙن سان گڏ ان دؤر جي اديبن ۽ شاعرن ڪيو. ڪنهن اديب چيو آهي ته: ”جيڪڏهن مون کان پڇيو وڃي ته ڪهڙو رستو بهشت ڏانهن وڃي ٿو، ته مان جيڪر جواب ڏيان ته اهو جو سڀ کان مشڪل آهي.“ اوهان اشتراڪي آهيو، جيئي سنڌي آهيو، عوامي تحريڪ سان آهيو، نالي جي ڪري ڪوئي فرق نٿو پوي، جي اوهان جون اکيون انهن آئينن وانگر آهن جن ۾ سنڌ جي تقدير بکي رهي آهي. اوهان سنڌي اديب آهيو ۽ اوهان جي جاکوڙ سنڌي ادب لاءِ آهي، ۽ سنڌي ادب جي جاکوڙ سنڌ لاءِ آهي ۽ سنڌ جي جاکوڙ پورهيت عوام لاءِ آهي. جيستائين ادب تي زنجير آهن، سنڌ تي زنجير آهن، سنڌي عوام تي زنجير آهن، توهان لاءِ وقتائتا ڪتاب لکڻ تمام ضروري آهن. ازل ۽ ابد، موت ۽ زندگي، حيات ۽ حيات بعد ازممات ۽ ٻيا فلسفي جا مسئلا، جي اوهان جي جدوجهد سان سڌو لاڳاپو نٿا رکن، اوهان ملتوي ڪري سگهو ٿا. ادب جي بهترين حاصلات اها آهي ته انسان، انسانن وانگر

حيثيتن، انهن کي ڏورن وانگي ڪهڙو نه پوي، اهي آزاديءَ ۾ ساهه کڻن ۽ انهن جون ذاتي ضرورتون انهن جي ضمير کي لوڏو ڏئي نه سگهن. ادب جي ڪٿ ۾ هونئن نه ساري ڪائنات آهي، پر ڪائنات جي اسرار ۽ رموز جي ڪڏ لڳي، هيئر ۽ هيتي تي توجه نه ڏيڻ، جڏهن اوهان جو هيئر ۽ هتي، اوهان جو وجود جو ڪي ۾ آهي، اهڙي بي توجهي خودڪشي جي برابر آهي، ان آزاديءَ کان انحراف جي برابر آهي جنهن کانسواءِ ادب جي تخليق ناممڪن آهي. سنڌ جي بقا لاءِ جدوجهد، جمهوريت لاءِ جدوجهد، غير طبقاتي معاشري لاءِ درجي بدرجي جدوجهد، مرد خواه عورت جي عزت نفس لاءِ جدوجهد، اوهان جي ڀرپور توجه جي مستحق آهي. ويجهي ماضيءَ ۾ سوين انٽرويو، ڪتابچا، مضمون وغيره سنڌيءَ ۾ لکيا ويا آهن، جن جي وقتي ضرورت آهي ۽ مان انهن کي به سنڌي ادب جو حصو سمجهان ٿو ۽ انهن کي جائز اهميت ڏيان ٿو.

ادبي سنگت جي حيثيت ۾ مون اوهان جي اڳواڻن جي ڪارڪردگي ڏٺي آهي، اهو به ڄاڻان ٿو ته اوهان ان کي سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ تائين ڦهلايو آهي ۽ ساريءَ سنڌ جي اديبن جا پاڻ ۾ ناتا وڌايا آهن، پر اوهان تي ٻيون به ڪيتريون ئي ذميواريون عائد ٿين ٿيون، جي وقت جي ضرورت آهن، انهن ذميدارين جي ذڪر کان اول مان اهو چوڻ چاهيان ٿو ته سياست ۾ وڏي رساڪشي اچي وئي آهي ۽ سنڌ جا محب وطن اڳواڻ پنهنجو پورو اتحاد قائم ڪري نه سگهيا آهن ۽ توهان ئي هڪ واحد محب وطن ادارو آهيو جنهن ۾ ڪوئي خاص ڏڦيڙ نه آهي ۽ سنڌ جي بقا ۽ شاندار مستقبل لاءِ متحد ٿي جدوجهد ڪري رهيا آهيو. اهو اتحاد هر صورت ۾ قائم رکيو وڃي ۽ ترقي پسند محب وطن اديب سياسي اختلاف جي باوجود هن پليٽ فارم تي ڪٺا رهڻ گهرجن. ٻي ڳالهه ته اسان کي ڪنهن گهٽيءَ خوشفهميءَ ۾ مبتلا رهڻ نه گهرجي ۽ اهو نه سمجهڻ گهرجي ته اسان جي حاصلات ڇڻ دنيا ۾ بي مثال آهي. نثر ۾ ته اڃان اسان وٽ ادب جي شروعات ٿي رهي آهي. اوهان انگريزي،

روسي، فرينچ يا ٻيءَ ڪنهن مهذب زبان جو ادب پڙهي ڏسو ته اوهان حيران رهجي ويندؤ ته اڄڪلهه ڇا ڇا لکجي رهيو آهي. ان مان منهنجو مقصد ڪا مايوسي ڦهلائڻ نه آهي. ڪنهن به قوم جي زندگيءَ ۾ چاليهه سال جي اوهان کي پاڪستان کانپوءِ مليا آهن، ڪوئي وڏو عرصو نه آهي پر پنهنجي ٻاري ۾ ايتري خوشفهمي چڱي نه آهي ته اسان جو ادبي ذخيرو دنيا ۾ بي مثال آهي. اوهان پڇاڙيءَ جو ڏينهن پلي ملهايو پر اهو خيال ۾ رکي ته اسانکي هاڻي ماضيءَ جي بدران مستقبل تي وڌيڪ توجهه ڏيڻي آهي ۽ هڪ نئين سنڌ اڏڻي آهي.

سو مون اوهان جي ذميدارين جو ذڪر پڻ ڪيو. اوهان سنڌي ۾ هڪ ادبي رسالو شايع ڪريو ۽ ان جي خرچ پوري ڪرڻ لاءِ هر ميمبر اديب تي ماهوار چندو رکو ۽ سنڌ جي عوام ۾ پنهنجي اشاعتي پروگرام لاءِ فنڊ ڪٺي ڪرڻ جي مهم شروع ڪيو، سنڌيءَ کي تعليم جو ذريعو بڻايو وڃي ۽ ان کي سنڌ ۾ سرڪاري زبان ڪري تسليم ڪيو وڃي، ان لاءِ پنهنجي مهم تيز ڪيو، سنڌي ڪتابن جي وڪري کي همٿايو ۽ ادبي سنگت جي هر برانچ کي هدايت ڪيو ته هر نئين ڪتاب جون ڏهه ڪاپيون خريد ڪري سنگت جي مقامي لائبررين ۾ رکيون وڃن، هفتيوار گڏجاڻين ۾ هر نئين ڪتاب کي پڙهي ان تي ذميداريءَ سان بحث ڪيو وڃي، سنڌ مان هر موضوع تي ماهر گهرائي ادبي سنگت جي گڏجاڻين ۾ ليڪچر ڪرايا وڃن، سينسرشپ ظاهري يا لڪل، جي خلاف آواز اٿاريو وڃي، هن ڳالهه جي اجازت آهي ۽ هن ڳالهه جي اجازت نه آهي. ان کان ادب ۾ انڪار ڪيو وڃي. اوهان کي بيوروڪريسيءَ پوليس ۽ زميندار جي ظلم ۽ سماج ۾ ٿيندڙ ٻئي هر ظلم خلاف پنهنجي قلم کان ڪم وٺڻ گهرجي. ان ڪري ڪا ادب جي اهميت ڪانه ٿي گهٽجي. اوهان روسي اديب گوگول پڙهي ڏسو. هن جاگيرداري نظام جي خلاف لکيو آهي، پر ان جي ڪتابن جي ادبي اهميت اڄ به ايتري آهي جيتري زار جي زماني ۾ هئي. مثلو، پير ۽ اختيار

جا صاحب پاڻ کي اسان جي روحاني قدرن جا والي وارث سمجهن ٿا. اوهان انهن جي ڪوڪلاٽپ کي واڪو ڪريو. انهن کان پڇو ته اوهان ڪهڙو آهيو نظريي جا سبق ڏيڻ وارا؟ هن ڌرتيءَ کي پنهنجي آئيڊيالاجي آهي، اسان اوهان جي آئيڊيالاجيءَ کي چاڏون ٿا جنهن تي بار بار ڪوئي نه ڪوئي اڌ پڙهيل سيڪشن آفيسر يا اسسٽنٽ سيڪريٽري اوهان کي تقرير لکي ڏئي ٿو جا اوهان صحيح طرح پڙهي به نٿا سگهو. انهن کان پڇو ته، اوهان ڪير ٿيندا آهيو اسان جي تاريخ سان هٿ چراند ڪرڻ وارا؟ ٿامس مين (Thomas man) اڃا تائين زنده آهي. هٽلر پنهنجي زير زمين تهه خاني ۾ پاڳل ٿي پيو ۽ پنهنجو انت آندائين. اڄڪلهه اقتدار جا صاحب تاريخ جي آئيني ۾ ڏسڻ کان گهبرائين ٿا ۽ ديوار تي لکيل صاف اکرن ۾ تحرير نٿا پڙهي سگهن. انهن کان اوهان پڇو ته اي! انڌ جي گهوڙي تي شهسوارو! ڇا اوهان چاڻو ٿا ته اوهان جو سفر ڪيتري ڪُنڊو آهي.

مان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان ته اديب پنهنجي جاءِ تي هڪ آزاد مملڪت آهي. پاڪستان ۾ غيرسنڌي اديب اڪثر ائين لکي رهيا آهن، جيئن نازي جرمنيءَ ۾ نسل پرستي (Anti Senitic Literature) تي ڪتاب لکندا هئا جي بيءَ جنگ عظيم کانپوءِ ڳوليا نٿا لڀن. ڪاش! رسيءَ ۾ لڙڪندڙ خاموش آئش مين جي لاش کان پڇي سگهجي ها ته اهي نسل پرستيءَ تي لکيل ڪتاب ڪيڏانهن ويا؟ اديب، جيڪي رزق لاءِ روح وڪڻن ٿا، جن لاءِ ڪاغذي نوٽ صحيفن جا صفحا آهن، جي هٿ ادب جا ٻڌي اقتدار جي اڳيان پيش ٿين ٿا ۽ انعام اڪرام وٺي پوڇين پير واپس ٿين ٿا ته جيئن ظل الاهي کي پٺي نه ڏيکارن، اهي پاڻيءَ تي قوتا آهن، ۽ سڻائي واءُ ۾ ٽوريءَ دير جهٽ ڪن ٿا. سچا اديب ته طوفاني ڇولين وانگر پهاڙن کي چُور چُور ڪري وجهندا آهن.

بندوق جي نليءَ مان اهترو بارود نه نڪرندو آهي جيترو ادب مان، روس جو ڪائنات کي تسخير ڪري رهيو آهي، ان جو ١٩٠٥ع کان اڳ ۽ ١٩٠٥ع کان ١٩١٧ع تائين ادب پڙهي ڏسو

ته اوهان کي معلوم ٿيندو ته شاعر ۽ اديب، جي عظيم آهن، اهي سچ ڏسن ٿا ۽ سچ لکن ٿا. اهي مصلحت آميزي نٿا چاهن. اهي اقتدار اڳيان نه سر ٿا جهڪائن نه جهولي ٿا ڦهلائن. هڪ ادبي شهپاري جي عظمت انهيءَ ۾ آهي ته ان ۾ هڪ شاعر ۽ اديب سياستدانن کان اڳ ۾ مستقبل جي جهلڪ ڏسي وٺي ٿو، پنهنجي حال جو ڀرپور تجزيو ڪري، ان کي مستقبل سان واڳي ڇڏي ٿو ۽ نيٺ اهو مستقبل وجود ۾ اچي اهڙي ادب تي دوام جي مُهر هڻي ٿو.

سولزي نٽسن پنهنجي امر ڪهاڻيءَ ”ماتر يونا جو گهر“ Mater yona's House ۾ لکيو آهي:

”اسان سڀ هن جي ويجهو رهندا هياسي پر اسان کي اها پروڙ نه هئي ته اهائي اهڙو انسان هئي جنهن کانسواءِ ڳوٺ جهٽ به نه ٽڪي سگهيو.

نه وري شهر ٽڪي سگهيو،
نه اسان جي ساري ڌرتي.“

شاعر ۽ اديب انهن هر ڌرتيءَ جو اڻ ورندڙ حصو آهن. هو خرد ۽ جنون جو مڌر ميلاپ آهن. هو پنهنجي دؤر جي تهه تائين پهچن ٿا ۽ پنهنجيءَ اندرينءَ اک سان پنهنجي سماج جا مختلف پهلو جاچن ٿا ۽ هڪ ماهر معاشيات کان اڳ، ان ۾ ڦيرگهير لاءِ ڪوشش ڪن ٿا، جا جائز آهي ۽ ان ڪري لازمي آهي.

ادارا اوهان جون پُرتڪلف دعوتون ڪري، اوهان کي خريد ڪرڻ چاهين ٿا، اوهان کي بي‌معنيٰ ڪتابن تي انعام آڇين ٿا. اوهان پاڻ وڪڻي سارو جڳ پايو ته به اوهان سُڃي جا سُڃا. اوهان سنڌ جو ضمير آهيو ۽ سنڌ جو سودو ڪنهن به قيمت تي نه ڪرڻو آهي.

جي ادب سماج لاءِ ڪليءَ هوا ۽ روشنيءَ جو لنگهه نه آهي، جي اهو اڳواٽ اطلاع نٿو ڏئي ته سماج کي ڪهڙا خطرا درپيش آهن، جي اهو بيمار سماج جو نبض شناس نه آهي ۽ ان جي صحت جي

باري ۾ اُن تي جو اظهار ۽ خطري جي نشاندهي نٿو ڪري، ته اهو ادبي ڪتاب جي اڄڪلهه پاڪستان ۾ ڇپجي رهيا آهن، فقط ڀِسارين جي ڪم ايندا ۽ اُنهن مان پڙهيون ڀڏيون ويندڻيون.

سنڌي ادب اڄ زنده آهي ۽ هڪ ماڪيءَ جي ماناري وانگر آن ۾ ڇُرپر آهي مان اوهان کي مبارڪ ڏيان ٿو ۽ ادب جي عظيم مستقبل لاءِ دعا ڪيان ٿو.

# ڌرتيءَ جي ڌيئرن ڌاڌهن

سنڌياڻي تحريڪ سکر پاران تاريخ ٥-٢-٨٨ع تي
ڪوٽڏيل جشن لطيف جي موقعي تي مهمان خاص
جي حيثيت ۾ ڪيل تقرير

منهنجون ڀينرو،

منهنجي زال مهيني ڪن ڪان بيمار آهي ۽ ان ڪري ڪنهن به ادبي ڪم ۾ دل نٿي لڳي. پر اوهان منهنجي نياڻين وانگر آهيو ۽ منهنجيون نياڻيون مون کي پٽن ڪان به وڌيڪ پياريون آهن، ان ڪري مان اوهان جي سڏ کي ٺڪرائي نه سگهيس ۽ اڄ توهان سان گڏ آهيان.

منهنجون اديون! اولياء اسلام جي تاريخ ڏسبي ته اوليائي صف ۾ عورت فقط رابعہ بصري نظر ايندي جا به اڌ قلندر سڏي وئي آهي. برصغير جي اولياء ۾ دليءَ واري نظام الدين اولياء، با ذڪريا ملتاني کان وٺي سيوهڻ جي شهباز مروندي تائين فقط مرد نظر اچن ٿا ۽ عورت جو ذڪر اشاري سان به نه ڪيو ويو آهي. دراصل اولياء عورت کي مرد جي روحاني ارتقا ۾ رنڊڪ سمجهندا هئا. ان جي برعڪس برصغير جي فلسفي ۽ شاعريءَ جي تاريخ نرالي آهي. فلسفي ۾ ازلي حقيقت کي مؤنث ڪري پيش ڪيو ويو آهي، ڇو ته ان مان ئي هي پراسرار ڪائنات پيدا ٿي آهي، ۽ محبت ۾ سرگردان به عورت ئي نظر اچي ٿي ۽ ان کي ئي تلاش حق جو مظهر سمجهيو ويو آهي. ان ڳالهه کان مستثنيٰ فقط برصغير جي اردو شاعري آهي. جنهن تي فارسي شاعريءَ جي گهري ڇاپ آهي. ۽ جنهن ۾ محبوب مذڪر آهي ۽ شاعر عورت جي ذڪر کان ڊڄي ڳهرائي ٿو. اختر شيرانيءَ کان اڳ ڇڙ نه ڪنهن به اردو شاعر عورت سان محبت ئي نه ڪئي آهي.

برصغير جي روايت جيان پٺاڻيءَ جي شاعريءَ ۾ به عورت کي تلاش حق جو مظهر سمجهيو ويو آهي ۽ هوءَ ئي جستجوءَ ۾ سرگردان نظر اچي ٿي. پٺاڻي هوندي به ڪاليداس ۽ هومر وانگر هڪ نهايت عظيم شاعر آهي. پر هن تي جاگيرداري دؤر جي هر شاعر وانگر پنهنجي دؤر جا اثرات نمايان آهن. جاگيرداري دؤر ۾ مظهر حق کي مذڪر ئي سمجهيو ويو آهي ۽ عورت جي منزل اهو ئي آهي، پوءِ اهو پنهون هجي يا ميهار هجي يا راڻو هجي يا چنيسر هجي يا چام تماچي اهي لوڪ ڪهاڻين جا ڪردار پنهنجي دؤر جي سوچ جي عڪاسي ڪن ٿا. پنهونءَ کي ڀائر راتو واهيءَ اغوا ڪري وڃن ٿا ۽ هڪ نئين ڪنوار کي ڏهاڳ ڏيندي هُنن جي ضمير کي لوڏو نٿو اچي، راڻو مرد جي اوڻائيءَ جو مظهر آهي ۽ مومل تي اجايو شڪ ڪري هُن کي ڏاگهه تائين پهچائي ٿو، چنيسر هڪ عيش پرست مرد آهي، جو پنهنجيءَ زال کي ريٽي، انهيءَ جي سيج ڀيءَ ڪنهن کي آڇي ٿو، ميهار سهڻيءَ کي لهرن حوالي ڪرڻ جو سبب بڻجي ٿو، ۽ چام تماچي هڪ ڳنڌريءَ تي چٽ نه جهولائي ٿو پر هُن کي بار بار ان ڳالهه جو احساس ڏياري ٿو ته تو ۾ مڇيءَ چٽ آهي، تون منهنجي لائق نه آهين پر مان تنهنجي سونهن ڏسي هرڪي پيو آهيان. پنهونءَ به ائين ڏوهياڻيءَ سان وڙ ڪيو آهي ۽ سسئيءَ جا ڏير هُن کي پنهنجو مٽ نه ٿا سمجهن، ميهار جيٺوٽيڪ هڪ ڪنيارڻ لاءِ تخت تاج ڇڏي آيو آهي، تڏهن به هُن لاءِ خود دريا، پار ڪرڻ جي سگهه نٿو ساري، راءِ ڏياچ فن تي ايترو فدا آهي جو ان لاءِ سِر ڏئي وڃي ٿو، پر سورٺ هڪ جامد ڪردار آهي، راج محل جي قيدياڻي آهي، هن جي آرٽ سان ڪابه دلچسپي ناهي ۽ فقط راءِ ڏياچ جي موت تي روئي رڙي ٿي. اهي لوڪ ڪهاڻين جا ڪردار صدين کان سنڌ کي ورثي ۾ مليا هئا، جن ۾ پٺاڻيءَ نئين سر روح ڦوڪيو ۽ پنهنجي سرزمين کي هڪ مسلسل جستجو ۽ جدوجهد جو ڳس ڏنو، جواسان کي ورلي دنيا جي ڪنهن لوڪ ڪهاڻيءَ ۾ نظر ايندو. هومر جي

آڊيسيءَ ۾ هيلن انساني حُسن جي مُنتها ڪري پيش ڪئي وئي آهي پر هوءَ ان ڪان وڌيڪ ڪجهه به نہ آهي، سواءِ ان جي تہ هُن کي هٿ ڪرڻ لاءِ جنگيون ٿي پيون ٿيون. اهڙيءَ طرح ڊانٽي جي بيئيٽرس (Beatres) هجي يا ڪاليداس جي روشني هجي يا شڪنتلا، ڪنهن ۾ بہ اها جستجو، اها جدوجهد نظر نٿي اچي، جا جسم کي روح ۾ بدلائي ڇڏيندي آهي ۽ انسان کي پنهنجي آدرش تائين رسائي لاءِ سر توڙ جاکوڙ لاءِ آماده ڪندي آهي.

اوهان کي پتائيءَ ۾ علامہ اقبال وانگر عورت جي توهين ڪٿي بہ نظر نہ ايندي. شعر تہ پڙهو جو علامہ اقبال چيو آهي.

هند ڪي شاعـرو صورتگرو - افسانہ نويس

آه بيچارون ڪي اعصاب پر عورت هي سوار.

مون تہ پتائيءَ وارا سارا سُر بيهر لکيا آهن ۽ انهن ۾ جاگيرداري دور جي اقتدار کي مسترد ڪري انهن ۾ انقلابي سوچ سمائي آهي، مان بہ پتائيءَ وانگر پنهنجي دور جي پيدائش آهيان، پر هي دور پتائيءَ جي دور کان گهڻو مختلف آهي. جيتوڻيڪ اسان جي ديس ۾ جاگيرداري ۽ سرمائيدار قوتون ڪلهو ڪلهي سان ملائي هلي رهيون آهن ۽ مغرب وانگر هتي سرمائيداري نظام، جاگيرداري نظام جي پاڙپٽي ڦٽي نہ ڪئي آهي ۽ نہ وري آهو ڪو جاگيرداري نظام جي پاڙ پٽڻ تـو چاهي، ليڪن منهنجي پيدائش وقت روس ۾ پرولتاري انقلاب اچي چڪو هو، انسان پنهنجا اقتصادي زنجير تـوڙي چڪا هئا ۽ جڏهن مان جوانيءَ تي پهتو هوس تڏهن انگريز سامراج خلاف برصغير ۾ ڀرپور جدوجهد پنهنجا نتيجا ڏيکاري رهي هئي ۽ سامراج جا پويان پساهہ هيا. ان ڪري دنيا ۾ هلندڙ سياسي ۽ طبقاتي آزاديءَ جي تحريڪن مون تي پنهنجو اثر ڇڏيو هو ۽ مان پنهنجي دور ۾ ٿي اهي زنجير ڇني چڪو هوس، جي اوهان هائي ڇني رهيون آهيو. دراصل برصغير ۾ اڄ تائين اوهان جي تحريڪ وانگر ڪائي بہ عورتن جي تحريڪ نہ هلي آهي. مغرب جي سرمائيدار ملڪن ۾ Feminist Movement

ڳهڻو ڪري مقصديت کان عاري هئي ۽ ان جي ڪري جنسي بي راه روي ۽ مرد کان نفرت تي ڪٿي ٿي. جي اوهان فرانس جي مشهور Feminist عورت جا "جارج سئنڊ" جي فرضي نالي سان اڻويهين صديءَ ۾ لکندي هئي، جا خط پڙهو ته اوهان حيران رهجي ويندؤ ته سرمائيداري نظام ۾ ڪيئن نه عورتن ۾ آزاديءَ لاءِ تڙپ فقط بيهودگيءَ تي پوري ٿئي ٿي. تاريخ ٻڌائي ٿي ته جي عورتون مردن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي طبقاتي جدوجهد ۾ سرگرم هيون، انهن جو ڪردار پئرس ڪميون کان وٺي روس جي انقلاب تائين قابل تحسين آهي ۽ اهڙيءَ جدوجهد ۾ عورتون پوري مظلوم طبقي جي آزاديءَ سان گڏو گڏ مرد جي ظلم ۽ ستم، بربريت ۽ احساس برتريءَ کان آزاديءَ لاءِ وڙهيون ۽ نيٺ آزادي پائي چڪيون هيون.

اوهان جي هيءَ سنڌياڻي تحريڪ فقط سرمائيدار مغرب جي عورتزاد تحريڪ وانگر نه آهي، اها ڊراڙ جو ڪاپاري ڏڪ آهي جو هن دقيانوسي سماج کي نيهوڙي نيندو. ائين نه آهي ته يورپ يا آمريڪا جي آزادي پسند عورت وانگر اوهان کي زال يا ماءُ جي ڪردار کان نفرت آهي، جيتري قدر مان سمجهي سگهيو آهيان ته اوهان جي تحريڪ مرد سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي پنهنجي لاءِ ۽ پوري سماج لاءِ نجات حاصل ڪرڻ ٿي چاهي.... انهيءَ سماج کان جنهن جو بنياد ڪوڙ تي آهي، جو اوهان کي مرد سان برابريءَ جو حق نٿو ڏئي، جو مرد لاءِ چار شاديون جائز ٿو سمجهي، جو اوهان کي طلاق لاءِ مرد جو ڪاڻيارو ٿو ڪري، جو اوهان کي وراثت ۽ ٻار جي حفاظت جو پورو حق نٿو ڏئي ۽ جو مرد وانگر اوهان جي ٻيءَ اقتصادي ڦرلٽ ڪري ٿو. ڪوبه مرد ڪنهن به عورت کان بحيثيت مرد جي برتر نه آهي. منهنجون چار ڌيئر آهن، انهن ۾ ٻه ڊاڪٽرياڻيون آهن ۽ باقي ٻه تعليم يافته هوندي به گهر ڌياڻيون آهن. گهر ڌياڻي ٿيڻ ڪا ٻڇڙي ڳالهه نه آهي. ڇوڪرين جي تعليم فقط "Carrier Girl" ٿيڻ لاءِ ناهي، مونکي لينن گراڊ ۾ ڪجهه عورتون مليون. جي گهر ڌياڻيون هيون. انهن جا مڙس

گهڻو ڪري ڊيڪنوڪريٽ هئا ۽ انهن جي پگهار ايتري هئي جو هو سارو گهر هلائي ٿي سگهيا ۽ انهن جون زالون رڳو گهر ٻار جو خيال رکي رهيون هيون، پر اهڙيون عورتون تمام ٿوريون هيون. اڪثر عورتون به مردن وانگر محنت ڪش هيون ۽ مختلف پيشن ۾ ڪم ڪري رهيون هيون. پر انهن جي دنيا پرولتاري انقلاب کان پوءِ جي دنيا آهي، اقتصادي ۽ طبقاتي ڦرلٽ جي خاتمي کان پوءِ جي دنيا آهي. اوهان ڪي اها ڦرلٽ جي دنيا اڃا ختم ڪرڻي آهي. اها سياسي جبر ۽ گهٽ پوسات جي دنيا، قومي ۽ طبقاتي استحصال جي دنيا، مردن سان گڏ جدوجهد ڪري صفحهءِ هستيءَ تان مٽائڻي آهي.

اوهان لطيف جو جشن پلي ملهايو، لطيف سنڌ جي تاريخ جو امر ڪردار آهي، هن انسان ڪي جدوجهد لاءِ برابر آڀاريو آهي، پر اهو نه وساريو ته اوهان ڪي فقط ڪنهن لوڪ ڪهاڻي جي ڪردار وانگر جدوجهد نه ڪرڻي آهي، ۽ زندگيءَ کي انهيءَ ٽريجڊي تي نه ڪٽائڻو آهي جتي رسالي ۾ آيل سورمين جي ڪٿي هئي. ماروئيءَ وانگر اوهان ڪي ان جو انتظار نه ڪرڻو آهي ته ڪڏهن ٿا مارو ڪوٽ جي ڪوٽ کي ڊوڙن، اهو ڪوڙ جو ڪوٽ مارئين کي به مارن سان گڏجي ڊوڙڻو آهي.

# موت جي ذڪر تي پنيءَ جو رد عمل

اپريل ١٩٨٨ع تي مرحوم رشيد ڀٽيءَ جي چاليهي
تي سکر ۾ ڪيل صدارتي تقرير

رشيد ڀٽيءَ جي گوناگون شخصيت جي ڪيئي پهلو هيا. شايد مان ڪنهن وقت هر پهلوءَ کي مدنظر رکي ڪوئي ڪتاب لکان. في الحال مان هن جي شخصيت جي هڪ پهلوءَ تي لکان ٿو ۽ اهو آهي موت جي ذڪر تي ڀٽيءَ جو رد عمل. روس جو عظيم شاعر ۽ ناول نگار بورس پيسترنڪ روس جي شهر پيري ڊيلنڪو (Peredelinko) ۾ رهندو هو، جتان هڪ پيري هن اسٽالن کي فون ڪيو. اسٽالن کي پيسترنڪ جي اهميت جو ڪجهه احساس هيو ۽ ان ڪري هن پيسترنڪ سان فون تي گفتگو گوارا ڪئي ۽ فون تي هن کي چيو، ”ڇا؟“ پيسترنڪ، اسٽالن کي جواب ۾ چيو، ”مان اوهان سان ڪجهه گفتگو ڪرڻ ٿو چاهيان.“ ”ڪهڙيءَ ڳالهه تي؟“ اسٽالن هن کان فوراً پڇيو. ”موت ۽ زندگيءَ تي“ پيسترنڪ چيو. پيسترنڪ اجان جواب ڏئي پورو مس ڪيو ته، اسٽالن فون بند ڪري ڇڏيو.

موت کان اڳ اسٽالن جي دماغ جي رڳ ڦاٽي پئي؛ جي هن کي هوش هجي ها ته شايد هن کي فون تي پيسترنڪ سان گفتگو ياد اچي ها ۽ هن کي ان تي افسوس ٿئي ها ته، هن پيسترنڪ سان زندگيءَ ۽ موت جي باري ۾ چونه ڳالهايو.

ڀٽيءَ جي اسٽالن سان ڪائي ڀيٽ ته، نه ٿئي پر هن جو موت جي ذڪر تي رد عمل اسٽالن وارو هوندو هو. مان جڏهن به هن سان موت جي باري ۾ ڳالهائيندو هوس، هو ائين چپ ٿي ويندو هو، جيئن اسٽالن، پيسترنڪ جي ڳالهه تي ٺڪاءُ ڪري فون

بند ڪري ڇڏيو هو. ڳويا هو چوندو هو تہ زندگي مختصر آهي، موت طويل آهي ۽ ان ڪري زندگيءَ جو هڪ لمحو بہ موت تي ڪالهائي ضايع ڪرڻ نہ گهرجي. واقعي هن پوئين گهڙيءَ تائين هڪ لمحو بہ ضايع نہ ٿي ڪيو. موت کان ڪجهہ مهينا اڳ هو منهنجي ڪتاب "خط، انٽرويو، تقريرون" جي ترتيب ڏئي ان تي پيش لفظ لکي رهيو هو. ان وقت هن وڪالت ڇڏي ڏني هئي ۽ بيماريءَ سبب فقط رات جو ٽي ڪلاڪ، غالباً اٺين بجي کان ٻارهين بجي تائين لکندو هو. مون هڪ ڀيري هن کي رات جو اٺين بجي فون ڪيو. فون تي چيائين تہ هو منهنجي ڪتاب جو پيش لفظ لکي رهيو هو. ساڳئي رات وري، ناٿين ۽ ڏهين بجي فون ڪيم تہ ٻئي ڀيرا ساڳيو جواب ڏنائين. ٻئي ڏينهن تي مون هن کي روبرو چيو: "ڀٽي تون دل جو مريض آهين تو لاءِ وزن ۾ ڪمي تہ ضروري هئي پر تون ماس صفا ڇڙي ويو آهين. انسان جو جسم هڪ ڍڳي وانگر ٿئي ٿو. ان کان حد کان وڌيڪ ڪم ورتو وڃي ٿو تہ اهو گهڻو ڪري ٻيهي رهي ٿو. نہ ڄاڻان هن کي ڇا خيال ۾ آيو ۽ چيائين: "اياز! جڏهن سکر جيل ۾ گڏ هئاسين تہ تون ڪازان زاڪس جا ڏاڍا ڪتاب پڙهندو هئين. هن جو هڪ ناول تو مونکي پڙهڻ لاءِ ڏنو هو. تو کي وسري ويو هجي، پر مونکي ان مان هڪ ٽڪرو اڃا تائين ياد آهي، جنهن کي تو قلم سان نشان ڏئي ڇڏيو هو ۽ جو مون بار بار پڙهيو هو. اڄ تائين اهي لفظ منهنجي هينئين ۾ هڻن ٿا. پوءِ هن مونکي ڪتاب مان هي ٽڪرو ٻڌايو هو. "هڪ ڀيري ماري جهنگ ۾ چار وڇائي ويا. ٻئي ڏينهن تي ڏٺائون تہ ڪيئي ڪيڙا، جي اڃا ٻچڙا هيا، آڏري وڃڻ لاءِ ڪنيڙا ڪوهي رهيا ها، پر چار جي تند ٻڪي هئي ۽ هو رڳو ٻاڻ کي ايذاءُ رسائي رهيا ها. پوءِ هو پيتوَ ۾ سهمي ويجها ٿي ويهي رهيا.

"هي ڪينڙا هڪ گرهہ بہ تہ نہ ٿيندا، فقط هڏڙيون تہ آهن"،

---

ڪازان زاڪس - يوناني شاعر ۽ ناول نويس

مارين مان هڪڙي چيو، ”انهن کي بزار ۾ ڪير ڪڻهندو؟“ جنهن تي ٻئي ماريءَ چيو: ”اسان انهن کي ڪجھ چوڪو وجهنداسين ته هو ڦٽڙا ٿي پوندا ۽ جڏهن چڱا سڀ ڪا ٿيندا تڏهن آنهن کي وڪڻي ايينداسين.“

ٻوءِ هنن ڳيرڙن کي ڍير چوڪو ڏنو ۽ هو ڪائي ڪائي ٿينهن ٿي پيا. انهن مان فقط هڪڙي ڳيرڙي داڻي پاڻيءَ تي ڌيان نه ڏنو ۽ ڏينهون ٻوءِ ڳرندو سنهڙو ٿيندو ويو ۽ چار جي وٿين مان نڪري وڃڻ لاءِ پٽ ڪوهه ڪندو رهيو. نيٺ هڪڙي ڏينهن ماري هنن کي بزار ۾ کڻي آيا. ڳيرڙو، جنهن چوڪو چڏي ڏنو هو، اهڙو ڳري سنهو ٿي ويو هو، جو آخر هو چار جي وٿيءَ مان سوڙهو سڪوڙو ٿي نڪري ويو ۽ آڏامي آزاد ٿيو.“

اهو ڀڏائي پنيءَ وڏو ٺهڪ ڏنو. پنيءَ جو ٺهڪ جنهن ۾ هونءَ ته ڏاهر جا ڏهڪار هوندا هيا، هاڻي ڪمزور ڦڦڙن مان اڻين نڪري رهيو هو جيئن هن جو ذڪر ڪيل ڳيرڙو چار مان نڪري ويو هو. جڏهن مان هن جي پاڙي ۾ جنازي نماز لاءِ ويس ته فتاح، علي بخش، عثمانيءَ تي نظر پوندي ئي آجهل سڏڪا پريم ۽ ڪيتري دير پريندو رهيس جو فتاح نيٺ چيو: ”آستاد، (فتاح مونکي عزت وچان آستاد ڪوٺيندو آهي) هاڻي گهر وڃي آرام ڪر ۽ شام جو ساڍي چئين بجي اچجانءِ، پنجين بجي نماز ٿيندي.“

مان وري شام جو ساڍي چئين بجي موٽي آيس ۽ رسول بخش پليجي تي نظر پئي ته مون رانياٽ ڪيا ۽ ڪوشش جي باوجود پاڻ کي روڪي نه سگهيس. محبوب ۽ حميد سنڌيءَ مون کي صلاح ڏني ته مان ڪار ۾ ويهي لڙڪ اگهان. پر مان ڪرسيءَ تي ويهي رومال ڳوڙهن سان پچائيندو رهيس. هن وقت تائين مون زندگيءَ ۾ ٻه ڀيرا قضا ۽ قدر جي اڳيان سر جهڪايو آهي. هڪڙو پنهنجي امڙ جي وفات وقت ۽ ٻيو پنهنجي پياري دوست رشيد ڀٽيءَ جي وفات وقت. جڏهن مان جنازي نماز پڙهي قبرستان ڏانهن وڃي رهيو هوس ته منهنجي اکين اڳيان هن جون ڪيڏيون نه ياد گيريون آيون.

اسان ١٩٧١ع ۾ جيل ۾ گڏ هياسين ته اوچتو سائرن (گهگهو) ائين وڳو هو ڄڻ هڪ وحشي جانور شڪار تي نڪتو هو. اسان جيل جي ٻاهر ۾ کليل ڪاهيءَ ۾ ٽپو ڏئي جهڪي ويٺا هئاسين ته ڀارت جا هوائي جهاز مٿان لامارا ڏئي رهيا ها ۽ روهڙيءَ تي بم ڦٽي ڪري رهيا ها. اچا هڪ جهاز اسان جي مٿان ٿي هيو ته ڀٽي ڪاهيءَ ۾ آيو ٿي ٻيٺو ۽ جهاز کي پوندو ڏئي چيائين، ”ٿو....و....ٿي اچا به نه ٿو سڃاتئين“ مون هن کي چڪي هيٺ ڪيو هو ته ايتري ۾ جهاز ڏورو اڳتي هليو ويو هو ۽ روهڙيءَ ۾ ريل جي پٽيءَ تي بم ڦٽي ڪيو هئائين. ايتري ۾ ڀٽيءَ وڏو ٽهڪ ڏنو هو ۽ چيو هيائين ”ڏٺڪ ٽس!“

مون ڏٺو هو ته ڀٽيءَ کي موت جو خوف بنهه ڪونه هو. ائين نه آهي ته هر انقلابيءَ کي پنهنجي زندگيءَ جي خاتمي جو سوچي ڪنبڻي نه پوندي آهي. ائين به نه آهي ته ڀٽيءَ جو موت کان پوءِ ٻيءَ ڪنهن ابدي زندگيءَ ۾ يقين هو. هو هن کي اهو يقين هيو ته موت کانپوءِ به انسان پنهنجي ديس ۾ زنده رهي سگهي ٿو، پنهنجي تاريخ ۾ زنده رهي سگهي ٿو. جيئن هن ڪائنات ۾ هر ستاري کي امرتا آهي، جيئن اهو دائمي آهي، تيئن ڀٽي به پنهنجي زندگيءَ کي دائمي سمجهندو هيو. هيمنگوي جي ناول (For whom the bell talls) ۾ جڏهن فرانڪو جا فاشي سپاهي مشين گن جي گوليءَ سان هيرو جي هڪ ٽنگ سخت زخمي ڪري ٿا وجهن ۽ هو گهوڙي تان ڪري پوي ٿو، تڏهن هو پنهنجي محبوبا کي گهوڙي تي پڇي وڃڻ جي ترغيب ڏئي چئي ٿو: ”وڃ، ڀڄي وڃ! منهنجو فڪر نه ڪر! مان توهه ۾ جيئندس“ ۽ پوءِ پاڻ مشين گن سامهون رکي دشمن جي سپاهين جو اڪيلو مقابلو ڪري ٿو. ڀٽيءَ کي به اهڙي امرتا ۾ اعتبار هو. ان ڪري ٿي هو چوندو هو ته موت کان خوف ڇا لاءِ؟ ڌرتيءَ جي ڏاڍن اڳيان سر جهڪائڻ جي ۽ هن ٻچاڙيءَ تائين سر نه جهڪايو. هن پنهنجي هر گهڙيءَ کان گوليءَ جو ڪم ورتو. منهنجي ڪتاب ”ڀڳت سنگهه کي ڦاسي“ ۽

”خط، انٽرويو، تقريرون“ ني پيش لفظ پڙهيا ته ائين لڳندو ته آهي ڪنهن مشين گن وانگر رجعت پرستن تي برسي رهيا آهن.

پيٽيءَ جي وفات کان ٿورا ڏينهن اڳ مان سکر ۾ سنڌياڻي تحريڪ جي ميڙ ۾ خاص مهمان هوس ۽ هو اعزازي مهمان هو. هزارن نوجوان ڇوڪرين ساريءَ سنڌ مان اچي سکر جي جاگيرائي محلي ۾ ڪنهن ٽيون هيون. انهن ۾ ڪيترين نه تنظيم هئي! هو آئيندي جون ماڻرون هيون. ٿنهن سنڌ آيري رهي هئي. انهن کي ڏسي پيٽيءَ مون کي ڪلهي تي هٿ رکي چيو: ”اياز! تون ڪيترو نه رجعت پرستن سان وڙهيو آهين! اڄڪلهه ٿنهن سنڌ پيدا ٿي چڪي آهي. ادب مان رجعت پرست ائين ڀڄي ويا آهن جيئن شب برات جو ڪتي جي پڇ ۾ ڦٽاڪا ٻڌندا آهيون ته هو ڀڄندو وتندو آهي- پر اچا سياسي پليٽ فارم کي مضبوط ڪرڻو آهي.“ ان وقت مون پيٽيءَ ڏانهن ڏٺو هو. هي جو سياسي پليٽ فارم کي مضبوط ڪري رهيو آهي، اهو نه ٿو سوچي ته پاڻ ڪري ڪندا ٿي ويو آهي، اهو نٿو سوچي ته ماڻهو جو سرير ديوتائي جو ڏکو آهي؛ ان کي ڇارو نه وجهنداسين ته وچ ڏک ۾ ٻيهي رهندو.

۽ پوءِ هن جو سرير ڏک ۾ ٻيهي رهيو. مون هن کي گهر فون ڪري چيو ته ”ادل سومري کي نياپو ڏي ته منهنجي گهر اچي منهنجو نئون ڪتاب ’روس جو سفرنامو‘ نقل ڪري ته هن ٻڌايو نه، هن جي خون ۾ کنڊ جو مقدار بلڪل گهٽجي ويو هو، پر ڊاڪٽرن هن کي گلوڪوس جي (Drip) ڏني هئي ۽ هو ٿورو وقت اڳ ٺيڪ ٿي ويو هو، پر اچا ڏاڍي ڪمزوري ٿي محسوس ڪيائين.“

ٿوري دير کان پوءِ مان پنهنجي آفيس ويس ۽ آفيس مان فارغ ٿي ائين ٻجي فتاح ملڪ سان مليس ته هن چيو ته: ”پيٽيءَ جي رت ۾ کنڊ بلڪل گهٽجي وئي آهي ۽ هن کي ايمبولنس ۾ ڪراچيءَ ڪڻائي ويا آهن.“

صبح جو معمول موجب مان چانهه پي رهيو هوس، ۽

امير خسروءَ جا دوها ٽيپ رڪارڊر تي ٻڌي رهيو هوس ته ڇهين بجي فون جي گهنٽي وڳي. آواز آيو.

”اُستاد مان فتاح ٿو ڳالهايان“ مون يڪدم سمجهيو ته رشيد ڀٽي گذاري ويو آهي.

ڀٽيءَ هڪ ڀيري مون کي چيو هو ”مان ائين ڀورهيو ڪندو آهيان ڇو ته مونکي ڪڏهن به مرڻو نه آهي.“

مون هن کي جواب ڏنو هو: ”ڀورهيو مان به ڪندو آهيان پر اهو خيال رکي ته مان ڪهڙي وقت به مري سگهان ٿو.“

ڇا ڀٽيءَ صحيح هو يا مان صحيح آهيان، يا ٻئي صحيح آهيون، ڪيئن چئجي!

۲۹ مارچ ۱۹۸۹ع تي لطيف ادبي اڪيڊمي طرفان
ايوارڊ ڏيڻ جي تقريب ۾، جنهن جي خاص مهمان
بيگم نصرت ڀٽو هئي، شيخ اياز جي ڪيل تقرير.

لطيف ادبي اڪيڊميءَ جا مانوارا منتظم، معزز سامعين!

مون کي گذريل ٻن مهينن کان دل جي تڪليف رهي هي، جنهن ڪري مان ڪائي جامع ۽ مربوط تقرير اوهان جي اڳيان پيش ڪري نه ٿو سگهان پر پنهنجا ڪجهه ڇڙوڇڙ خيال اوهان جي اڳيان رکان ٿو.

۱- آمريت جي دور ۾ پاڪستاني عوام جي اها ڪيفيت هئي جيئن ڪوئي ٻار گهگهه انڌاري ۾ روئيندو هجي، روشنيءَ لاءِ رانيات ڪري نه سگهندو هجي ۽ سڏڪا ڀريندو هجي ۽ هڪ چيپاٽيل رڙ ئي هن جي ٻولي هجي. جمهوريت عوام کي زبان ڏني ۽ ان کي پنهنجن ڏکن ڏاکڙن ۽ مسئلن جي اظهار جو موقعو ڏنو.

۲- چينين ۽ جپانين ۾ هڪ رسم هئي ته جڏهن به انهن جي زندگيءَ ۾ ڪا ڪا خوشنصيبي ايندي هئي ته هو بازار مان پکين سوڌا پڃرا خريد ڪري ايندا ها ۽ پڃرن جو دروازو کولي، انهن ۾ بند پکين کي آزاد ڪري ڇڏيندا هئا. موجوده منتخب حڪومت، اقتدار ۾ اچڻ شرط، قيد و بند جا دروازا کولي انهيءَ چيني روايت جي پيرويءَ ۾ مارشلا جي قيدين کي رها ڪري ڇڏيو ۽ ابلاغ جي ذريعن جهڙوڪ ريڊيو، ٽيليويزن کي آزادي ڏني، ۽ ٻين بنيادي حقن جي ضمانت ڏيڻ جي عملي ثابتي ڏني. نه رڳو مارشلا جي قيدين کي رهاڪيو ويو پر پريس ۽ پبليڪيشن آرڊيننس کي رد ڪري تحرير جي آزادي واپس ڪئي جيڪا قائداعظم جي وفات کان پوءِ ختم ٿي وئي هئي. تقرير ۽ تحرير جي آزادي

جمهوريت جو پهريون شرط آهي ۽ اڳتي اسان اهڙا آزادي ڪنهن کي به کسڻ نه ڏينداسين پوءِ ان لاءِ اسان کي ڪيڏي به قيمت ڇو نه ڀرڻي پوي.

٣- مون پنهنجي بيماريءَ ڪري سڌو سنئون مارشل لا حڪومت جي نظام سان ٽڪر ته نه کاڌو ۽ ڪوٺ، ڪوٺ وچ آن جي خلاف تحريڪ نه هلائي جيئن مون ون يونٽ جي خلاف هلائي هئي ۽ نه وري پيٽي صاحب جي شهادت کان پوءِ اهڙي مهاڏي جي گنجائش هئي- پر هيمنگوي چوائي:

"I Consider that I have many responsibilities but no greater than this to last and get my work done"

يعني "مان پانيان ٿو ته منهنجي ان کان وڌيڪ ڪا ٻي ذميواري ناهي ته مان هجان ۽ پنهنجي ڪم کي پورو ڪيان."

مارشل لا واري دؤر ۾ مون ايڏو نثر ۽ نظم لکيو آهي جيترو مون سڄي حياتيءَ ۾ نه لکيو هو ۽ منهنجي هر سٽ ۽ هر مصرعي ۾ مطلق العنانيت ۽ آمريت جي دماغي خلل، بيوروڪريسي ۽ پوليس جي انڌا ڌنڌ يلغار، تحرير ۽ تقرير جي اظهار تي پابندي، آئين جي منسوخي ۽ قانونن کي پيرن هيٺ لتاڙڻ ۽ وقت بوقت پنهنجي مرضيءَ موجب ڦيرائڻ، اسلام جي اوٽ ۾ هر ڏنوڏس ۽ ڌانڌلي ۽ مظلوم عوام خلاف ڏاڍ جاري رکڻ جي خلاف نفرت ظاهر آهي. پنهنجي شاعريءَ ۾ مون نه فقط ان ظالماڻي نظام ۽ ان جي جبر ۽ تشدد کي للڪاريو پر عوام کي ان خلاف آپارڻ جي ڪوشش به ڪئي ۽ اديب جي حيثيت ۾ اهوئي منهنجو فرض هو.

٤- آمريڪا جي هڪ شاعر هڪ گلاب جي گل کي مخاطب ٿي اهي لفظ ڪم آندا هئا جيڪي لانگ فيلو فلسفي جي اظهار لاءِ مناسب سمجهيا هئا. اهي لفظ هئا ته "حسن هڪ اثاثي 'Asset' کان وڌيڪ هڪ ذميواري Liability آهي. آمرانه دؤر ۾ مون جڏهن به شاعريءَ جي باري ۾ سوچيو هو ته مٿيون سٽون منهنجي ڪنن ۾ ٻرڻ لڳيون هيون.

۵- جڏهن هڪ جهاز ٻڏڻ لڳندو آهي تڏهن اُن کي ڪوئا ڇڏي ڪري هيڏانهن هوڏانهن ڀڄندا آهن پر آهي ڪوئا هوندا آهن ۽ ڪوئا جهاز ڇڏي ڪري ڀڄندا آهن. ڀٽي خاندان پنهنجون مُنهون ڀڪوڙي اُن سڄي طوفان جو مقابلو ڪيو ۽ انهن ڇولين کي مُنهن ڏيندو رهيو جيستائين اوڇتو ساحل اکين جي سامهون اچي ويو. مان مڃان ٿو ته ان جدوجهد ۾ ڪيترن ئي ماڻهن جو رت شامل هو پر سڀ کان نمايان بيگم نصرت ڀٽو ۽ ان جي خاندان جو ڪردار هو.

۶- حسن اتفاق سان بيگم نصرت ڀٽو سنڌ جي آهي پر جيڪڏهن هوءَ پاڪستان جي ٻيءَ ڪنهن به قوم مان هجي ها ته مان هن جي جدوجهد کي ساڳي قدر جي نگاهه سان ڏسان ها ڇوته هن فاشي آمريت جو بيجگريءَ سان مقابلو ڪري عوام جي دل جيتي هئي ۽ اهڙي طرح ووٽ حاصل ڪري سنڌس ڏيءَ محترمه بينظير ڀٽو اقتدار ۾ آئي آهي ۽ هيل تائين اهڙو ڪوبه قدم نه کنيو اٿائين جنهن سان ڀرپور جمهوريت کان انڪار ٿيندو هجي.

۷- رواداري ۽ برداشت جي حدن کي وڌائي پاڪستان جي هر اديب جو تعاون حاصل ڪري سگهجي ٿو. اديب هڪ فوجي آمر يا سياستدان کان وڌيڪ ڄاڻي ٿو ته ڪهڙيءَ ڳالهه سان ملڪي سلامتيءَ کي نقصان رسندو ۽ منهنجي نظر ۾ ڪوبه اهڙو اديب ناهي جيڪو ڄاڻي واڻي ائين ڪرڻ گهرندو هجي پر مان زوردار لفظن ۾ اها ڳالهه واضح ڪرڻ چاهيان ٿو ته اسان رڍن ٻڪرين وانگر جيئڻ نٿا چاهيون ۽ آئنده ڪنهن به فوجي آمر کي برداشت نه ڪنداسون، پوءِ نتيجا ڪهڙا به نڪرن.

۸- جڏهن زنده رهڻ جو ارادو شديد ٿي ويندو آهي ته هر اديب سمجهي وٺندو آهي ته ڇا حقيقت آهي ۽ ڇا غيرحقيقي آهي. ۱۹۶۸ع ۾ جڏهن مان شهيد ڀٽي سان گڏ ساهيوال جيل مان نڪتو هئس ته مون آدم جي اوارڊ کي ٺڏي ڇڏيو هو ڇوته اهو اوارڊ مون کي رائٽرس گلڊ پاران مليو هو ۽ رائٽرس گلڊ آمريت جي خلاف اهو

ڪردار ادا نہ ڪيو هو جيڪو آن کي ڪرڻ کپندو هو. اڄ ماڻ بيگم نصرت ڀٽو کان سنڌي ادب تي ڏنل گولڊ ميڊل خوشيءَ سان قبول ڪيان ٿـو ڇو تہ هوءَ شهيد ڀٽي جـي بيواه آهي ۽ محترمہ بينظير جي ماءُ آهي جيڪا هڪ جمهوري فـلاحي مملڪت جي سربراه آهي.

٩ـ ادب جو سياست سان واسطو تہ آهي پـر هر ادب ٻارو زندگيءَ جو تصديق ٿيل سچو نقل (True Copy) نہ هوندو آهي. صحيح معنـيٰ ۾ آرٽ جـو روح (Essence) ان جـو غير متوقـع unexpected اظهار آهي.

١٠ـ جڏهن اسان آرٽ جي ماهيت ۽ قوت متعلق سوچيون ٿا تڏهن اسان تي اها ڳالهہ واضح ٿـي وڃي ٿي تـہ رجعت پرست حڪومتون آرٽ جي ماهيت ۽ قوت کي چڱي طـرح ڄاڻن ٿيون. هُو فقط آن جي مواد يا آن جي نظرين جي اظهار کان نٿيون ڊڄن پر آن جي نوانائي ۽ خودمختياريءَ کان ڊڄن ٿيون جيڪا آن جي جمالياتي خوبين ۾ مضمر هوندي آهـي. اظهار جـي شدت، طنز ۽ ابهام آمريت جي جمود خلاف هڪ للڪار جي حيثيت رکندو آهي ۽ جبر وارن قانونن جي ذريعي انعام اڪرام ڏيڻي اهڙيـن ڳالهين کي دٻايو ويندو آهي.

١١ـ شاهہ لطيف جو هڪ شعر آهي تہ جي تون فارسي سِکئين، گولو تون غلام. شاهہ لطيف تہ روميءَ کي پير مرشد ڪري مڃيندو هو ۽ فارسي زبان ۾ نہ رڳو رومي پر حافظ، خيام ۽ ٻيا ڪيئي وڏا شاعر پيدا ٿيا آهن. آن ڪري سوچڻو ٿو پوي تہ شاهہ لطيف جـي مراد ڇا هئي جڏهن هن چيو تہ جي تون فارسي سکئين تہ غلام ٿي ويندين. دراصل هن جـو مطلب هو تہ جيڪڏهن تـون وقت جي حاڪم جي ٻوليءَ،ٻوليءَهن جي پيرائي ڪندو رهين، حاڪم جو جابر ۽قهار آهي، تہ تون غلام ٿي پوندين. جديد دوُر جي حوالي سان ائين چئي سگهجي ٿو تہ جيڪڏهن اسان مارشل لا آرڊيننس ۽ آرڊرن کان مرعوب ٿي وڃون ها تہ غلامي اسان جو مقدر هجي ها. هڪ جابر

حاڪم جي حڪمن کي قول ۽ فعل سان رد ڪرڻ ئي حريت يا آزاديءَ جي ضمانت آهي.

١٢- C-130 جو اوچتو اڏامي وڃڻ هڪ اهڙو ڪرشمو آهي جو جيڪڏهن غالب جيئرو هجي ها ته ائين ڪڏهن نه چوي ها ته:

”کيا وه نمرود کی خدائی تهی- بندگی میں میرا بهلا نہ ہوا“

١٣- آمريت جي دؤر ۾ اڪيڊمي آف ليٽرس جو دعوت نامو مون ڦاڙي ڦٽي ڪري ڇڏيو هو ۽ هوائي جهاز جي ٽڪيٽ واپس ڪري ڇڏي هئي. آمريت اديبن کي خريد ڪرڻ لاءِ ڪيترا طريقا استعمال ڪيا پر هو مون سميت ڪيترن اديبن کي خريد نه ڪري سگهيو.

١٤- هڪ هوائي حادثي حالتن جو رخ جمهوريت جي طرف موڙي ڇڏيو نه ته اها ڳالهه ٿئي ها جا Tenessee williams پنهنجي لکيل ”شيشي جي چڙيا گهر“ ۾ چئي آهي.

Blow your candle laura for the house is lit by a lightening.

لارا هن ڊرامي جي هيروئن هئي ۽ اُن کي ڏسي چيو ائين ته لارا پنهنجي شمع وسائي ڇڏ ڇاڪاڻ ته گهر تي وڄ ڪري اُن کي روشن ڪري ڇڏيو آهي.

١٥- منهنجي نظر ۾ محترمه بينظير کي اڃا تائين پورو اقتدار حاصل نه ٿيو آهي ۽ هن جي لائحه عمل ۾ دست اندازي ٿي رهي آهي. مونکي توقع آهي ته جڏهن هن کي پورو اقتدار مليو ته هوءَ هن قوم جي تقدير ڦيرائي ڇڏيندي. قدرت هن کي هر چيز عطا ڪئي آهي ذهانت، علمي استعداد ۽ شخصيت جي دلڪشي.

١٦- پولنڊ جي هڪ دانشور کي حڪومت جي خلاف احتجاج تي دستخط ڪرڻ لاءِ چيو ويو ته هن جواب ڏنو ته ”مان ان احتجاج تي دستخط نه ڪندس ڇو ته مونکي هڪ پٽ به آهي“.
جڏهن ٻئي دانشور کي ان ساڳي احتجاج تي دستخط ڪرڻ لاءِ چيو

ويو ته هُن جواب ڏنو ته ”مان ان احتجاج تي دستخط ضرور ڪندس
جو ته مونکي هڪ پٽ به آهي.“ اهي ٻه جواب ٻن مختلف ذهنيتن
ڏانهن اشارو ڪري رهيا آهن جيڪي مختلف دانشورن ۾ ملن ٿيون.
هڪ ۾ پنهنجي ذاتي تحفظ لاءِ ۽ ٻئي ۾ نئين نسل جي انهيءَ ورثي
لاءِ تشويش ملي ٿي جيڪو سچائي جو ورثو آهي، جيڪو بيباڪي
۽ حريت جو ورثو آهي، جيڪو صحيح سوچ تي ٻڌل حقيقت سان
سات ڏيڻ جو ورثو آهي. اسانکي به اهڙو هڪ وجودي انتخاب
Existentialish Choice ڪرڻو پوندو ۽ پنهنجي ايندڙ نسل لاءِ
جمهوريت ۽ آزاديءَ جو ورثو ڇڏڻو پوندو ۽ پاڪستان جي هن دؤر ۾
فڪر يا اظهار جي آزادي جو سات ڏيڻو پوندو. انهي خلاف ناريڪيءَ
جون آهي قوتون آهن جيڪي جديد دؤر کان منهن ڦيري اسان کي
جهالت جي ڪنهن اونداهي دؤر ۾ ڌڪڻ چاهين ٿيون. ادب برائي
ادب ڪنهن صدين کان آزاد ملڪ ۾ ڪا معني رکي سگهي ٿو پر
پاڪستان ۾ نه فقط بي‌معني آهي پر هاڃيڪار به آهي.

١٧- پاڪستان هڪ ننڍو ملڪ آهي ۽ ننڍي ملڪ جي
سياست خاص ڪري ادبي نوعيت جي سياست، وڏي ٿيندي آهي.
انهيءَ ڪري جڏهن به هڪ اديب تي هلان ٿيندي آهي ته هو هڪ
مرڪزي نقطو بڻجي ويندو آهي ۽ هڪ زبردست عصبي هيجان،
بيزاري يا برهميءَ ۾ مبتلا ٿي ويندو آهي. اهڙي سياست ۾ به هڪ
جمهوري عمل هئڻ گهرجي ۽ زيرِعتاب اديب کي وضاحت جو
موقعو ڏنو وڃي ۽ هن جي حمايت تي ڪا روڪ ٽوڪ نه رکي
وڃي.

١٨- شمسي شعائن تي هلندڙ سولر بيٽريون Solar Batteries
۽ عظيم شاعر بي‌انتها ڏنڊ ۾ به ڪم ڪندا رهندا آهن ننڍين شاعرن
کي هڪ مسلسل چارجنگ جي ضرورت پوندي آهي ڪڏهن هو
شهرت سان چارج ٿيندا آهن، ڪڏهن شراب سان ۽ ڪڏهن ٻين
شاعرن جي شاعري جي مطالعي سان، عظيم‌شاعر ۽ اديب صدين ۾
هڪ پيرو پيدا ٿيندا آهن.

١٩- ماضيءَ ۾ چيو ويندو هو تہ سرمائيداري وارو نظام فقط هڪ بناوٽي جمهوريت تي هلي رهيو آهي پر اُن بناوٽي جمهوريت ٿي واٽرگيٽ جي واقعي کان پوءِ هڪ آمريڪي صدر کي صدارت جي عهدي تان هٽائي ڇڏيو. گلاس نوسٽ ۽ پيرسٽرائيڪا کان پوءِ گوربا چوف بہ واري واري سان جمهوريت جي اهميت تي زور ڏيئي رهيو آهي. اها جمهوريت تڏهن حاصل ٿي سگهندي جڏهن عوام الناس جي سامهون اهي سارا معاملا پيش ڪيا ويندا جيڪي رهنمائن جي وچ ۾ ڇڪتاڻ جو باعث آهن ۽ عوام کي انهن مائٽهن کي اقتدار تان هٽائڻ جو حق ڏنو ويندو جيڪي غلط رستي تي هلي رهيا آهن. هڪ سياسي نظام جي اصلاح لاءِ ذهنن کي کليو رکڻ گهرجي. انتظامي معاملن تي بحث مباحثو ٿيڻ گهرجي. ان لاءِ پريس جي آزادي پهريون شرط آهي جيڪو هن حڪومت پورو ڪيو آهي، جيڪي ڪجهہ صحيح ۽ معقول آهي انجي عوامي مباحثي ۾ ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ گهرجي. پاڪستان جي سياست جي اصلاح لاءِ جمهوريت جي اشد ضرورت آهي ۽ جمهوريت کي جاري ۽ ساري رکڻ لاءِ پريس جي آزادي بيحد ضروري آهي.

آخر ۾ مان بيگم نصرت ڀٽو، مخدوم محمد امين فهيم ۽ لطيف اڪيڊمي جو، هن گولڊ ميڊل لاءِ ٿورائتو آهيان ۽ انهيءَ ميڊل کي صحيح معنيٰ ۾ پنهنجي لاءِ اعزاز سمجهان ٿو.

# هاڻوڪا ۽ اڳيان هموطنو، سنڌي دوستو!

۲۲ آڪٽوبر ۱۹۸۹ع تي دبئي ۾ سنڌي هندو ۽ مسلمان
اديبن طرفان ڏنل دعوت ۾ ڪيل صدارتي تقرير

مان ايتري آجيان لاءِ اوهان جو ٿورائتو آهيان. اوهان دبئي ۾ ننڍي سنڌ آهيو ۽ سنڌ منهنجي وجود جو حصو آهي، منهنجو جسم آهي، جنهن جا عضوا وڏي ڌرتيءَ تي ڦهلجي ويا آهن. ان ڪري ئي مان پاڻ کي منصور وانگر محسوس ڪيو آهي ۽ منهنجي شاعري آخري دم تائين انا الحق جو آواز ٿي رهي آهي. اسان ورها ڱي کان پوءِ جمهوريت جو ٿورو عرصو ڇڏي، باقي سارو وقت فوجي آپيشاهي هيٺ رهيا آهيون جنهن اسان کي جيءَ جي جلاوطنيءَ جو احساس ڏنو آهي. آمريت هيٺ آءٌ انگلنڊ يا دبئيءَ جي پاسپورٽ جو سوچي به نه ٿي سگهيس. جمهوريت ۾ مون لاءِ اهو ممڪن ٿي سگهيو آهي ته وري دنيا ۾ ٻاهر وڃي سگهان. ساري دنيا جمهوريت جي اشد ضرورت محسوس ڪري رهي آهي؛ يورپ جو ڪميونسٽ بلاڪ به اهو محسوس ڪري رهيو آهي ۽ سوشلزم تيزيءَ سان جمهوريت طرف وڌي رهي آهي. مونکي اميد آهي ته پاڪستان به جمهوريت جي دور ۾ اهي دروازا کوليندو جي هن وقت تائين ان ٻوٽي رکيا آهن. اسان وٽ سارڪ سمٽ ڪانفرنس ۾ پاڪستان جي وزيراعظم جي تقرير ۽ ڀارت جي وزيراعظم جو ڏکڻ اوڀر ايشيا لاءِ ان ساري تقرير کي اپنائڻ، ان مستقبل ڏانهن اشارو ڪري رهيو آهي جيڏانهن اسان وڌي رهيا آهيون امن ڏانهن، ڀائيچاري ڏانهن، مٺ محبت ڏانهن. ساري انسان ذات امن لاءِ سڏائي رهي آهي، ڇوته امن ۾ ئي ساري انسان ذات ۽ هن ڌرتيءَ جي سلامتي آهي. مون کي ڪو سبب نظر نه ٿو اچي ته هندستان ۽ پاڪستان ۾ امن ڇونه ٿئي ۽ سڀ مسئلا شملا معاهدي موجب حل ڇونه ڪيا وڃن. وقت

اچي ويو آهي ته اسان ماضيءَ جون ساريون تباهيون ۽ تلخيون وساري، هڪ نئين دوستيءَ جو بنياد رکون جنهن ۾ اسان جن ٻنهي ملڪن جي سلامتي آهي. جيستائين ادب ۽ شاعريءَ جو سوال آهي نيستائين مان خاطريءَ سان چئي ٿو سگهان ته ان شروع کان ئي هڪ ٻئي لاءِ حقارت کان پاسو ڪيو آهي. خونريزين ۽ تباهه ڪارين کي ننديو آهي ۽ هر اهڙا ڳالهه جنهن ۾ خلل آهي، اُن کان دور رهي آهي ۽ اُن محبت جي تصور ۾ رهي آهي، جڏهن انسان کي انسان سمجهيو ويندو ۽ هر تفرقي کان پري رهي فقط انسانيت سان محبت ڪئي ويندي. اهي نه فقط منهنجا پر هر سچي سنڌي اديب ۽ شاعر جا جذبا آهن. ساري سنڌي ڪنڊ جي شاعري ۾ اوهان کي اهو پيار اهڙا اڪير، اها انسان دوستي شايد مشڪل ملي جا سنڌي شاعريءَ ۾ آهي. سياست ساڻن جو معاملو آهي، شاعري صدين جو معاملو آهي؛ سياست زبانون ڪپيندي آهي، شاعري گونگائپ ۾ گرج پيدا ڪندي آهي. جڏهن وقت گذري وڃي ٿو ته سياست ماضيءَ جو ڪفن ٿي وڃي ٿي ۽ شاعري مستقبل جو دوشالو ٿي وڃي ٿي.

شاعري سڪ آهي، پنهنجائپ آهي، ويڇا مٽائي ٿي، ويجهڙائپ پيدا ڪري ٿي. شاعري ڀڳت ڪبير آهي، شاهه ڀٽائي آهي. اها پنهنجي ٻاڪر ۾ ساري انسان ذات کي وٺي ٿي، هڪ ٻئي کي محبت اچي ٿي، انسان سان پيار ڪري ٿي ۽ هن جي انسانيت اڳيان سر جهڪائي ٿي. دنيا ۾ اسٽالن جهڙا ڪٺور انسان آيا ويا، اڄ ڪوئي انهن کي ليکي ۾ ڪونه ٿو، روسي شاعر پاسٽرناڪ جي قبر تي روز گل رکيا وڃن ٿا. نفرتون ۽ نفرتون ڪندڙ مليا ميٽ ٿي ويندا، نارائڻ شيام جي ڪويتا سدائين رهندي، جنهن ۾ اڪير آهي، دکي انسانيت لاءِ آتت آهي، ۽ انهيءَ مستقبل جو تصور آهي جنهن جا بنياد پيار ۽ هڪ ٻئي لاءِ عزت تي رکيا ويندا. جيستائين اهڙي شاعري، اهڙو ادب زنده آهي، سنڌ نه رهندي، سنڌيت زنده رهندي ۽ پنهنجي هڳاءَ سان هن سنڌي ڪنڊ کي واسي ڇڏيندي.

اوهان جنهن ريت منهنجو آڌر ڀاءُ ڪيو آهي، مان اوهان جو ٿورائتو آهيان. مان اوهان کي پڪ ٿو ڏيان تہ نہ فقط مون کي پر هر سنڌي کي، جو سوچي سمجهي سگهي ٿو، نہ رڳو اوهان لاءِ پر هر انهيءَ سنڌيءَ لاءِ آڪير آهي جو هن ڌرتيءَ تي جتي بہ آهي، مان پنهنجن پيارن دوستن موتي پرڪاش، موهن گيهاڻي ۽ گوپ ڪمل، محمد جعفر، محمد صالح ٽيپي ۽ مسٽر منظور جو خاص طرح ٿورائتو آهيان جن مونکي لنڊن مان دعوت ڏئي گهرايو ۽ اوهان سان ڏيٺ ويٺ ڪرائي. مان انهن جو بہ ٿورائتو آهيان، خاص ڪري شري نارائڻ، ساولاڻي، شري مورج مل منگهناڻي، شري رام بخشاڻي ۽ جناب غلام عباس خواجہ جو، جي نهايت محبت سان مون سان ۽ منهنجي فئمليءَ سان پيش آيا آهن ۽ اسان جي ميزباني ڪيائون.

اوهان سنڌ اسان کي سونپي، جو تياڳ ڪيو آهي اهو اسان سڀ محسوس ڪيون ٿا. پنهنجا ماڳ مڪان، پيءُ ڏاڏي جو ورثو ڇڏڻ ايترو آسان نہ آهي. مون هونءَ تہ ساري انسان ذات کي پنهنجي ڇڳائي سان گڏ اپنايو آهي، پر ڌرتيءَ جو هڪ اڻٽوٽ ناتو آهي جنهن کي ڀلائي نٿو سگهجي ۽ جنهن کي مان ڇڱي طرح سمجهان ٿو ۽ جنهن جي ٽٽي وڃڻ تي جو ڏک ٿئي ٿو، ان جي مونکي پليءَ پٽ ويچاڻ آهي، اوهان لاءِ منهنجو فقط هڪ ئي نعرو آهي ۽ اهو نعرو غور سان ٻڌجي تہ هڪ نياپو بہ آهي ۽ اهو آهي "سنڌ زنده باد، سنڌيت زنده باد، انسانيت زنده باد ۽ انسان جي انسان لاءِ آڪير زنده باد."

## سال ۱۹۸۹ع ۾ سانگهڙ ۾ ٿيل سنڌياڻي تحريڪ جي
## گڏجاڻي ۾ لکي موڪليل تقرير

پيارين ڀينرو،

منهنجي زندگيءَ جو هي وڏي ۾ وڏو اعزاز آهي جو اوهان مون کي گهرايو آهي. ان کان بهتر منهنجي شاعريءَ جي قدرشناسي ٿي نه سگهي. مان اوهان جو ان لاءِ احسانمند آهيان. مان اڳ به اوهان جي تحريڪ جي باري ۾ اخبارن ۾ پڙهي ايترو ته متاثر ٿيو هيس جو مون اوهان تي هڪ وائي لکي هئي.

پـڙ ۾ آهه پچار، گهر گهگهيريون آئيون
وڃن ييون وات تي، پانهن جهلي پار
گهر گهگهيريون آئيون
ڏيئي ڏندين آڱريون، ڏنو نن ڌڪار
گهر گهگهيريون آئيون
سهسين سڄڻ وانگيان، ويـڙهيچن ويچار
گهر گهگهيريون آئيون
نه سي ييرين پيڪڙا، نه سي ڪوٽ ڪپار
گهر گهگهيريون آئيون

اڄ اوهان جي هن عظيم‌الشان اجتماع کي ڏسي، مـان اهو دعويٰ سان چئي سگهان ٿـو ته منهنجي اندرينءَ اکـ اوهان جي شاندار مستقبل کي انهيءَ وقت ٿي چڱيءَ طرح ڏسي ورتـو هو ۽ ان تحريڪ جي نهايت انقلابي نتيجي کي پروڙي، مون اوهان کي منهنجيءَ شاعريءَ جو حصو بنائي ڇڏيو هو. اوهان منهنجي خواب جـي عظيم‌ترين تعبير آهيو، منهنجي ان مستقبل جـي تصور جي بهترين تصوير آهيو جو اڳتي هلي اسان جي نجات ثابت ٿيندو.

ڪجهه سال اڳـ مان روس ۾ روسي عورت جـي آزادي، خوداعتمادي (ياڻ ۾ ڀروسو) ۽ تـرقي ڏسي حيران ٿـي ويو هوس.

لينن گراڊ ۾ منهنجي هڪ روسي گائيڊ، جنهن جو نالو لينا هو ۽ جا ڪنهن انسٽيٽيوٽ جي ڊائريڪٽر هئي. مون کي ٻڌايو هو ته ان وقت ملازمتن ۾ روسي عورتون چاليهه في صد هيون ۽ هن کي اها توقع هئي ته ڏهن سالن کان پوءِ پنجاهه في صد کان وڌي وينديون ۽ پوءِ ڪلي ڇيو هيائين ته، ان وقت اسان مردن جي خلاف Discriminate ڪنديونسين يعني انهن سان صدين جو پلئه ڪنديوسين ۽ پنهنجي اڳيان احساس ڪمتريءَ ۾ مبتلا ڪري ڇڏينديون سين. روسي عورتون جي انجنيئر، ڊاڪٽر، سائنسدان، ماهرتعليم وغيره زندگيءَ جي هر شعبي ۾ ويندي Astronants ٿيئين آهن، پنهنجي سڃاڻ ڪرائيندي، پاڻ کي ورڪر چونديون آهن. يعني پاڻ کي پورهيت سڏينديون آهن، انهن سان ڪيترين هاري طبقي جون به هونديون آهن، پر هڪ انجنيئر عورت به، فخر سان پاڻ کي پورهيت چئي سڃاڻ ڪرائيندي آهي، ڇو ته انسان جو پورهيو ئي هن جي صحيح سڃاڻ آهي، ۽ پورهئي سان ڪيل حاصلات ئي هن لاءِ فخر جو باعث آهي. ان ڪري مان اوهانکي رضيه سلطانه ۽ جهانسيءَ جي رانيءَ جهڙا دقيانوسي مثال نه ڏنا آهن. ڪابه هارياڻي ڪنهن به رانيءَ کان بهتر آهي ڇو ته پورهئي ۾ "متن ٽپڪ ٽپڪرا چڪندڙيون اچن" واري ڪيفيت ئي انسان جي عظمت جي نشاني آهي.

منهنجي ڌرتيءَ جو ڏيئرو! اوهان ڪنهن به مرد جي برابر آهيو، ڪنهن کان به گهٽ نه آهيو، اوهان پنهنجي خودي سڃاتي آهي ۽ چوڏيواريءَ مان نڪري چادر کي پرچم بڻايو آهي ۽ ديس جي نجات لاءِ مردن سان ڪلهو ڪلهي سان ملائي اڳتي نڪري پيون آهيو. مون کي يقين آهي ته آزادي جي راهه تي هاڻي اوهان جا قدم پٺتي نه هٽبا.

اوهان کي ڏسي، مون کي تاشقند جي هڪ ٽپهري ياد ٿي اچي. تاجڪ عورتون، جي مزدور هيون ۽ هنن کي بيلچا هٿن ۾ هيا پنهنجي پورهئي تان هڪ ٽرڪ ۾ موٽي رهيون هيون ۽ ٽرڪ

تي ناچ ڪنديون ٿي ويون. اسان جي اشاري تي هنن ٽرڪ روڪي ۽ اسان جي استدعا تي ٽرڪ مان ڏرتيءَ تي لهي اسان کي تاجڪ ناچ ڪري ڏيکاريو. ٽرڪ جي ڊرائيور جا ٻه عورت هئي، هيٺ لهي آئي ۽ انهن سان ناچ ۾ شامل ٿي وئي. هو اوهان وانگر مسلمان هيون پر هوا جئن آزاد هيون، منجهن پکين جئن پرواز جي تمنا هئي، ڪنهن به مرد جون ڪاڏياريون نه هيون ۽ انهن سان کي شادي‌شده هوندي به، پنهنجو پورهيو ڪري پاڻ پالي رهيون هيون. ڪنهن وقت اهي تاجڪ عورتون به اسان جي عورتن وانگر مجبور هونديون هيون، پردو ڪنديون ۽ آڏامندي پکيءَ جو پاڇو به انهن تي نه پوندو هو. پاڪستان جي دقيانوسي شاعر حفيظ جالنڌريءَ چوائيءَ -

اسلام کی شهزادیاں
پردے کی هیں آبادیاں
چشم فلک نے آج تک
دیکھی نهیں آن کی جھلک

۽ ٻوءِ ڏک نچڻيءَ کي مخاطب ٿي چيو اٿائين

هاں ناچنے جا گانے جا
نظروں سے دل برمانے جا
تـڑپنے جا تـڑپانے جا
اي دشمن دنيا و دين

تعجب آهي ته اسان جو قومي‌ترانو اهڙي ماڻهو لکيو جنهن لاءِ ڪابه پردي‌کان ٻاهر عورت، جنهن جي جهلڪ آسمان جي اک ڏٺي ورتي هئي، دين ۽ دنيا جي دشمن هئي.

مون تاجڪستان ۾ مزدور عورتن جي آزادي ڏٺي، ٿڌو ساه ڀري سوچيو هو ته منهنجي ديس ۾ به عورتون انهن هوا وانگر آزاد ڪڏهن ٿينديون؟ اڄ اوهان کي ڏسي منهنجي دل خوشيءَ سان ڀرجي وئي آهي. اوهان انهيءَ انقلاب جي شروعات آهيو جو هن ڌرتيءَ تي آوس اچڻو آهي. هيءَ ڌرتي ويٽنام ته نه آهي پر اوهانکي ويٽنامي

عورتن وانگر مردن جو ٻانهن ٻيلي رهڻو آهي. دراصل هيءَ سنڌياڻي تحريڪ ڪنهن وقت پوري پاڪستان تـي ڇانئجي ويندي ڇو ته ٻين صوبن ۾ اوهان جون ڀينرون به اوهان وانگر مظلوم آهن. پنجاب ۾ عورتون زياده تعليم يافته آهن پر انهن مرد جـي جبر و ستم کي للڪاريو آهي ۽ شريعت بل جي مخالفت ۾ ڏاڍي ۽ ڏسر جو شڪار آهن. اوهان جو پڻو رول آهي. مردن جـي جبر و ستم کان نجات ۽ مردن سان ملي پنهنجيءَ قومي نجات لاءِ جدوجهد.

مـان جيڪر اوهـان کي پوريءَ دنيا جـي آزاد ملڪن ۾ Feminist Movement ( عورتآزاد ) تحريڪ جــا مثال ڏيـان. اوهان کـي فرانس جـا مثال ڏيان، انگلنڊ جـا مثال ڏيان، اسپين جـا مثال ڏيان جن (لاپئسارا) Lapassionara جهڙيون انقلابـي عورتون پيدا ڪيون. اوهان کي ٻڌايان ته ايران قرآته العين طاهره جهڙي آزاد عـورت پيدا ڪئي هئي جـا انقلابـي هوندي ايتري خوبصورت به هئي جو ان کي ڪُهڻو ڏيندي جلاد جا هٿ ڀڃي ڪنبيا. اڄڪلهه ايران ۾ خمينيءَ جي حڪومت به انهيءَ جلاد وارو ڪردار ادا ڪري رهي آهي پر اُن جا هٿ نه ٿا ڪنبن. مان جيڪر اوهان کي امريڪا، جپان، چين، ويٽنام وغيره ۾ عورتن جي آزاديءَ جا مثال ڏيان. پر برصغير جي عورت جـي غـلاميءَ انهن ملڪن جي عورتن جي غلاميءَ کان مختلف آهي. صدين کان گهٽيل ٻوساٽيل عورتون، جـي مرد جي ظلم اڳيان ٻڙڪ نـه ٻاڦي سگهيون آهن، منهنجن اکين آڏو آهن انهن ۾ هن مارٽيءَ جي ديس جي انقلاب لاءِ خواهش پنهنجو مثال پاڻ آهـي. مان نه ٿو ڀانيان ته مغربي بنگال جـي عوام تي ايتري دسترس جي باوجود آڏان جـو عوامي رهنما جيوتي باسو، ڪلڪتي ۾ عورتن جـو ايترو ميڙ ڪٺو ڪري سگهندو جيترو اوهان ڪيو آهي.

منهنجي اوهان کي دعـا آهي . اهـا آزادي برقرار رکجو. اڄوڪو قانون مرد جو قانون آهي. ان کي دل سان تسليم نه ڪجو جيستائين انقلاب ساري قانون جا پرخچا آڏائي ڇڏي ۽ هر قانون

پر اوهان کي مرد سان برابري حاصل ٿئي. حوا آدم جي ڪُک مان پيدا ٿي هئي يا آدم حوا جي ڪُک مان پيدا ٿيو هو، اهو هاڻي ڪير ٿو پڇي! ڪير ٿو چوي ته عورت ماڻهو آهي، آن جي برتري تسليم ڪئي نه وڃي ته آن جي ڪمتري به تسليم نه ڪئي ويندي.

مان وري به اوهان جو ٿورائتو آهيان جو اوهان مونکي ياد ڪري گهرايو آهي. اوهان جي تحريڪ به منهنجيءَ شاعريءَ جي هڪ منتها آهي، انهيءَ آزاديءَ جو هڪ اڻمٽ حصو آهي جنهن جي رستي تي اسان جا پير لهولهان آهن.

## ۲۵ مارچ ۱۹۹۰ع تي سنڌيءَ جي شيخ اياز نمبر وقت ڪيل تقرير

مانوارا سراج الحق ميمڻ صاحب،
مانوارا رسول بخش پليجو صاحب،
مانوارا طارق اشرف صاحب،
محترم مهتاب راشدي،
ساٿيو ۽ دوستو.

طارق صاحب هن نمبر جي اشاعت تي ڏينهن رات محنت ڪئي آهي، محترم مهتاب راشدي سنڌ ثقافت ۽ سياحت جي کاتي پاران نمبر جي پڌرائي ڪئي آهي ۽ سراج الحق ميمڻ صاحب ميڙ جي صدارت ڪئي آهي. ان لاءِ مان ڌنهي جو ٿورائتو آهيان. ٽئي ڪنهن تعارف جا محتاج نه آهن. مان انهن دانشورن، اديبن ۽ شاعرن جن منهنجي شاعريءَ يا منهنجي باري ۾ چار چڱا لفظ چيا آهن، انهن جو به ٿورائتو آهيان. دراصل همعصر نقاد ورلي ڪنهن شاعر جي شاعريءَ تي پائيندگي جي ڇاپ هڻي سگهيا آهن. فقط ڪي ڪي شاعر ٽي-ايس-ايليٽ وانگر خوش نصيب ٿيندا آهن، جن جي اهميت هنن جي زندگيءَ ۾ مڃي ويندي آهي. ٽي- ايس- ايليٽ جڏهن گذاري ويو هو ته، هن تي ڪتاب لکيو ويو هو، جنهن ۾ ڪيترن ئي اديبن جا هن جي فن ۽ شاعريءَ تي تبصرا هيا ۽ ڪتاب جو سروهيو He dead? يعني هو مري ويو ؟ ۽ ان کان پوءِ سواليه نشان هو، جنهن مان واضح هو ته سيئي تبصري نگار چئي رهيا هئا ته اهڙا شاعر ڪيئن مرندا، هن کي ته زندگيءَ دوام حاصل آهي. شاعر جي زندگيءَ ۾ اهڙي تحسين هرويرو پائيدار به نه آهي. اسان جي پٽائي کي به صديون پر کي چڪيون آهن، ۽ اڃا تائين هن جي شاعري ۽ اُن جو پيغام اڻين ترو تازا آهن، جيئن به صديون اڳي هئا، بلڪ انهن جي رنگ ۾ اڳي کان به وڌيڪ نکار آهي ۽ آنجي

خوشبوءِ ديس ديس ۾ ڦهلجي چڪي آهي. وقت ڏي اهڙا ڪسوٽي آهي، جنهن تي ڪوٺي ۽ ڪري شاعري پرکي سگهجي ٿي. عموماً عظيم شاعر ۽ اديب گمناميءَ ۾ جيئندا آهن ۽ گمناميءَ ۾ مرندا آهن، ڪن سان پنهنجا همعصر ساڙ ۽ حسد ڪندا آهن ۽ هنن کي طرح طرح جون تڪليفون ڏيندا آهن. فردوسيءَ جو طوس جي هڪ دروازي کان لاش ٿي نڪتو ته ٻي دروازي مان هن لاءِ دينارن سان ڀريل اُٺ ٿي آيا. رودڪيءَ جون اکيون ڪڍايون ويون هيون ۽ عمر خيام جي رسدگاه observatory کي غزاليءَ جي چرچ تي جلايو ويو هو. اطالوي شاعر برونو کي جيئرو جلايو ويو، روسي شاعر پشڪن ۽ لرمنتوف Duel وڙهندي ماريا ويا، غالب ويچاري کي ايترو ته پريشان ڪيو ويو هو، جو هن جو شاعريءَ تان ارواح ڏي کڄي ويو هو ۽ چيو هيائين.

سو پشت سي هي پيشه آبا سپه گري،
ڪڇ شاعري ذريعه عزت نهين مجهي.

شاهه لطيف کي نور محمد ڪلهوڙي مئائيءَ ۾ زهر وجهي موڪليو هو ۽ پئائي اها مثائي وٺي درياهه ۾ ڦٽي ڪري ڇڏي هئي. ادب جي تاريخ ۾ اهڙا ڪيئي مثال آهن، جڏهن همعصر شاعريءَ جي بي‌قدري ڪئي وئي آهي. خاص ڪري آها شاعري جا سياست ۾ ملوث هئي. سرمد کي اورنگزيب قاضي القضات سان سازش ڪري مارايو هو. ڇوته سرمد دليءَ جي جامع مسجد جي ڏاڪن تي ويهي چوندو هو ته سلطنت دارا شڪوه کي ملندي. دارا به شاعر هو ۽ اقتدار جي هوس ۾ قتل ڪرايو ويو هو. ڪهڙو نه خوبصورت شعر چيو اٿائين.

تاڪ راسر سبز ڪن اي ابر نيسان‌بهار،
قطرهٔ تامي نواند شد چراگو هر شود.

يعني ته اي بهار جا وٺندڙ ڪڪر، انگور جي ول کي سرسبز ڪر، پاڻي جي بوند جا شراب ٿي سگهي سا موتي ڇالاءِ ٿئي؟ ڪيڏو نه بامعني شعر آهي! مينهن جي بوند سپيءَ جي پيٽ

۾ ويندي آهي ته موتي ٿيندي آهي ۽ انگور جي اوسر لاءِ سازگار ٿيندي آهي، جنهن مان شراب ڪشيد ڪيو ويندو آهي. شاعر چوي ٿو ته هڪ مينهن جي بوند جي شراب ٿي سگهي ٿي ته موتي ڇالاءِ ٿئي؟ ڪهڙو نه وزنائتو اطلاع آهي، آنهن شاعرن لاءِ جي طلب جي تنوار ڪن ٿا. دارا سياست ۾ به ملوث هو ۽ اورنگزيب جي هٿان ماريو ويو هو. ڪيئي شاعر جي دؤر قديم ۾ هٿا ۽ قصيدا لکندا هئا، انهن جون شاعريون سندن تقدير جي نشاندهي ڪن ٿيون. دؤر جديد ۾ به ڪيترا دانشور اديب ۽ شاعر مارايا ويا آهن. پولينڊ جي هڪ دانشور کي ڪنهن احتجاج تي دستخط ڪرڻ لاءِ چيائون ته هن چيو ته ”مان دستخط نه ڪندس، ڇو ته مون کي هڪ پٽ به آهي.“ ٻي دانشور کي دستخط ڪرڻ لاءِ چيائون ته هن چيو ته مان ”دستخط ضرور ڪندس، ڇوته مون کي پٽ به آهي.“ اهي ٻئي رويا ٻن ذهنيتن کي واضح ڪري رهيا آهن. پهرين رويي ۾ ذاتي تحفظ جو آلڪو آهي ۽ ٻئي ۾ ان ڳالهه جو اونو آهي ته اسان ايندڙ نسل کي ڇا ڏئي رهيا آهيون، ڇا اسان جو ورثو سچائيءَ جو ورثو آهي، بيدڙپائي جو ورثو آهي، جبر ۽ استبداد خلاف احتجاج جو ورثو آهي؟ انهيءَ ذهنيت پولينڊ ۾ ساليدارٽي کي هٿي ڏني ۽ انت ان پارٽيءَ جي حڪومت قائم ٿي. تازو لنڊن ۾ مون ليڪ واليسا جي سوانح عمري خريد ڪئي هئي. ان ۾ چڱيءَ طرح ڏيکاريل هو ته ساليدارٽيءَ لاءِ دانشورن ۽ شاعرن ڪيترو نه سٺو آهي! آلندي جي چليءَ ۾ حڪومت ٻين ڪميونسٽ حڪومتن کان مختلف هئي. هو نه رڳو مخالف ڌر سان وڙهندي پاڻ ماريو ويو. پر چليءَ جو راڳي شاعر وڪٽر هارا به ساڳيءَ ويڙهه ۾ ماريو ويو. اشتراڪي دنيا جو عظيم شاعر پبلو نرودا، جو آلندي جو اسپين ۾ سفير هو. هن جي موت جي صدمي ۾ مري ويو. ترڪيءَ جو عظيم شاعر ناظم حڪمت ۹ سال ترڪيءَ ۾ قيد ۾ هو ۽ آزاديءَ کان پوءِ جلاوطني اختيار ڪئي هيائين ۽ انت سوويت يونين ۾ مري ويو هو. فرانڪو جي دؤر ۾ اسپين جي عظيم شاعر لورڪا کي

فاشسٽن قرطبه ۾ ماري، پوري ڇڏيو هو. اريانا فلاچيءَ، جنهن ڀٽي صاحب کان مشهور انٽرويو ورتو هو. تنهنجو ناول The man پڙهندؤ ته اوهان محسوس ڪندؤ ته ڪيئن يوناني آمر هڪ شاعر کان ٽرئلي ۾ هوندا هئا ۽ انت هن کي بيدرديءَ سان مارايو ويو هو. هٽلر ڪيترائي دانشور مارائي ڇڏيا. ٿامس مئن، آئن اسٽائين ۽ فرائڊ، اسٽيفا زوايگ وغيره جرمني ڇڏي ڀڄي ويا ۽ زندگيءَ جو باقي حصو جلاوطنيءَ ۾ گذاريائون. ٽئگور ۽ اقبال بچي ويا ڇو ته انهن انگريز سامراج کي ايتريءَ شدت سان نه للڪاريو هو ڀيو ته انگريز بنيادي طرح هڪ شريف قوم هئا. فيض پيريءَ ۾ بيروت ڀٽڪندو وتيو ۽ آئان پنهنجي ڌيءَ سليمه هٿ مون کي ڪجهه نظم موڪليائين جي پوءِ 'اي دل مري مسافر' ۾ ڇپيا ۽ جن مان بيحد مايوسي ٿي بکي. دراصل فن جي تاريخ ڇپي ڇپي ٿي دارورسن جي آزمائش آهي. گهٽايو ته مون سان به نه اٿائون. اڄ صدي شاعري مون لاءِ صليب ٿي رهي آهي. اها پي ڳالهه آهي ته مون آن کي تلوار ڪري ڪتب آندو آهي. ايوبي آمريت جي دؤر ۾ جڏهن مان سکر مان حيدرآباد ڪنهن ڪانفرنس يا مشاعري جي صدارت لاءِ ويندو هوس، ته مون کي ڪنهن پوليس وٺن ۾ ڪنيي، ڪوٽڙي ريلوي اسٽيشن تي ڇڏي ايندا هئا ۽ تيستائين اسٽيشن تي چاليهارو پوليس وارن جو گهيراءُ هوندو هو، جيستائين مان ٽرين ۾ چڙهي سکر ڏانهن نه ويندو هوس. شهر نيڪاليءَ سبب مشاعرو يا ڪانفرنس ملتوي ٿي ويندي هئي. ۱۹٦۵ع واريءَ جنگ ۾ مان ٿي پاڪستان ۾ هڪ مسلمان هيس، جنهن کي جنگ جي دوران نظربند ڪيو ويو هو، ڇو ته ٿر تي حملو ٿي منهنجي شاعريءَ ڪرايو هو. بس رڳو اهو سبب هو ته مون سنڌ جو نانءُ ورتو هو، نانءُ جو ايوب حڪومت پاڪستان جي نقشي تان مٽائي ڇڏيو هو.

مان سال ٦٨ع ۾ شهيد ڀٽي سان گڏ ساهيوال جيل ۾ هوس. اسان سان گڏ ولي خان، ممتاز ڀٽو ۽ ملڪ سڪندر حيات به هئا. پر پيا سڀ رها ٿي ويا، شهيد ڀٽو ۽ مان وڃي رهياسين، جيستائين

ايـوب استعفا ڏنـي. جنهن مرحوم رشيد ڀٽي منهنجي رٽ پٽيشن داخل ڪرڻ لاءِ بئرسٽر محمودعلي قصوريءَ وٽ لاهور ويو هو ته قصوريءَ، جنهن سان منهنجي دوستي هئي، ڀٽيءَ کي چيو ته بهتر ٿيندو تـه اي-ڪي بروهي صاحب کي چيو وڃي تـه هو هيءَ رٽ پٽيشن ڪراچي هاءِ ڪورٽ ۾ داخـل ڪري، ڇو ته لاهور جـي ججن مان ڪوبه آها هلڻ لاءِ ائڊمٽ به نـه ڪندو. ان وقت مسٽر جسٽس مشتاق ۽ جسٽس انوارالحق به لاهور هـاءِ ڪورٽ جا جج هئا، جن گهڻو پوءِ ڀٽي صاحب کي موت جي سزا ڏني هئي.

رشيد ڀٽي پـوءِ مون کي ٻڌايو تـه جڏهن ڪراچيءَ پٽيشن داخل ڪرڻ لاءِ آيو ته اي-ڪي بروهي صاحب اها پٽيشن ته داخل ڪئي، پـر ٻڌايائين تـه هاءِ ڪورٽ جي هڪ سنڌي جج بروهي صاحب کي چيو تـه اياز جي شاعري سنڌي قـوم جو سر شرم ۾ جهڪائي ڇڏيو آهي. مون ان تي ڀٽيءَ کي چيو، ”ڀٽي! پوءِ تـو ڇو رٽ پٽيشن داخل ڪئي؟ جج به ته هن معاشري جو حصوآهن. هو مون تي فتوي ڇا ڏيندا. مون تي تـه تاريخ فتوي ڏيندي. هنن جو سر منهنجيءَ شاعري ته نه جهڪايو آهي. ايوب خان جي نوڪري جهڪايو آهي.“

ساهيوال جيل ۾ ڀٽو صاحب سنتريءَ هٿ مون کي بسڪيٽ، سڪو ميوو، دٻـي ۾ بند مڇي وغيره ڪڏهن ڪڏهن تحفي طـور موڪليندو هو. موٽ ۾ مان هن کي جرمن شاعر هائني جي زندگيءَ تي لکيل ڪتاب Hiene the artist in revolt موڪليو، جنهن ۾ ڏيکاريل هو تـه ڪيئن نـه شاعر پنهنجي قوم تي پابنديون ڏسي بغاوت تي آماده ٿي وڃن ٿا.

ستر واري پاڪ و هند جنگ جي دوران مون کي اٺ مهينا سکر جيل ۾ نظربند رکيو ويو. مون کي A-Class ۾ نه رکيو ويو، توڙي جيل مئنيوئل موجب مان A-Class جو حقدار هوس. ساري پاڪستان جـي شاعرن ۽ اديبن پاڪستان جي شهر شهر ۾ ٺهراءَ بحال ڪيا ته مون کي آزاد ڪيو وڃي. خود سنڌ جي پيپلز پارٽيءَ

منهنجي رهائي لاءِ ٺهراءُ بحال ڪيو، ڇوته منهنجو مشرقي پاڪستان جي بغاوت ۾ ڪوبه هٿ ڪونه هو. پر پاڪستان جي متعصب بيوروڪريسيءَ ان تي ڪَن لاتار ڪئي.

سرحد تي هلندر گوليءَ کان وڌيڪ منهنجي شاعريءَ جي هر سٽ کي خطرناڪ سمجهي رهيا هئا.

ڀٽي صاحب جو فرينچ روليوشن جي تاريخ تي گهرو مطالعو هو ۽ هن چڱيءَ طرح ڄاتو ٿي ته والٽيئر کي بئسٽائيل جيل ۾ رکڻ جا ڪهڙا نتيجا نڪتا هئا. جڏهن پاڪستان ٻه ٽڪر ٿي ويو ۽ ڀٽو صاحب هٿي اقتدار ۾ آيو. تڏهن مونکي ٽيلي فون ڪري آرڊر ڪري جيل مان آزاد ڪيائين. جڏهن هو وزيراعظم ٿيو هو ته مون کي سکر سرڪٽ هائوس ۾ گهرائي چيو هيائين، ”اياز! توکي جيڪي وڻي لک، مان تنهنجي شاعريءَ کي سياست ۾ بدلائڻ نٿو چاهيان.“

ان ساري وقت ۾ رجعت پرستن، مون تي گڏيل يلغار ڪئي. منهنجي خلاف هزارين صفحات اردو ۽ انگريزي اخبارن، رسالن ۽ ڪتابن ۾ ڇپايا هيائون ۽ مون تي طرح طرح جا الزام ڏنا هيائون. خدا کان انڪار، وطن دشمني، قومي نفاق، لساني هنگاما، مطلب ته ايستائين به ويا، جو چيائون ته مون جي تحريرن ۾ فحاشي به آهي. ’پونر پري آڪاس‘ جيڪو منهنجي شاعريءَ جو پهريون مجموعو هو ۽ جنهن کي آل پاڪستان رائيٽرس گلڊ، سال جو بهترين ڪتاب سمجهي، انعام ڏنو هو، اُن تي بندش وڌائون، ’ڪلهي پاتم ڪينرو‘ ۽ ’جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙيءَ‘ تي بندش وڌائون. پوءِ به جڏهن مون کي چپ ڪرائي نه سگهيا ته اردوءَ ۾ منهنجا شعر ۽ تحريرون ٽوڙي مروڙي، ترجمو ڪري، پنهنجي آقائن کي پهچايائون، منهنجي خلاف اردو ۾ ڪتاب لکيائون ته جيئن سارو پاڪستان منهنجي خلاف بدظن ٿي. منهنجي مدافعت ۾ ڪيترن ئي شاعرن، دانشورن ۽ اديبن لکيو ۽ هڪ تحريڪ پيدا ٿي پئي. رسول بخش پليجي جهڙي دانشور ’انڌا اونڌا ويڄ‘ لکيو. مولانا

ڪرامي "مشرقي شاعريءَ جا اقدار" لکيو ۽ ٻين ڪيترن ئي مضمون لکيا. ٿئي پيرا جڏهن مون تي نظربنديءَ جي ڪاروائي ڪئي وئي ۽ مون نظربنديءَ جا تحريري سبب پڙهيا ته مون چيو ته هيءَ سرڪار ته ناهي، خرڪار آهي. هن کي جواب ڇا ڏجي، جيستائين هنن جا ڪوٽ ٻهي ڊير ٿـي پون. تيستائين هنن جون زيريون ۽ زنجير برداشت ڪرڻا آهن.

نه وري مون پنهنجي ڪنهن نقاد کي هيل تائين جواب ڏنو آهي. هڪ ته منهنجا نقاد ايتريءَ توجه جا مستحق نه آهـن ۽ ٻيو ته مون وٽ ايترو وقت نه آهي جو پنهنجي بچاءَ ۾ وڃايان. منهنجو بهترين دفاع منهنجي شاعري آهي.

هنگريءَ جي هڪ شاعر اشتراڪي نظام حڪومت تي هڪ نظم لکيو هو، جنهن جو عنوان هو 'One sentence on tyranny' ان وقت ساري ترقي پسند دنيا اشتراڪيت کـي ظلم ۽ استحصال کان نجات جـو ذريعو سمجهي رهي هئي، پـر اهو شاعر جو هڪ Siesmograph وانگر هـو، يعني انهيءَ اوزار وانـگر جنهن سان زلزلن جي اڳڪٿي ڪبي آهي، انهيءَ چيو:

Where there is tyranny
All is in vain
Even the song

اهو نظم انهيءَ هر حڪومت جي عڪاسي ڪري ٿو، جتي To talitarianism آهي، مطلق العنانيت آهي. لفظ To talitaria-nism زندگيءَ جي فاشي نظرئي جي عڪاسي ڪري ٿو ۽ پهريون ڀيرو حڪومت ۽ زندگيءَ جي فاشي نقطہ نگاه لاءِ مسولنيءَ ١٩٢٦ع ۾ ڪم آندو ۽ چيو هيائين ته: "حڪومت کان ڪجهه به ٻاهر نه هجي. آن کان ڪجهه به مٿاهون نه هجي، نه حڪومت جي خلاف ڪجهه هجي. هر ڳالهه حڪومت لاءِ هجي." ١٩٢٩ع کانپوءِ اسٽالن به انهيءَ نظرئي تـي عمل ڪيو ۽ ڪيئي شاعر ۽ اديب مارايائين، ڪن کي جلاوطنيءَ ۾ موڪليائين ۽ ڪن تـي روزگار جـا ذريعا

بند ڪيائين.

ڪارل مارڪس چيو هو ته: The poets are original Creatures. We must let them go their way يعني شاعــر original انسان آهــن، تخليقي انسان آهــن، انهن جي راهــه ۾ رڪاوٽ نه ٿجي. پر اسٽالن ان ڳالهه جي برعڪس عمل ڪيو ۽ شاعر جي قول ۽ فعل کي زنجيرن ۾ جڪڙي ڇڏيو. اڄ ڪلهه گورباچوف ان جو ازالــو ڪري رهيو آهي.

اهــا To talitarianism ٽين دنيا ۾ بـه نهايت خطرناڪ صورت ۾ آئي ۽ جتي آمريت هئي، اتي شعر و ادب جــي آزاديءَ کي نهايت سختيءَ سان ڪچليو ويو ۽ اڄا ڪچليو وڃي ٿو. ايشيا آفريقا ۽ لاطيني آمريڪا ۾ اهــڙا ڪيئي مثال ملندا. پاڪستان ۾ ايوب ۽ يحيٰ جي دؤر کان به وڌيڪ ضيا جي دور ۾ تشدد ڪيو ويو، ۽ نه رڳو سياست پر شعر و ادب کي به ختم ڪرڻ لاءِ طرح طرح جي ڪوشش ڪئي وئي. جنرل ضياء، جنهن جـو شعر و ادب تي عبور پيرواري مسجد ۾ ملان جي خطابت کان وڌيڪ نه هو. آهو علامه اقبال جو تشريحون ڪرڻ لڳو.

ڪن شاعرن هن جي دور ۾ خاموشي اختيار ڪئي، جنهن تي Heroism of silence چيو ويندو آهي. هڪ پيري مارشـل لا جي دوران مون پاڪ ترناڪ جون هيٺيون سٽون پڙهيون:

زندگي رڳو هڪ پل آهي،
رڳو هڪ گيت آهي، رڳو هڪ خواب آهي.
هڪ پوري ناـي فاختہ آهي.

تڏهن مون چاهيو تــه ان فاختہ جي پڃري جــو در کولي ڇڏيان. پل ته هوءَ هوا ۾ پر ڦهلائي. پوءِ مون راتين جون راتيون جاڳي لکيو. اهو سـڀ ڪجهه توهان جي اڳيان آهي، سوا منهنجي ٻوٽين ڪتاب ”آيُر چند پٽسُ پرينءَ“ جي، جو مون جمهوريت جي دور ۾ لکيو آهي. منهنجا اڪثر ڪتاب ضياءَ جي دور ۾ ڇپيا آهن،

جن جا حوالا هن نمبر ۾ آهن. اوهان ڏسندو ته مون انهن ۾ جبر جي ماحول سان بغاوت ڪئي آهي ۽ آزاديءَ جي آڇوات مرحبا ڪئي آهي. ضيا انهن ڪتابن تي بندش نه وڌي. هن ٻيو ڪجهه سوچيو هو، پر قدرت هن کي ايتري وٿي نه ڏني ۽ پنهنجي من ماني ڪري نه سگهيو. هينئر ته دنيا بدلجي چڪي ۽ هر ملڪ گويا جمهوريت لاءِ جدوجهد جي لپيٽ ۾ آهي. ٢٥ فيبروري تي نڪاراگوا ۾ ڏهن سالن جي راڄ کان پوءِ ڊينيل اورٽيگا جي سنڌي نستا حڪومت کي وايو ليٽا ڪمارو جي هٿان شڪست، ان جي نشاني آهي ته دنيا ۾ ڪنهن به ملڪ تي هاڻي زبردستيءَ، حڪومت نه ٿي سگهندي وري ڪنهن هٽلر، مسوليني، اسٽالن، فرانڪو، سالازار يا جنرل ضيا جهڙي آمر جي گنجائش ڪانه آهي.

منهنجي زندگيءَ پنهنجي فن کي تڪميل تي پهچايو آهي يا نه، ان جو قطعي فيصلو ٿيو ته مستقبل ڪندو. مان انسان جي حيثيت ۾ ڪمزور سهي، پر مان ايترو يقين سان چوان ٿو ته مون اڌ صديءَ کان وڌيڪ عرصي ۾ شاعريءَ ۾ اهڙي هڪ به سٽ نه لکي آهي، جنهن ۾ مان مان نه آهيان، جا منهنجي فلسفهءِ حيات جي تاڃي پيٽي ۾ هڪ تند نه آهي، اهو سڀ سٽ سڦرو آهي يا نه، ان جو منصف نه مان آهيان نه توهان.

مان اڄ به اهاڳالهه چوندس جيڪا مون ڪيترو وقت اڳي چئي هئي، مون رڳو پنهنجي شخصيت جي تڪميل لاءِ لکيو آهي ۽ نه ٻي ڪنهن حاصلات لاءِ، اهاڳالهه مون 'ڪپر ٿو ڪُن ڪري' ۾ سڀ ڪاپاڻي ۾ لکي آهي.

مون کي مُلهه ملي ڇڪو هاڻي تور نه تور،
آءٌ ڪنهن لئه ڪتيو.
آنءُ ڪالهه اداس هو مون چيو "چرخو چورا"
آءٌ ڪنهن لئه ڪتيو.
"آرهي! پنهنجي آرت سان آئي آڏيءَ اور"،
آءٌ ڪنهن لئه ڪتيو.

سڀني ساٿين تي، عمڙا ننڊ نڊوري ڪهور،
آهه ڪٿي لڳ ڪٿيو.
تاڄي پيٿو پيار جو مون جو پورڙون پور،
آهه ڪٿي لڳ ڪٿيو.
ڏاڍي ويٺو ڦولهه تون، منهنجي سڀني ڏور،
آهه ڪٿي لڳ ڪٿيو.

توري سڀني ڏور سڀني جي هن نمبر ۾ ڦولهي آئاڏون، باقي ٻيتي ڦوليندا رهندا.

# درياهه جي ڳالهه درياهه کان پڇو

لاڙڪاڻو فرينڊس پاران ٥ اپريل ١٩٩٠ع تي
پير حسام الدين راشدي جي ورسيءَ واري
تقريب ۾ ڪيل صدارتي تقرير.

دوستو، ساٿيو

شاعري ۾ پيسو نه آهي، پيسي ۾ شاعري نه آهي، اهو ڇهن مون بيماريءَ کان پوءِ وڪالت ڇڏي ڏني آهي ۽ بيماريءَ سبب سگر ڇڏي آيو آهيان ڇو ته اتي علاج جون سهوليتون ڪونه آهن، پر هتي منهنجون مصروفيتون ايترو وڌي ويون آهن جو ائين ٿو لڳي ته سگر ۾ فرصت وڌيڪ هئي. نه رڳو مون شعر جا ٻه نوان مجموعا، ’الوداعي گيت‘ ۽ ’اپر چند پس پردين‘، لکيا آهن، پر رسالن، مضمونن، خاڪن، تقريرن، صدارتن ۽ ٽي وي ۽ ريڊيو انٽرويوئن ۾ ايترو وچڙي ويو آهيان، جو سهڻيءَ جي شيخ اياز نمبر کان پوءِ مون ادبي دنيا کان ڪجهه وقت لاءِ ڪناره ڪشيءَ جو ارادو ڪيو هو، مان اڃا پوريءَ طرح صحت ياب نه ٿيو آهيان ۽ مئي ۾ ٻيهر لنڊن علاج لاءِ وڃڻو آهيان. ايتري ۾ ڪنهن تقريب تي جناب حسين شاهه راشديءَ سان ملاقات ٿي جنهن چيو ته ٢ اپريل تي پير حسام الدين راشدي جي ورسي ٿي رهي آهي ۽ آءٌ ان جي صدارت ڪيان. مان هن کي انڪار ان ڪري نه ڪري سگهيس ڇو ته پير صاحب منهنجو محسن هيو. هن ساري پاڪستان جي اردو شاعري کان پنائيءَ جو ذهن بيتن جو ترجمون گهرائي، سيني مان منهنجو انتخاب ڪيو هو ۽ ان ڪري شاهه لطيف جي رسالي جو ترجمو سنڌ يونيورسٽيءَ مون کي سپرد ڪيو هو. اهو اردوءَ ۾ ترجمو هيل تائين ٻه ڀيرا ڇپجي چڪو آهي ۽ هن وقت ان جي هڪ ڪاپي به دستياب نه

آهي. ان کان پوءِ منهنجا ادبي ناتا پير صاحب سان ايترا گهرا ٿي ويا ها جو مون پنهنجي شاعريءَ جو پهريون مجموعو 'ڪلهي پاتم ڪينرو' هن سان منسوب ڪيو هو ۽ انتساب ۾ لکيو هو، "پير حسام الدين شاهه راشدي جي نالي، جنهن جي روح مان مون کي اروڙجي مٽيءَ جي پيني خوشبو ايندي آهي." ان مجموعي جي اشاعت کان پوءِ جڏهن مون رٽز هوٽل حيدرآباد ۾، راجا ڏاهر جي ڊيٿ تي پنهنجو نظم هن کي ٻڌايو هو ته هن مونکي ڀاڪر پائي چيو هو ته سنڌ جي تاريخ کي جيئن تو سمجهيو آهي، ائين ورلي ڪنهن سمجهيو آهي.

سو جڏهن حسين شاهه مون کي صدارت جي دعوت ڏني ته مون کي انڪار ڏکيو لڳو. جڏهن لياقت ميموريل لئبرريءَ ۾ سهڻي رسالي جي شيخ اياز نمبر جي پڌرائي ٿي رهي هئي، تڏهن اتي مون سان جناب روشن علي چڇڙ، چيئرمئن لاڙڪاڻو فرينڊ ويلفيئر ائسوسيئيشن مليو ۽ چيائين ته ٢ اپريل تي اوهان کي شيرٽن هوٽل ۾ پير صاحب جي ورسيءَ تي صدارت ڪئڻ به ڪري ڪرڻي آهي، مون هن کي چيو ته راشدي صاحب جون ساريون تصنيفون ته مون وٽ سکر پيون آهن، اوهان وٽ ڪجهه مواد هجي ته مون کي موڪلي ڏيو. ٿئين ڏينهن تي هو مون وٽ هن جو ڪتاب، 'اهي ڏوٺي، اهي ڏينهن'، کڻي آيو جنهن ۾ هن پنهنجي باري ۾ لکيو هو. ان ۾ سنڌ زميندار پريس جو ذڪر مون خاص طور پڙهيو ڇو ته راشدي صاحب هڪ پيري سکر آيو ۽ ڳڙهي ياسين واري مرحوم آغا بدرالدين خان دراني جو مهمان هو. مرحوم آغا بدرالدين جو بنگلو سنڌ زميندار پريس کان ٽيهارو قدمن تي هو. رات جي ماني کائي، مان ۽ راشدي صاحب چهل قدميءَ لاءِ نڪتاسين، جڏهن سنڌ زميندار پريس وٽ پهتاسين تڏهن ڏٺوسين ته حافظ اوهدي، جو ان وقت پريس جو مئنيجر هو ۽ اسان جي خلاف سردار علي شاهه جي ٽولي ۾ شامل هو، اهو ڪنهن تحرير مٿان ڪڙو ٿي جهڪيل ٿي نظر آيو. پريس ۾ ٻه ٽي پرائيون ڪرسيون ۽ هڪ ننڍي ميز پئي هئي. پٿرن تان سڪل

پلاسٽر ڇٽي رهيو هو ۽ زمين تي ردي سڌي ڪاغذ پيا هئا. ان وقت مون کي راشدي صاحب ٻڌايو ته هن ۽ هن جي وڏي ڀاءُ علي محمد شاه راشديءَ هـن پريس سان پنهنجيءَ ادبي زندگيءَ جي شروعات ڪئي هئي، ٻئي ڀائر اتي ڪمپازيٽر هيا ۽ پنهي محنت سان زندگي ٺاهي هئي. مون کي اهو ڏسي ڏاڍي خوشي ٿي ته هن جي منهن تي ڪائي گهٻراهٽ نه هئي ۽ هو پنهنجي شروعاتي غريبيءَ جي ڳالهه نهايت اطمينان سان ڪري رهيو هـو. ان تـي مـون هن کي هڪ پارسيءَ جو شعر ٻڌايو:

قصہ امواج دريـا راز دريـا ديده پرس
هردلي اگهہ ز طوفان دل من نيست نيست

”يعني درياه جي ڳالهه درياه کان پڇي ڏسو گهرهي هر ڪا دل طوفان کي ٿوروئي سمجهي سگهندي آهي.“ شعر راشدي صاحب کي وڻيو، پڇيائين ته ڪنهنجو آهي؟

مـون چيو ”رهي معيري جـو“ حيرت مـان مون کي ڏسي چيائين، ”تو رهي معيري به پڙهيو آهي!“ ان ڏينهن کان پوءِ راشدي صاحب سان منهنجي دوستي گهري ٿي وئي ڇوته راشدي کي فارسي ادب ۽ شاعريءَ سان بيحد محبت هئي. دراصل مـان چوندو آهيان ته هو پيدائشي سنڌي هو، ثقافتاً نه رڳو ٺٽي ۽ روهڙيءَ جو هيو پر اصفهان ۽ شيراز جو به هو ۽ هن کي سنڌ جي ڪلاسيڪي شعر و ادب تي ايتروئي عبور هو جيترو دکن، دليءَ ۽ لکنوءَ جي ادب تي.

سکر ۾ منهنجي هن سان ملاقات پيا ته آغا بدرالدين واري بنگلي تـي ٽڪيندي هئي جو ڪئينس روڊ تـي هيو جتي منهنجي به آفس هئي يا آغا صاحب جي ڪوٺي ياسين واري بنگلي تـي ٽڪيندي هئي جو هن پنهنجي فارم تي ٺاهيو هيو. پير صاحب جـي فرمائش تـي آغا صاحب هڪ لئبريري بـه اتـي ٺاهي هئي جنهن ۾ ڪافي چڱيون ڪتاب ۽ قلمي نسخا رکيا هئائين. هڪ ڀيري راشدي صاحب جوش مليح آبادي کي دعوت ڏئي ڪوٺي ياسين وٺي آيو. سکر مان مون کي به سانڍ ڪنيائين. جڏهن جوش مليح آبادي هڪ بوتل وسڪيءَ

جي پوري ڪئي ته راشدي صاحب کي چيائين، ”بت بي پيرا! ڪر ڪوڙي انتظام“ ايتري ۾ آغا صاحب جـو ڪيڏانهن اٿي ويو هو. موٽي آيو. هن کي چيائين:

آغا بدرالدين آغا بدرالدين!

ايـاڪ نعبد ايـاڪ نستعين

جوش جـي انهيءَ شعر ۾ گستاخي ظاهر هئي پر عربي لفظ نستعين استعانت سان نڪتو آهي، جنهن جي معنيٰ امداد طلبي آهي. ڳالهه مذاق ۾ لنوائجي وئي ۽ جوش صاحب جي وسڪيءَ جي ٻي بوتل اچـي وئي. آغا صاحب جي ڳوٺهي ياسين واري فارم تـي ٻي پيري راشدي صاحب سان منهنجي هڪ رات محفل ۾ گذري. هو مشهور جرمن مستشرق ڊاڪٽرائن ميري شمل کي ڳوٺهي ياسين وٺي آيو هو. چانڊوڪي رات هئي ۽ اسان هڪ ڪافي وڏي پاليءَ جي تلاءُ پرسان ويٺا هياسين جو آغا صاحب پنهنجي فارم تي ٺهرايو هو. سازندا ساز وڄائي رهيا هـا ۽ ڳائڻا سنڌي ڪلام ڳائي رهيا ها، جو ٻڌي ڊاڪٽر شمل وجد ۾ اچـي وئي هئي. هـوءَ ٽيستائين ڪافي سنڌي سکي وئي هئي. منهنجي پرسان هڪ نيٽ سنڌي وڏيرو ويٺو هو. انهي مون سان سرگوشي ڪري پڇيو ”ياز صاحب! هيءَ شمل ولايت مان آئي آهي ڇا؟“ مون ڪنڌ ڌوڻي هائو ڪئي ته هن وري پڇيو ”راشدي صاحب جو هن سان عشق آهي؟“ مون هن کي جواب ڏنو، ”شمل جـو راشدي صاحب سان عشق آهـي. ڏسين نه ٿو ته ڪٿان جرمنيءَ مان هن لاءِ هزارين ميل هوائي جهاز ۾ سفر ڪري آئي آهي!“ وري هن سُس پُس ڪري پڇيو ”پوءِ راشدي صاحب هن سان نڪاح ڇونه ٿو ڪري؟“ مون کي ڳل اچي وڃـي ۽ چيم، ”وڏيرا! عشق اهو پرندو آهي جو ورلي نڪاح ۾ ڦاسندو آهي“ وڏيري کي اها ڳالهه نه وڻي ۽ سوچ ۾ ٻڏي ويو.

جڏهن راشدي صاحب گذاري ويو ۽ هن کي مڪليءَ تـي دفنايائون، ته مون ٻڌو ته مقبري جي خاموش ۽ پرسڪون فضا کي ڏسي ڊاڪٽر شمل وصيت ڪئي تـه جي مان مران ته مون کي بـه

راشدي صاحب جي پرسان دفنائجو. انهيءَ ڏينهن زرينه بلوچ منهنجي و ٽي، عشق عقاب پکي پرڏيهي جهڙپ ڏئي ٿو جهڻي، ڳائي رهي هئي. نه مون کي ڊاڪٽر شمل ياد اچي رهي هئي.

مان جڏهن حيدرآباد ايندو هوس ته رٽز هوٽل ۾ رهندو هوس جتي راشدي صاحب به ڪراچيءَ مان ايندو هو ته رهندو هو ۽ اتي هن سان ادبي ڪچهريون ٿينديون هيون. گرامي صاحب، مولوي عبدالواحد سنڌي، رئيس ڪريم بخش نظاماڻي، جويو صاحب، غلام رباني اگرو، حميد سنڌي، رشيد ڀٽي، نياز همايوني، جمال رند ۽ ٻيا دوست ڪٺا ٿيندا ها ۽ راشدي صاحب مجلس جو مور هوندو هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن مشاعرو به ٿي ويندو هو. هن وقت گرامي صاحب، راشدي صاحب، رئيس ڪريم بخش، مولوي عبدالواحد سنڌي ۽ رشيد ڀٽي حيات نه. آهن ۽ انهن کي ساري ڪنهن وقت بي اختيار چپن تي اميرخسروءَ جو شعر اچي ويندو آهي.

وه صورتين الاهي ڪس ملڪ بستيان هين
اب جن ڪي ديکني ڪو آنکين ترستيان هين

راشدي صاحب کي اردو ۽ فارسي غزل سان خاص رغبت هوندي هئي پر ڪنهن ڪنهن وقت هو منهنجا بيت پڙدي به سر ڌوڻيندو هيو. فارسي ۾ اردو غزل جون خوبيون راشدي صاحب جي سنڌي دوستن مان، آءٌ ئي چڱيءَ طرح پر کي سگهندو هوس. هونءَ نه مون دنيا ڀر جي شاعري انگريزي ترجمي ۾ پڙهي آهي، ٻين ڪجهه ٻولين جي شاعريءَ وانگر مون فارسي شاعري براهه راست پڙهي آهي. راشدي صاحب کي اهو ڏسي حيرت ايندي هئي ته مون کي حافظ، خيام وغيره جو سارو ڪلام ياد هو. هڪ پيري رٽز هوٽل ٻاهران مان، راشدي صاحب ۽ جويو صاحب لان ۾ ويٺا هياسين ۽ رباني ۽ نياز همايونيءَ جو انتظار ڪري رهيا هياسين جي اچڻا ها. ان مهل ڏکڻ اولهه جي هوا گهلي رهي هئي ۽ لان ۾ بيٺل ٻوٽا ۽ گل ٻهر جا وڻ هوا ۾ جهومي رهيا ها. راشدي صاحب جون ڳالهيون به طبيعت کي باغ و بهار ڪري رهيون هيون.

اوچتو راشدي صاحب چيو، "اياز! فارسي غزل جو ڪوئي شعر ٻڌاءِ" مون کي الاجي ڇو دل تي تري آيو.

بوئي بوئي موليان آيد همي

ياد يار مهربان آيد همي

ان تي راشدي صاحب چيو ته "شبليءَ جو شعرالعجم شروع ڪيو اٿئي ڇا؟ مون کي ڪوئي مبتدي ٿو سمجهين؟ اهڙو شعر ٻڌاءِ جو مون نه ٻڌو هجي.

مون ڪجهه سوچي ٻيو فارسي شعر پڙهيو.

از جنبش نسيم سحر گاه لاله ها

بريک دگر زنند چون مستان پياله ها

يعني پرهه‌جي هير جي چرپر سان لاله جا گل مستن وانگر هڪ ٻئي جي مٿي تي پيالا هڻي رهيا آهن.

"واهه ڇا ته شعر آهي!" راشدي صاحب چيو. پوءِ پڇيائين،

"خبر اٿئي اهو ڪنهنجو شعر آهي؟" مون چيو، "نه" ان تي پير صاحب چيو "اهو هڪ غيرمعروف شاعر جو شعر آهي، نالو انس احمد شقاقي". ان دور ۾ فارسيءَ جا مداح فقط ڪجهه وڃي رهيا ها. مرحوم مير علي محمد ٽالپر ٻه. انهن مان هڪ هو پر هن فارسي ڪتابن جو مطالعو گهٽ ڪيو هو ۽ مولانا آزاد جي ڪتابن ۾ آندل شعر نوٽ ڪري ڇڏيندو هو، جي هو حسب ضرورت ڪم آڻيندو هو ۽ غبار خاطر وانگر خط لکندو هو. ها، مولانا گراميءَ کيترائي ڪتاب پڙهيا ها ۽ ڪڏهن ڪڏهن راشدي صاحب جي صحبت ۾ هن سان عارف قزوينيءَ، ايرج مرزا وغيره جي شاعري تي دلچسپ گفتگو ٿي ويندي هئي.

ايلفنسٽن اسٽريٽ ڪراچيءَ ۾ هڪ ايراني ڪتاب گهر هيو جتان مونکي راشدي صاحب ڪيترائي فارسي شاعريءَ جا ڪتاب خريد ڪرايا ها جن ۾ فردوسيءَ جي شاهنامي جو خوبصورت منقش نسخو به هو جو اڃا تائين مون وٽ آهي.

راشدي صاحب جي همه گير شخصيت جي هر پهلوءَ تي

لکيو ته ڪتاب پڙهي ويندا. سون في الحال ته فارسي شاعريءَ لاءِ هن جي محبت جي باري ۾ لکيو آهي. سنڌ جو اڪيون ادب فارسيءَ ۾ آهي. راشدي صاحب جو قاضي قازن، ميين عنات شاه، بلڙيءَ واري شاه عبدالڪريم، لاڙڪاڻي جي لطف الله قادريءَ، شاه لطيف، سچل سرمست وغيره جي ڪلام جو گهرو مطالعو هو، پر اهي شاعر پاسي رکيا ته سنڌ جي باقي شاعري فارسيءَ ۾ آهي. نه رڳو نظم پر نثر به پارسيءَ ۾ لکيو ويو آهي. جيئن انگريزن جي دور ۾ توروودت، سروجني نئڊو، چٽو چاٽڊيه ٽئگور وغيره انگريزيءَ ۾ شاعري ڪندا ها پر آزادي کان پوءِ ٽئگور کان سوا هنن جو فقط نالو رهيو آهي. ۽ هنن جي شاعريءَ جي ڪائي اهميت نه آهي، ائين سنڌ جي فارسي شاعريءَ جي به ڪائي اهميت نه آهي ۽ رڳو محقق ان مان تاريخي مواد حاصل ڪن ٿا.

جڏهن فاران هوٽل نهيو تڏهن راشدي صاحب ۽ مان رات ۾ رهڻ جڏي ڏنو ۽ فاران ۾ اچي رهندا هياسين، فاران جي سامهون رئيس ڪريم بخش مانلي‌ءَ واري جو پيو گهر هو ۽ ڪڏهن ڪڏهن هو راشدي صاحب سان ڪچهريءَ لاءِ هليو ايندو هو. راشدي صاحب هن سان ”ذرا عمر رفته کو آواز دينا“ واريون ڳالهيون ڪندو هو ته هو ٻڌائيندو هو ته ڪيئن هن پروفيسر رام پنجواڻي سان گڏجي سنڌيءَ جي پهرين فلم ايڪتا ناهي هئي ۽ ڪيئن بمبئيءَ ۾ هندو اڪٽريسون هن تي واريون ويندڙيون هيون. هن جي آخري تان انهيءَ جملي تي ڪٽندي هئي. ”هي دنيا هڪ گذرگاه. آهي راشدي! ان جي دروازي مان لنگهي ڪوئي پٺ تي نه موٽي آيو آهي. مون ڇا ڇا نه فتنهائي روزگار صورتون ڏٺيون! اڄ انهن مان ڪا به نه بچي آهي.“

جڏهن رئيس گهر ۾ پوندو هو ته راشدي صاحب هن جي گفتگو وچ ۾ ڪٽي چوندو هو، ”هيءَ دنيا هڪ گذرگاه آهي، رئيس“، ان وقت رئيس سمجهندو هو ته ڪچهريءَ جو وقت پورو ٿي ويو آهي ۽ هاڻي موٽي وڃڻو آهي.

ڪراچيءَ ۾ راشدي صاحب جا ڪتاب ڪونه هئا ۽ ان ڪري مون فقط هن جون ياد گيريون ڪتيون آهن. هونءَ به ممڪن نه هو ته هن جي سڀني علمي تحريرن جي ايتري ٿوري وقت ۾ ڇنڊڇاڻ ڪري سگهجي ها. هو بلبل، هزار داستان هو.

ها، هن جيءَ طبيعت کي بي ضرر مزاح جو پهلو ضرور هوندو هو. سنڌي ماهوار نئين زندگيءَ جي ايڊيٽر مولوي عبدالواحد سنڌي ۽ اردو تاريخ نويس اعجازالحق قدوسيءَ سان هن جي نوڪ جهونڪ ٿيندي رهندي هئي، اها ائين هوندي هئي جيئن جناب جي. ايم. سيد جي مومن مليرائيءَ سان هوندي هئي. اسان جي اچڻ جو پڌي مولوي صاحب، اڌ مڻ جو ٿيلهو کڻي، جنهن ۾ پنا، رسالا، پروف، ڪتاب، ۽ بي وکري هوندي هئي، سهڪندو ايندو هو ۽ اچا ويهندو مس هو ته پير صاحب هن کي راتوڪي تعدي ياد ڏياريندو هو جا هن سان گهر ۾ ٿي هئي ڪڏهن ڪڏهن ربانيءَ کي چوندو هو ته هن تي مون وارو لکيل هزل اهي مولوي مزيدار، پڏائي، مولوي صاحب پنهنجو تڪيه ڪلام چڏ زوراور، دهرائي، پنج سو وولٽ جي بلب وانگر مرڪندو هو. مولوي صاحب زندگيءَ جو اڪثر حصو ڊاڪٽر ذاڪر حسين سان جامع مليءَ ۾ گذاريو هو پر راشدي صاحب ۽ رباني صاحب جي ڇيڙڇاڙ تي ايترو هري ويو هو جو اعتبار نه ايندو هو ته هن دليءَ ۾ ايتري سنجيده زندگي گذاري آهي.

اعجازالحق قدوسي سنڌ جي پوري تاريخ اردوءَ ۾ لکي رهيو هو ۽ باربار راشدي صاحب سان مشورو ڪندو هو هڪ پيري اسان ٽئي راشدي صاحب واري بنگلي تي ڪراچيءَ ۾ ويٺا هئاسين ته راشديءَ صاحب چيو، ”اياز“ سان سنڌ جي فارسي شاعريءَ کي خاص اهميت نٿو ڏيان. هونءَ ته ان جو مطالعو تضيع اوقات آهي پر اها تاريخ جي واقعات تي ڪافي روشني وجهي ٿي. **Persian Poets of sind** هروسدارنگاڻيءَ لکي پي. ايڇ. ڊي. جي ڊگري ورتي. ان جي هر صفحي تي ٻه چار فارسي جا شعر لکيا اٿائين پر انهن ۾ اهڙو هڪ به شعر نه آهي جنهنجي ڪائي ادبي اهميت هجي.

پلا هندستان جي فارسي شاعريءَ جي باري ۾ تنهنجو ڇا رايو آهي.
مون جواب ڏنو، ”هندستان جا فارسي شاعر يا انهن جا وڏا تازو ايران مان آيا ها ۽ انڪري هنن جي ڪلام ۾ ايراني شاعري جي خوشبو هئي. مغلي دربار ڪنهن حد تائين هنن کي ايراني ماحول به مهيا ڪري ڏنو هو، ائين آهي نه هتي غالباً ١٩٣٥ع ۾ جڏهن مشهور ايراني شاعر شهريار آيو هو ته هن کان پڇيو هيائون ته ”غالب جي فارسي شاعري ڪيئن آهي؟“ ته هن جواب ڏنو هو ته وٺي رال مي آيد ۽ وري جڏهن علامه اقبال جي باري ۾ پڇيو هيائونس ته طنز سان چيو هيائين، ”اقبال؟ اهو جيڪو ليٽو ۾ پنهنجا ڪتاب ڇپائيندو آهي؟“ پر منهنجو شهريار سان اتفاق ڪو نه آهي. بيدل دهلوي، امير خسرو، عرفي، صائب، غني ڪشميري، غالب وغيره فارسيءَ ۾ تمام چڱو لکندا ها ۽ اهي يا انهن جا وڏا تازو ايران مان آيا ها، ان تي راشدي صاحب چيو، ”ايران ۾ ته فقط عرفي کي مڃيندا آهن. ڪي قدر خسروءَ جا به قائل آهن. پر اياز فارسي ۽ اردو غزل جي تتبع سنڌي غزل کي بي جان ڪري وڌو آهي. ها سانگيءَ ۾ ڪٿي ڪٿي انفراديت ملي ٿي“ پوءِ سانگيءَ جو هڪ شعر جهونگاريو هيائين.

لانڍي هجي لوڙهي ۾ رهڻ لاءِ ڪکن جي
ڏيکارجي دشمن کي مڪر اوڏ لکن جي

ايراني ثقافت سان ايتري دلچسپيءَ سبب شاهه ايران راشدي صاحب کي ايران به گهرايو هو ۽ هن سان نهايت عزت سان پيش آيو هو. هن کي ايران ۾ آنرري پي. ايچ. ڊي جي ڊگري به ڏني هئائون. جڏهن مون آمريڪي ناول (Crash of 79) جي باري ۾ راشدي صاحب کي ٻڌايو هو ۽ چيو هو ته ناول نگار ويجهي مستقبل ۾ شاهه ايران جي زوال جي پيشگوئي ڪئي آهي ته راشدي صاحب کلي چيو هو اهي بيوقوف ناول نگار به تولاءِ اهميت رکندا آهن ڇا! ڪجهه وقت کان پوءِ آمريڪا جو OPEC ۾ ايران سان تيل جي قيمت تي زبردست اختلاف ٿي پيو هو. اشتراڪي توده پارٽيءَ

به روس جي چرچ تي خميني ؒ جي مدد ڪئي هئي جيئن هاڻي هندستان ۾ حماقت ڪئي اٿائون ۽ پارٽي جنتا پارٽي کي اقتدار ۾ آنـدو اٿائون. ان وقت اردو اديب سبط حسن ترڙ ڪڙ ۾ پنهنجو ڪتاب ”انقلاب ايران“ لکيو هو. پير صاحب کي اها ڳالهه مون وانگر نه آئڙي هئي ۽ مون هن کي چيو هو ته بنياد پرست اقتدار ۾ اچي ايراني ثقافت کي تباه ڪري ڇڏيندا ۽ هن مون سان اتفاق ڪيو هو.

منهنجو خيال آهي ته پير صاحب اڄ کان پنج سو سال اڳي پيدا ٿئي ها ته هن جو روح وڌيڪ مطمئن هجي ها. هو برصغير ۾ پلو تارچ (Plutarch) جي پائي جو مورخ هو ۽ پنهنجي راءِ جي اظهار ۾ للي چپي نه ڪندو هو.

هڪ ڀيري مان ڪراچيءَ ۾ هن جي ڊرائنگ روم ۾ ويٺو هوس اتي اسٽيٽ بئنڪ جو گورنر ممتاز حسين صاحب به ويٺو هو جو دوُر اسلاميه جي تاريخ ۾ گهڻي دلچسپي رکندو هو. گفتگوءَ جي دوران هن چيو ته اسلامي مورخ نهايت ديانتدار هئا ۽ اڄ ڪلهه جي مورخن وانگر بدديانت نه ها. راشدي صاحب هن کي ڇتائي ڏنو ۽ چيو ته تاريخ جي هڪڙي دور ۾ مسلمان پنهنجي گادي هڪ هنڌان ٻي هنڌ ڦيرائي رهيا ها. ٻئي ساري سرو سامان سان گڏ هن چاليهه اٺ رڳو حديث جي ڪتابن سان لڏيا ها. انهن چاليهه اٺن تي لڏيل حديث جي ڪتابن مان فقط هڪ معتبر ڪتاب نڪتو آهي ۽ اهو آهي صحيح بخاري. هاڻي ته ڪجهه عالم دين ان ۾ آيل ڪن حديثن جي صحت تي به يقين نه ٿا ڪن، اها هئي اسانجي مورخن جي ديانتداري. ممتاز حسين هڪو ٻڪو ٿي ويو.

راشدي صاحب برصغير جي مغليه دور جي تاريخ تي ته هڪ انسائڪلوپيڊيا هو هڪ ڏينهن اسان شهنشاه اڪبر جي دور تي ڳالهائي رهيا هياسين ته هن چيو ته ”اڪبري دور ۾ برصغير جا عظيم ترين انسان، اسان جا سنڌي هيا“، مون هن کي ڏيان سان ڏٺو ته هن چيو، ”اهي ٻئي پاڙر سيوهڻ جا ها ۽ انهن جو نالو ابوالفضل

۽ فيضي هو.“ مون مرڪي چيو، ”۽ انهن جي پيءُ جو نالو شيخ مبارڪ هو“، راشدي صاحب کلي ويٺو ۽ چيائين ته ”ڏسجانءِ ته توني نالي جو اثر نہ ٿئي. ابوالافضل ۽ فيضي وڏا تخريبڪار ها.“ پير صاحب وڏيڪ ٻڌايو ته فيضي، عربي، فارسي ۽ سنسڪرت جو جيد عالم هو. پوءِ اسان فيضيءَ جي قصيدن، غزلن ۽ فارسيءَ نظمن تي بحث ڪندا رهياسين ۽ فيضيءَ جي حاضر جوابيءَ ۽ بذلہ سنجيءَ جي باري ۾ ڳالهائيندا رهياسين. راشدي صاحب ڪافي وقت اڪبري دور جي ثقافت تي پنهنجا رايا ٻڌايا. هن ٻڌايو ته فيضي ليليٰ مجنون جي طرز تي نل ومن لکي هندو رعايا کي موهي وڌو هو. هن ڪيئي ڪتاب لکيا ها ۽ ڪلام مجيد جي بي‌نقطہ تفسير بہ لکي هئائين. راشدي صاحب وڏيڪ ٻڌايو هيو ته ابوالفضل اڪبر نامون ۽ آئين اڪبري لکيا ها. هن محمد حسين آزاد جي ان تبصري سان اتفاق نہ ڪيو ته ابوالفضل هڪ مبالغہ پرداز مصنف هو. ان وقت مان ۽ رشيد ڀٽي هن جي عامل ڪالونيءَ واري بنگلي جي ايوان ۾ ويٺا هياسين ۽ هو مانيءَ کان اول ڪچهري ۾ محو هو. هن ٻڌايو تہ جڏهن فيضيءَ جي زبان بند ٿي وئي ۽ دربار جا سڀ حڪيم هن کي موت جي پنجي مان نہ ڇڏائي سگهيا ته اڪبر پنهنجي دستار لاهي زمين تي ڦٽي ڪئي، مون کي ياد آهي تہ ڪافي وقت اسان عبدالرحيم خان خانان جي هندي شاعري تي ڳالهائيندا رهياسين. خان خانان جو اڪبر جي دور ۾ سنڌ جي ڪنهن حصي جو گورنر بہ هيو. توڙي خان خانان کي عربي ۽ فارسيءَ تي مهارت هئي ۽ نہ رڳو هو فارسي ۾ شعرگوئي ڪندو هو پر هن جي ڪتب خاني ۾ شڪيبيءَ، ظهوري، نظيري، ثنائي، عرفي وغيره جا قلمي مجموعا هوندا هئا، پوءِ بہ هن هنديءَ ۾ جي دوها لکيا، اهي اڄ تائين برصغير جي امر هنديءَ شاعريءَ جو حصو آهن. راشدي صاحب وڏيڪ چيو هو تہ هو انهيءَ راءِ جو هيو تہ جي اهڙي شاعري ڪئي وڃي ها تہ هند ۾ دوئيءَ جو احساس ختم ٿي وڃي ها. هن پوءِ ملا عبدالقادر بدايوني جي منتخب التواريخ ۽ ٻين ڪتابن تي ڳالهايو

جن جا نالا وسري ويا آهن مون ان وقت محسوس ڪيو هو ته هي شخص منهنجي تاريخ جي نظرئي جي قريب ترين آهي ۽ جي مان ڪنهن مان ڪجهه پرائي سگهندس ته اهو پير حسام الدين راشدي ئي آهي. اهڙا بحث هن سان ايرانين ڪلچر سينٽر حيدرآباد ۾ به اڪثر ٿيندا ها جتي سينٽر جو ڊائريڪٽر شڪوهي ۽ هن جي بنگالي زال شيلا اسان جون دعوتون ڪندا ها ۽ جن ۾ رباني صاحب به موجود هوندو هو.

هو نهايت مهذب ۽ شائسته مزاج وارو انسان هو ۽ هن جي ٻوليءَ ۾ ترشي نه هوندي هئي، رڳو هڪ ڀيري هن ڳٽو لفظ ڪم آندو هو. ممڪن آهي ته اهو لفظ ڳٽو نه هو ۽ تير نشاني تي هو. علامه اقبال جي صد ساله ورسي ملهائجي رهي هئي جنرل ضياءالحق جو دور هو ۽ مان اچا سنڌ يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر هوس. مون ۽ راشدي صاحب، ٻنهي کي ورسيءَ ۾ شرڪت لاءِ لاهور طلب ڪيو ويو هو. ٻين سان گڏ اسان علامه اقبال جي مزار تي فاتحه خوانيءَ لاءِ وياسين منهنجي کٻي پاسي راشدي صاحب بيٺو هو. اوچتو هڪ لنبو تڙنگو ڏندو ڏوڙو شخص اچي راشدي صاحب جي ڀرسان بيٺو. مون زندگيءَ ۾ پهريون ۽ پويون ڀيرو راشدي صاحب جي چپن مان ڳٽو لفظ ٻڌو هن سنڌيءَ ۾ ٿي ڳالهايو. جڏهن پٺي فاتحه پڙهي موٽياسين ته مون راشدي صاحب کي چيو، اوهان اها ٻولي ڪنهن جي لاءِ ڪتب آندي؟ هن حيران ٿي انهيءَ لنبي تڙنگي شخص ڏانهن اشارو ڪري چيو، ”ڇا تون هن کي نه سڃاڻين؟“ جڏهن مون چيو ته نه تڏهن هن چيو، ”هي اهو جسٽس مشتاق آهي جنهن ڀٽي تي خون جي ڪيس ۾ فتويٰ ڏني هئي.“ مان چپ ٿي ويس. راشدي صاحب جو منهن غصي ۾ ڳاڙهي هٽي ويو.

اهو هو سنڌ جو زنده جاويد محقق پير حسام الدين شاهه راشدي، سنڌ جو ابن خلدون جنهن جي ورسيءَ جي صدارت جو شرف مون کي اڄ بخشيو ويو آهي.

۲۵ آڪٽوبر ۱۹۹۰ع تي ڀارت ۾ ”شاهه، سچل، سامي“ سيمينار جي مهورت وقت ڪيل تقرير جا ڏسمبر ۱۹۹۰ع جي سهڻي رسالي ۾ شايع ٿي.

ڀارت ورش جا سنڌيو،

سنڌ ديس ۽ ان جي رهواسي ڀائرن ۽ ڀينرن جا اوهان لاءِ پيار. مان، سنڌ ديس جو شاعر، جنهن اوهان کي ڪڏهن به پاڻ کان ڌار نه سمجهو آهي، گذريل ستاويهه سال تاريخ جي پيانڪ چڪر ۾ اچي، وري سنئين لڳين اوهان وٽ موٽي آيو آهيان، جيتوڻيڪ انهيءَ وقت ۾ منهنجي روح تي رهڙون اُڀري ڪيان ۽ گهڻيون اڇي چڪيون آهن. منهنجا اوهان لاءِ پرنام.

اوهان مون کي ”شاهه، سچل ۽ ساميءَ“ تي سيمينار جي مهورت لاءِ گهرايو آهي، جنهن لاءِ مان اوهان جو ٿورائتو آهيان. ’شاهه، سچل ۽ سامي‘ سنڌ جي صدين وانگر، منهنجي ساهه ڪ تاڃي پيٽي ۾ اڻيل آهن. سامي به مون لاءِ اوترو ئي اهم آهي جيترو شاهه ۽ سچل، ڇو ته تنهن جو نقطهءِ نگاهه ساڳيو آهي، جو ويهينءَ صديءَ ۾ به ايتري اهميت رکي ٿو جيتري پنهنجي دور لاءِ رکندو هو. مان رسمي طرح ’شاهه، سچل ۽ ساميءَ“ جي شاعريءَ جو جائزو نه ٿو وٺان، پر ويهينءَ صديءَ لاءِ ۽ اڪويهين صديءَ لاءِ جا هڪ ڏهاڪي کان پوءِ اچي رهي آهي، انهن جي لحاظ کان سندن پيغام ڪي بر ڪيان ٿو.

ويهينءَ صديءَ ۾ پنهنجي ڌرتيءَ تي ۽ عالمي سطح تي اسان ڇا نه ڏٺو آهي! ڪيترين نه لاهيون چاڙهيون، ڪيترا نه انقلاب، ڪيتري نه سماجي ڇڪتاڻ، جنگيون ۽ خونريزيون ڏٺيون آهن اسان آن ۾ ڪيتري نه بهادريءَ ۽ انسان دوستيءَ جا ڪارناما ڏٺا آهن ان ۾ جوهري توانائي يعني **Nuclear Energy** ڌرتيءَ جي چوڌاري گردش ڪندڙ مصنوعي سيارا **(Satallites)** زندانن جي

سيخين پوبان پيڙين ۾ جڪڙيل انسان ۽ پکين کان به تيز خلا (Space) ۾ آڏامندڙ خلاباز! اسان جي نندي ڪنڊ ۾ به جيڪي ڪجهه ٿيو، دلين جون جدايون، محبتن ۽ رفاقتن جا ورها ڱا، بي معني رتو چاڻ، مائرن ۽ ڀينرن جون ڪپيل ڇاتيون ۽ ڪوڙيل مٿا، نيزن جي نوڪن تي آڇلايل ٻار، ريل گاڏين تي حملا ۽ بيدرديءَ سان خونريزيون، سرحدن تي ٻکيا، ننگا، لٽيل ڦريل قافلا، فوجي آمريتون، بي شرم آپي شاهيون. قلم تي بندشون، ڪتابن جون ضبطيون، نظربنديون، قيد، سياسي قتل، مذهب جي آڙ ۾ زبانن تي تالا، ڌرتيءَ جي دلالن جي ڇهري تي سرخوشي، افسر شاهيءَ جي لوٽ کسوٽ، ڏوڪس، ڌانڌلي، مذهب، نسل، قوم ۽ رنگ جي نالي ۾ بي انتها ڌڪار، ڇا ڇا نه ڏٺو آهي، ڇا ڇا نه سٺو آهي، اسان جي هن صديءَ ۾! اي ڪاش! اسان هي ويهين صديءَ جا پويان ڏهه سال اڪويهينءَ صديءَ جي مهاڳ وانگر استعمال ڪيون ۽ انسان کي اهو پيار ۽ محبت موٽائي ڏيون جنهن ۾ هن جي امن، آشتيءَ ۽ بقا جو راز آهي! ڌرتي سميٽجي هڪ پاڙو ٿي وئي آهي ۽ پوري سرشتي هڪ شهر لڳي ٿي. هن صديءَ ۾ نه رڳو ناگاساڪيءَ ۽ هيرو شيما جهڙا واقعا ٿيا آهن، پر ساڳي وقت ائين ٿو لڳي ته آلاسڪا ۽ سائبيريا کان وٺي هماليه تائين ڇڪ ويڇو ختم ٿي ويو آهي.

ان ۾ شڪ نه آهي ته زندگي **Reverse gear** ۾ نه ٿي وڃي سگهي ۽ تمدن ۽ ٽيڪنالاجيءَ جي ميلاپ اسان مان هر ڪنهن تي اثر ڇڏيو آهي. ٽيلي ويزن، ٽيليفون، ٽيليڪس ۽ ٽيلي فئڪس وغيره جي ضرورت کان آءٌ انڪاري نه آهيان، پر جاڳالهه پنيءَ جي پاڻن ۽ سج لٿي وٿاڻن ۾ آهي، جا ڳالهه ڪڙاءَ تي چوڏهينءَ جي چنڊ ۾ رائٽ تي آرهڙ جي سج ۾ آهي، جا ڳالهه جهڙاڻو واه تي ٻڙجي ڇايا هيٺان رڍن کي پاڻي پيئندو ڏسڻ ۾ آهي، جنهن کي ڏسي مون هائڪو لکيو هو.

جهڙاڻوءَ جو تڙ،

رڍون پاڻي پيئندي،

پٽر تي گهاٽو ٻڙ.

اهڙي ڳالهه اوهان کي جديد تهذيب جي حاصلات ۾ نه ملي سگهندي. انهيءَ ڪريئي ماحول ۽ ماحوليات، Environment ۽ Ecobgy تي ساري دنيا ۾ ڏڍا ڏڍ مضمون اچي رهيا آهن، جن ۾ ان ڳالهه جو اظهار ڪيو وڃي ٿو ته ايئن نه ٿئي ته انسان، پنهنجي حوس ۽ ٽيڪنالاجي تي اجاري داريءَ سبب، ڪڏهن ڌڪار جي اوڙاهه ۾ ڌڪجي وڃي ۽ مورڳو دنيا کي تباهه ڪري ڇڏي.

ويجهي ڇڪ ۾ اوسلو(Oslo) ناروي ۾ نفرت تي هڪ انٽر راشٽريه ڪانفرنس ٿي هئي. ڪوشش اها ڪئي وئي هئي ته اُتي ڪرشمي ساز ۽ عقلمند شخصيتن کي آندو وڃي ۽ انهن کي روشنيءَ ۾ تي ڌيان (Focus) فوڪس ڪيو وڃي ۽ اونداهيءَ جي قوتن کي پٺ تي ڌڪيو وڃي. انهن ماڻهن ۾ چيڪو سلوواڪيا جو هاڻوڪو صدر وڪلاف هئول (Vaclof Havel) به هيو جو هڪ سٺو ڊراما نويس به آهي. ساؤٿ آفريڪا جو نيلسن منڊيلا به هو، ڪجهه سال اڳ وارو آمريڪا جو صدر جمي ڪارٽر ۽ فرانس جو صدر فرانسوا متران به موجود هئا. جڳ مشهور ليکڪ (گنٽر گراس Gunter Grass ۽ نادينگور ڊمر (Nodine Gordimar) به اُتي هئا ته چين جا چائي لنگ (Chai Ling) ۽ لي ليئو(Li Liue) به هئا، جن ڪجهه مهينا اڳ بيجنگ جي تاءِ نان مين اسڪوائر ۾ لوڪ شاهيءَ لاءِ هل چل جي اڳواڻي ڪئي هئي. اهي سڀئي ۽ ٻيا وجهندڙ ڪيترائي نوبل انعام کٽيندڙ، پروفيسر، ريڪٽر، مهاپرش ۽ سنت ڪٺا ڪيا ويا هئا. ان ميڙ ۾ ان ڳالهه تي حيرت جو اظهار ڪيو ويو ته ستن Deadly sins ۾ نفرت شامل ڇو نه آهي ۽ پراڻو عهدنامو (Old Testamount) ايتريءَ نفرت سان ڀريل ڇو آهي! ڪانفرنس ۾ نيلسن منڊيلا جي ڪوئلي جهڙن وارن (Charcoal hair) جي چوڌاري ٽيلي وين جي روشني Nimbus of television light پئجي رهي هئي. ڪيترو نه سٺو هو هُن! مان ستاويهه سال ٻاهرين ۽ اندرين جيل ۾ رهيو آهيان. هو ستاويهه سال

فقط اندرين جيل ۾ رهيو هو. پر ٻه هو شانت هيو ۽ سڀني کان وڌيڪ، دل جي پوري همت سان، اُن سان اڪٺا ڪيون ويٺو هو، Possessed-Self هو. ماڻهو، هن کي ڏسي سوچن پيا ته، جيل ۾ ساندهه ستاويهه سال رهڻ کان پوءِ به ڪوئي ايترو شانت رهي سگهي ٿو؟ آمريڪا مان نڪرندڙ رسالي ٽائيم جي رپورٽر لکيو آهي ته، هن جرمن ناول نويس گُنٽرگراس جي نازي جرمنيءَ ۾ آپارٿيل ڏڪار ۽ هنسا تي تقرير ٻڌي، وڌڪلاف هئول ڏانهن منهن ڦيرايو جو هن کي ڪوئي بن جو پراڻي Wood land creature تي لڳو. جمي ڪارٽر ۾ ساڪيات مڌرتا (Likable sweetness) هئي جيا تيج وان پڻ لڳي، جيتوڻيڪ هو چيڙهالو ماڻهو آهي. سڀ ان ڳالهه تي ويچار ڏئي رهيا هئا ته ڏڪار ڇا آهي؟ ڇا ڏڪار هڪ ڪارو سج آهي (Black Sun) جيئن هڪ ليکڪ چيو آهي، پر اهو ڪاري سورج جو تصور چڻ نفرت کي وڌيڪ آسرو ڏئي رهيو هو، ڪنهن ڏڪار کي White Whale (اچي ويسر) سان تشبيهه ڏني. تشبيهون ڪهڙيون به هجن، نفرت تي بحث ڏاڍو مشڪل آهي، ڇوته نفرت هڪ اسرار به آهي ۽ ڪرفهمي به آهي. مون پنهنجي ڪتاب 'ڪي جو ٻيجل ٻوليو' ۾ لکيو هيو ته:

اڌاهه اڌما ڏڪار ۾ ها، ڏڪار جا پيار جي سگهي آ،
سوين امرڪيت آدميءَ جا، نه چانڊنيءَ ۾ نه پيار ۾ ها.

ان شعر ۾ به مون اَن ڏڪار جي ڳالهه ڪئي هئي، جا پيار جي سگهي آ. ان ڪري ڏڪار يا ته ايتري ڳوڙهي ٿئي ٿي، جو سمجهه کان مٿاهين ٿئي ٿي، جنهن جي چيد ۾ سڦلتا نه آهي، جيئن ڪلپنا دت جي ڪتاب 'چاٽگام جا انقلابي' ۾ نه آهي، يا ته اها بنهه بي‌سمجهيءَ جو ڪارڻ ٿئي ٿي، جيئن تازو پاڪستان ۾ ٿيل دهشت گرديءَ ڪنهن ڪاري خمار جو تصور پئي آپاريو، جنهن جي آڱڻ موت سان ساز باز هئي. آسلو ڪانفرنس ۾ ڪوي ۽ ليکڪ جي آتم وادي Subjectivists هئا، سي ڏڪار جي جڙ ماڻهوءَ جي من ۾ ڳولي رهيا هئا ۽ جي ٻاهر واردي هيا.

Objectivists هئا، يعني اقتصاديات (Economics) جا ڄاڻو هئا، يا تاريخدان هئا يا قانون سان واسطو رکندڙ هئا، انهن اهڙا خيال هوائي سمجهي رد ڪري ڇڏيا ۽ ڏڪار جو سبب انسان جي اردگرد ۾ ڏيکاريو ۽ ان وايو منڊل کي ڪوٺيو جنهن ۾ ماڻهوءَ جي اڄيو ڪا هئي. جان ڪينٿ (John Kenith Gatbraith) چيو ته: Hard visible circumstances define reality يعني ته ڪٺن پڌريون حالتون حقيقت جي شرح ڪن ٿيون. ايلينا باڻر (Elena Bonner) جا جڳ مشهور آندري سخاروف جي وڌوا آهي، اُن چيو:
**Moral concepts are lovely but key is governing these things by Law.**

يعني اخلاقي خيال ته پيارا آهن. پر هر ڳالهه جي ڪنجي اها آهي ته قانون سان حڪمراني ڪيئن ڪجي.

ونڪلاف هئول، چيڪوسلواڪيا جي صدر ته تقرير ڏي ائين شروع ڪئي ته هن کي نفرت لاءِ دل ۾ جڳهه ڏي ڪانه آهي، جيئن سان چوان ته مون وٽ نفرت لاءِ دل ۾ ڪا جڳهه ڏي نه آهي. ڏڪار ۽ پيار ۾، خاص ڪري آنيت آتمڪ پيار ۾، گهڻو ڪجهه هڪجهڙو آهي. مثال طور پيار ۾، هئي ڪهن تي دل ۽ نظر جو ڪپي وڃڻ، ۽ پنهنجي سڄاڻپ کي ان سان واڳي ڇڏڻ جو عنصر موجود آهي. اهڙي طرح ڏڪاريندڙ به پنهنجي مراد لاءِ سدائين سيڏائيندو آهي، اُن سان واڳيل هوندو آهي ۽ هن جو هر ڪرم انهيءَ اونداهي ڏڪار سان آڀرندو آهي. ڏڪار ڪريل فرشتي (Fallen angel) جي صفت آهي. اها روح جي اها ڪيفيت آهي جنهن ۾ انسان خدا ٿيڻ چاهيندو آهي، پر انت جڏهن خدا تي ويچاريندو آهي ته ان نتيجي تي پهچندو آهي ته نفرت خدا نه آهي. محبت خدا آهي. علامتي ڏڪار سان پريل انسان کي هڪ گنڀير منهن هوندو آهي. هو غصو ڪندو آهي ۽ جلد بازي ڏيکاريندو آهي. ٻاڙا ٻول ٻوليندو آهي، چيخ پڪار ڪندو آهي، هن لاءِ پاڻ سان ٻاهر نڪرڻ دشوار هوندو آهي ۽ هو پنهنجو مورڪپڻو ڏسي نه سگهندو آهي. ڏڪار تي ان ڪانفرنس جي ڪارروائي پڙهي، مان

ان نتيجي تي پهتس ته ان ۾ بحث جو موضوع نه رکيو ڏڪار هئي. پر آئيندي لاءِ اميد به هئي ۽ اميد ۾ اهو اتپو هوندو آهي ته جيون ۽ ان جي ڪاريه ڪي معنيٰ آهي. مونکي ائين لڳو ته هن ننڍي ڪتاب ۾ به ڏڪار ڪرفهميءَ جي نشاني آهي ۽ آئيندي لاءِ اميد جي معنيٰ آهي. مون کي ائين لڳو ته شاه، سچل ۽ سامي به ساکي ڳالهه چوندا هئا ۽ انهن کي به اهڙي تاريخ ورثي ۾ ملي هئي، جنهن انهن ۾ ساڳيا جذبا اڀاريا هئا، جن جو اظهار اوسلو ڪانفرنس ۾ ڪيو ويو هو. ڇا شاه لطيف جي دور ۾ سنڌ جي دشمن شاه بيگ ارغون، مخدوم بلاول تي ڪفر جو الزام ڏئي، هن کي گهاڻي ۾ نه پيڙايو هو؟ ڇا جهوڪ واري شاه عنايت کي ان ڪري شهيد نه ڪيو ويو جو هن انسان جي انسان سان محبت ۽ هڪجهڙائي جو نعرو ٿي هنيو؟ اها تاريخ ڏي ته انهن سڀني جي رچنا جو سبب هئي.

جنهن جان پسيو جهوڪ، آيل سنگهارن ريءَ.

يا

مون سي ڏٺا ماڻ، جنهين ڏٺو پرين کي.

تاريخ جا ڪيترا نه اونداها دور ڏٺا هئا شاه، سچل ۽ سامي؟ نادر شاه جي حملي وقت شاه جي عمر پنجاهه ورهيه هئي. سچل ٻارنهن ورهين جو هو ۽ سامي ڏهن ورهين جو هو. نادرشاه، ميان نور محمد ڪلهوڙي جو وڏو پٽ محمد مراد ياب ۽ ٻه ڀاڻر يرغمال طور (hostages) ڪري وٺي ويو هو. جڏهن ١٧٤٧ع ۾ نادر شاه قتل ڪيو ويو، تڏهن ٻن سالن کان پوءِ نورمحمد جا پٽ ۽ ڀاڻر سنڌ موٽيا. ان وقت سچل ۽ سامي ويهن ۽ اڻويهن ورهين جا هئا ۽ جڏهن سنڌ جو ولي‌عهد، محمد مراد ياب سنڌ واپس آيو، تڏهن شاه لطيف جي عمر ٦٢ ورهيه هئي ۽ ان کان هڪ سال پوءِ هو گذاري ويو. ان ساري دور ۾ نه رڳو سنڌ ۾ ڌارين لاءِ ڏڪار هئي ۽ انهن جي خلاف جدوجهد هئي. پر ڪنهن حد تائين سنڌ ۾ هڪ ٻئي لاءِ مذهب جي نالي ۾ ڏڪار هئي ۽ جي اها ڏڪار نه هجي ته اڳتي هلي ٽالپور دور ۾ ناڻون ملي نه پيدا ٿئي ها. ٽالپور دور کي

سنڌ جي نيم آزاديءَ جي دور ۾ شامل ٿو ڪيان. ان ڪان سواءِ به سنڌ ست سو سال آزاد رهي هئي. سومرا، سما، ڪلهوڙا آزاد حڪمران هئا ۽ سنڌي هئا. سنڌ هڪ State هئي. اهي حاڪم به عوام ۾ اها محبت پيدا ڪري نہ سگهيا هئا، جا دين ڌرم جا ويڇا واري ڇڏيندي آهي. پر ڪلهوڙا دور ۾ ان ڪان پوءِ جا شاعرهڪ Siesmograph يعني زلزلي ماپ جي اوزار وانگر ڏوڏا محسوس ڪري رهيا هئا. اهي پنهنجيءَ شاعريءَ جي ذريعي اها محبت پکيڙي رهيا هئا جا هڪ قوم جي فردن کي پنهنجي قوميت جو شعور ڏيندي آهي. پشڪن لاءِ ڪنهن چيو هو تہ هو هر زار ڪان وڏو آهي. ائين شاه لاءِ بہ چئي سگهجي ٿو تہ هو سنڌ جي ڪنهن بہ بادشاه کان وڏو آهي.

اها محبت اوهان کي پريم مارگ تحريڪ جي بانيءَ گور کنات، رامانند، رامانج، ڪبير نانڪ ۽ ميران نائين ملندي، پر ايتري رچي ريٽي ٿيل نہ ملندي جيتري شاه، سچل ۽ ساميءَ ۾ ملي ٿي. دراصل اها هڪ ٻئي سان محبت ۽ امن جي ڪيفيت هنن کي سنڌ جي ورثي مان ملي هئي: صدين جي ورثي مان سادا ٽي هزار سال بيسيءَ ڪان اڳاويهه سؤ بي سي تائين، اسان وٽ جنگ و جدل جو ڪوئي نشان نہ آهي. آريہ جڏهن يورپ مان ايران ڏانهن آيا، تڏهن جنگ ۾ رڌل رهيا. سنڌ ۾ پهريان ٥٠٠ سال هو امن سان رهيا، جنهن وقت نہ هنن ۾ Caste system هئي، نہ هنن کي راجا جو تصور هو، نہ فوج هئي. مذهب جو بہ ڪوئي واضح تصور نہ ٿو ملي. فقط City states ٿيون ملن. اهو پيار، امن ۽ پاڙپي جو دور هو. خوشحاليءَ جو دور هو. B-C ٣٥٠٠ ۾ نہ رڳو اسان ڪپهہ پوکيندا هئاسين، پر آڏاڻو بہ اسان جي ايجاد هو، آڏاڻو جا هڪ مشين هئي، جنهن تي ڪپڙو ناهيو ويندو هو ۽ فخر سان مصر ۾ بادشاهن جون ممیون سنڌ جي ڪپڙي ۾ ويڙهيندا هئا. سڪندر اعظم هتانجي ڪپهہ ڏسي حيران ٿي ويو هو ۽ ان کي Vegetable wool چيو هيائين ۽ هتان هاري يونان ڏانهن ڪپهہ جي پوک لاءِ

موڪليا هيائين. ٻئرجي ۽ جان مارشل موهن جي دڙي جو فقط هڪ نهه کوٽيو هو. جي موهن جي دڙي جي وڏيڪ کوٽائي ڪئي وڃي ۽ ان مان نڪتل مهرن تي لکيل لکت پڙهي وڃي ته اسان جي تهذيب عراق جي تهذيب کان به وڌيڪ قديم ثابت ٿيندي ۽ اسان جي قوم دنيا جي پهرين مهذب ترين (Most Civilized) قوم ليکي ويندي. ٻڌمت هتي پروان چڙهي ۽ ان کان پوءِ سنڌ ۾ هندومت امن ۽ پيار آندو. نهروءَ Discovery of India ۾ لکيو آهي ته فرانس ۾ آندري مالرو جڏهن هن سان مليو ته هن کان پهريون سوال اهو ڪيائين ته "نهرو! اهو ڪيئن ٿيو ته ٻڌمت ڀارت مان چين، جپان وغيره ملڪن ڏانهن وڃي نڪتو ۽ رت جي ڦڙي وهائڻ کان سواءِ هتي هندو مت ڇانئجي ويو؟" نهروءَ جواب ڏنو ته "اهائي ته اسان جي ڌرم جي خوبي آهي ته اهنسا ست نچوڙي، باقي ڦوڳ اڇلائي ڇڏيندي آهي." مون کي Discovery of India پڙهي چاليهارو سال ٿيا. پر مان ڀانيان ته ان ۾ ڪم آندل لفظ لڳ ڀڳ ساڳيا هئا.

اوهان ته ڄاڻو ٿا ته هندستان ۾ ذهني انقلاب لاءِ وڏي ۾ وڏي ڪوشش ابوالفضل ۽ فيضيءَ ڪئي هئي، جي سيوهڻ جا سنڌي هئا ۽ اتفاق سان ٻنهي جي پيءُ جو نالو شيخ مبارڪ هو، جو منهنجو جم جو نالو آهي.

مونکي احساس آهي ته مون شاهه، سچل ۽ ساميءَ تي گهٽ ڳالهايو آهي. پر سنڌ تي وڌيڪ ڳالهايو، ڇو ته شاهه، سچل ۽ سامي سنڌ جو روح هئا، ۽ پيار، محبت ۽ امن جو شاعري ۾ اهو پيغام هئا، جو سنڌ جي تاريخ اسان کي ڏنو آهي. اهو پيغام اسان جي رڳ رڳ ۾ رچيل آهي ۽ اوهان سنڌ مان، پاڻ سان کڻي آيا آهيو. اهو ئي پيغام هو جنهن مونکان ١٩٦٥ع واري جنگ جي مخالفت ڪرائي هئي ۽ مون اهو نظم لکيو هو:

هي سنگرام
سامهون آ نارائڻ شيام!

ساميءَ جو گهر ته شڪارپور ۾ منهنجي ابائي گهر کان سڏ پنڌ تي آهي ۽ مون ڪيئي نوان سلوڪ سامي جي نالي لکيا آهن. مون ائين سمجهيو آهي ته سامي مون ۾ ائين آهي، جيئن سنڌ جي مٽي مون ۾ آهي. اهو ساميءَ جو گهر، شاهه ۽ سچل جو روضو، سنڌ جي مٽي، سنڌ جو پاڻي، اُتر جون لڪون ۽ لاڙ جون هوائون اوهان کي اڃا تائين ياد ڪن ٿيون. ڀارت جي ڪنهن به شاعر پنهنجي مٽيءَ سان محبت ۽ قوم پرستيءَ جي اهڙي ثابتي نه ڏني آهي، جهڙي سچو اهو چئي ڏني آهي:

ديس سچل دا شهر درازا مڪانا ملتان.

شاهه لطيف کي دنيا جي جاگرافي جي پوري خبر ته نه هئي ۽ نه اهڙي خبر اُن دور ۾ ڪنهن کي ٿي سگهي ٿي، پر هن کي اها خبر ته ضرور هئي ته هن نديءَ ڪنڌ جو دارومدار چؤماسي تي آهي، ۽ برسات جي ضرورت سنڌ کي سڀني کان وڌيڪ آهي. تڏهن هن اها سٽ چئي هئي 'اندر جنين اُڃ، پاڻي اُڃيو تن کي،' جيئن روميءَ چيو آهي.

تشنگان گــر آب جويند درجهان،
آب مي جويد بــه عــالم تشنه گان.

(يعني ته نه رڳو اُڃايل پاڻيءَ جي ڳولا ۾ سرگردان هوندا آهن، پر پاڻي به اُڃايلن کي ڳوليندو وتندو آهي.)

مان شاهه جي پَڌَل سڌَل جاگرافيءَ جي ڇاڻ واريون سٽون ڪٽي، اوهان کي فقط هن جون اهي سٽون پڙهايان ٿو، جي هن نديءَ ڪنڌ لاءِ لکيون هيون، جنهن جــو سير سفر ڪنهن حــد تائين هن ڪيو هو ۽ آهي آهن:

وڃــون وســڻ آئيــون، ڇــوڏس ۽ ڇــوڏار،
ڪي ڍهليءَ، ڪي دکن، ڪي گڙُن مٿي گرنار،
ڪن جنبي جسلمير تــان، ڏنــا بيڪا نير بڪار،
ڪنهين ن ڀــڄ ڀڄــائيو، ڪنهين ڍَٽَ مٿــي ڍار،
ڪنهيــن عــمر ڪــوٽ تــي وســايــا ولــهــار.

.... .... .... ....

سائينم! سدائين ڪريـن مٿي سنڌ سڪار،
دوست، تون دلدار، عالم سڀ آباد ڪرين!

اها آهي سنڌ جي آسيس، عالم سڀ آبـاد ڪرين، اها آهي اسان جي ۽ اڇين سيپتا جي پڪار، جا اڄ ڏائين گونجي ٿي ۽ ڇڻ ڇمي ٿي ته نفرت نفرت کي جنم ڏئي ٿي. اسان نفرت مان نٽا چاڻون، اسان نٽهن کان ڇوٽيءَ ڏائين محبت آهيون. اسان سيما جي هن پار آهيون، يا سيما جي هن پار، هر اهو ساهوارو اسان جو ڀاءُ آهي، جنهن کي اسان انسان ڇڻون ٿا.مان پنهنجو شعر ورلي ڪنهن تقرير ۾ ڏيندو آهيان، پر هتي پنهنجون ٻه سٽون هڏائڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهان.

اسان سنڌ وارن ازل کان ’ايـز‘
ڪنهين لاءِ مندي سمائي نـه من.

اهو آهي اڄ ڏائين انهيءَ مٽيءَ جو پيغام جنهن شاه، سچل ۽ ساميءَ جهڙا عظيم شاعر پيدا ڪيا آهن، جن جي نالن کان دنيا ۾ ٿورا واقف آهن پر جن جهڙي امن ۽ پيار جي پيغام سان اڇوڪي دنيا گونجي رهي آهي. انگريز شاعر وليم بليڪ (William Blake) جو خود شاه، سچل ۽ ساميءَ جـي طبيعت وارو وحدت الوجودي يا ويدانتي شاعر هو، ان جو چوڻ هو ته ڪلاڪارن يا ڪوين کي Divine Vision يعني ايشوري درشتي يـا رحماني مشاهدو مليل آهي، ۽ اهي Etemal Momemt ۾ گهارن ٿا، انادي پل ۾ يـا ابدي لمحي ۾ گهارن ٿا، چو ته ان وقت ئي شاعر جو ڪاريه پورو ٿئي ٿو ۽ وقت جا سارا وڏا واقعا شروع ٿين ٿا يا تصور ۾ اچي سگهن ٿا، فقط هڪ پل ۾، دل جي هڪ ’دڪ دڪ‘ ۾.... اهو پل جڏهن پرهه پارون ٿي اچي ۽ ان جون سگنڏون ڦهلجي وڃـن ٿيون، هڪ بهاڙي جهرڻي وانگر آهي، جو صاف سنگ مرمر جي ڏارا مان وهي نڪري ٿو ۽ ان کي شاعر جي آبدي مشاهدا آنساهن ٿا.

اها ڳالهه هر دؤر ۾ مڃي وئي آهي، غالب چيو هو ته:

آتي هين غيب سي يـه مضامين خيال ۾،
غـالب صرير خامـه نوائـي سروش هـي.

اردوءَ ۾ خامہ قلم کي چوندا آهن ۽ سروش جبريل يا انهيءَ فرشتي کي چوندا آهن جو پيغام پهچائيندو آهي. يعني اي غالب! هي مضمون غيب مان خيال ۾ اچن ٿا، ڪاغذ تي قلم جو آواز ڄڻ فرشتي جو سڏ آهي.

مان اڪيلو جڏهن لنڊن ۾ ٿيمز ندي جي ڪناري تي ويٺو هوس ته T.S.Eliot جون هي سٽون منهنجي ڪنن ۾ پڙلاءُ ڏيڻ لڳيون هيون.

**under Brown fog of a winter dawn,**
**A crowd flowed over london bridge,**
**I had not throught death had undone so many**

(مايا روپي شهر،
سياري جي ناسي ڌنڌ ۾،
هڪ انبوهه لنڊن جيپل تان وهي رهيو آهي، ڪيترا نہ ماڻهو آهن.
مون کي سڌ نہ هئي تہ موت ايترن کي ختم ڪري ڇڏيو آهي.)

اهڙيون سٽون هڪ ڏڪ بند لکي نہ سگهندو آهي،اهڙيون سٽون الهام وانگر ايندڙيون آهن، اٿين ماسڪو ۾ مون کي ماڻڪو وسڪيءَ جا شعر ياد آيا هئا ۽ استنبول ۾ ناظم حڪمت جا. انهن شاعرن جا سياسي نظريا الڳ هئا، پر انهن ۾ هڪ شيءِ ساڳي هئي. انهن اهي شعر انهيءَ انادي پل ۾ رچيا هئا. جڏهن وقت بيهجي وڃي ٿو، جڏهن اهڙي ڪائي شڪتي هنن جي من ۾ اچي وڃي ٿي، جا هن سنسار کي هلائي رهي آهي. هو خلقڻهار آهن ۽ خدا وانگر پنهنجي دنيا خلقي چاهن ٿا. دنيا جا خدا، جي دنيا کان وڌيڪ پائيدار آهي. هزارين سال ٿي ويا آهن، پر هيلن هومر جي شاعريءَ ۾ زنده آهي، شڪنتلا ۽ اروشي، ڪاليداس جي ڪويتا ۾ امرتا پائي چڪيون آهن. شاه ۾ تہ اوهان کي مومل، سسئي، ليلا، ڪونرو، سهڻي ۽ مارئي، مو کي متارا، جيڪرا جاڳندا نظر اچن ٿا ۽ سامي ۾ بہ ساڳيا

اوڏوت، ساڳيا ڪاپڙي نظر اچن ٿا، جن ڪام ترشنا کي تياڳي ۽ هن سنسار کي تڇ سمجهي ريٽي ڇڏيو هو ۽ جن جو ٻڙلاءُ اڄ ٻه انسان ۾ آهي، ۽ سچل انهيءَ سچ جو ڳولائو هو جنهن دين ڌرم جي آپاريل ڏڪار کي ريٽي، ڏنڊ ۾ سچ جو سچ آپاريو هو. انهيءَ شاعريءَ ۾ مٽيءَ جي اها مهڪ هئي جا اوهان سان اڄ ٻه سات آهي اهو سنڌوءَ جو پاڻي جنهن توهان ۽ اسان جي سرير کي مٽيءَ سان ملي ڏاهيو هو. اهـا هوا جنهن ۾ سنڌ جون صدين جـون آتمائون ڦرنديون وتن ٿيون، اهي پکهر ڦڙا ۽ رت ريـلا جي توهان ۽ اسان ۾ ساڳيا آهن ۽ جن سنڌي سماج جي اڏاوت ڪئي هئي، اهي سڀ ڳالهيون شاه، سچل ۽ ساميءَ جي شاعري ۾ سمايل آهن. اسان شاه ۽ سچل کي ساميءَ کان ڪڏهن ٻه ڌار نه سمجهو آهي، ڇوته سامي ٻه سنڌ جون صديون آهي، جي ويدڪ دور کان ٻه ڪيترو وقت اڳي جون آهن، اهي چينتائون، اهي چنتائون جي ساميءَ جي ڪويتا ۾ آهن، اهي سنڌي سڀيتا جو اتوٽ حصو آهن، اسان انهن کي اوپريون نٿا سمجهون، توڙي اوهان هتان جي ڌرتي اپنائي آهي. اوهان مان ويجهي ڇڪ ۾ جيڪي ٻه سنڌ ڏسي آيا آهن، اهي ڄاڻن ٿا ته اسان جي نئين نسل کي شاه، سچل ۽ ساميءَ سان ڪيترو نـه پيار آهي، انهن کي پنهنجي ڌرتي ۽ سڀيتا ڪيتري نـه پياري آهي ۽ ان جي آئينديءَ جو ڪيترو نه اونو آهي! مون دنيا جا سڀ شاعر لڳ ڀڳ پڙهيا آهن، پـر مان ڀانيان ٿو ته منهنجي ديس جـي ڪويتا نهايت اوچي آهي ۽ دنيا جـي ڪنهن ٻـه ڪويتا سان ڀيٽي سگهجي ٿي. ڪيئي سال اڳ جڏهن مون شاه جي پوري رسالي جو اردو نظم ۾ ترجمو ڪيو هو ته ان تي مهاڳ لکڻ کان اڳ مون ڊاڪٽر سورلي جو هڪ ڪتاب آمريڪا مان گهرائي پڙهيو هـو. ان ڪتاب جو نالو Musa Pravagens هو. اهي لفظ انگريزيءَ جا نه آهن ۽ مان ڀانيان ٿو تـه انهن جي معنيٰ Tribute to the Muse آهـي. ان ڪتاب ۾ هن دنيا جي ڪيترن ئي ڪلاسيڪي شاعرن جـا ترجما ڏنا آهن، انهن ۾ لاٽن ۽ گريڪ شاعر ٻه شامل آهن، جرمن شاعر ٻه

آهن، عرب ۽ ايراني به آهن، اردوءَ جو علامه اقبال به شامل آهي ته سنڌيءَ جو شاه لطيف به. ڊاڪٽر سورلي وڏو **Linguist** هو ۽ هن اها شاعري اصل ۾ پڙهي هئي ۽ ڪتاب ۾ هڪ پاسي کان اصل شعرڏنوااٿائين ۽ ٻئي پاسي کان ان جو انگريزي ترجمو ڏنو اٿائين. مهاڳ ۾ لکيو اٿائين ته انهيءَ مجموعي ۾ شامل ڪيل شاعرن ۾ شاه لطيف سڀني کان وڏو آهي.

منهنجا ڀائرو ۽ ڀينرون! اوهان جتي به هجو، خوش هجو، اها سڀيتا جا اوهان اسان وٽ ڇڏي، يا اوهان پاڻ سان هتي آندي آهي، اها املهه آهي. اسان تي سنڌ جي ڌرتي جي اڻمٽ ڇاپ آهي، ان اهو پيار جو سنديش ڏنو آهي، جنهن جي کوٽ ۾ هيءَ ڌڪار سان ڀريل دنيا اڄ به هٿوراڙيون هڻي رهي آهي. اڄ به ساري دنيا ڇڙ ڌڪار جي گهيري ۾ آهي. اڄ تائين يهودي مئيدانڪ ۽ آوشونس واريون ڪئمپون وساري نه سگهيا آهن، جتي نازي جرمني ۾ لکين يهودي گئس چئمبر ۾ ماريا ويا هئا ۽ توڙي نيورمبرگ وارا مقدما ختم ٿي چڪا آهن ۽ ان جو پوئيون قيدي هرمن هيس چاليهه سال قيد ڪاٽي مري چڪو آهي ۽ جيتوڻيڪ اولهه ۽ اوڀر جرمني هڪ ٿي ويا آهن ۽ جرمني نيٽو جو ميمبر آهي، تڏهن به نفرت جا شعلا مڪمل طوراڃا اجهاميا نه آهن ۽ انسان انسان کي معاف نه ڪيو آهي. ان ڪري ئي ڪجهه مهينا اڳي اوسلو ۾ اها ڪانفرنس ٿي جنهن جي مون اڳ ڳالهه ڪئي آهي.

لينن گراڊ ۾ منهنجي هڪ پاڪستاني همسفر مون کي ٻڌايو هو ته هن کان گرداس پور جا واقعا اڃا وسريا نه آهن ۽ هوءَ اهو وساري نه سگهي آهي ته انسان بنيادي طرح ظالم ۽ وحشي آهي ۽ هن کي بگهڙ جا ننهن ڏنا ته هو تنهنجون اکيون ڪڍي وجهندو. ان تي مون هن کي چيو هو ته ورهاڱي وقت سڀئي وحشي ٿي پيا هئا ۽ ان ڪري ان دور ۾ ڪرشن چندر پنهنجي ڪتاب جو نالو ”ٿي هم وحشي هين“ رکيو هو. پوءِ به ورهاڱي وقت تون سنڌي قوم سان وحشت يا درندگيءَ جا واقعا منسوب نه ڪري سگهنديءَ.

جن جي ڪري اسان ڪـي شرمندگيءَ سان ڪنڌ جهڪائڻو پوي.
هاڻي تہ دنيا کي ڀرپور احساس ٿيو آهي تہ انسان پنهنجا مسئلا پيار سان ئي حل ڪري سگهي ٿو ۽ نفرت ڪنهن بہ مسئلي جو حل نہ آهي. حافظ چيو آهي:

فنا پذير بودهر بناک مي بيني،
بجر بنائي محبت ڪہ خالي از خلل است،
يعني تہ هر بنياد فنا ٿي وڃڻو آهي.
سواءِ ان بنياد جي جو خلل کان خالي آهي.

آخر اسان ڪيسين، آئيلا، هٽلر، اسٽالن ۽ خميني پيدا ڪندا رهنداسين ۽ نيٺ تہ دنيا ۾ پيار جا پيغمبر پيدا ٿيندا ۽ هڪٻئي لاءِ ڌڪار ختم ٿي ويندي!

ساميءَ جي هيءَ سٽ ڪيتري وقت کان منهنجي دماغ ۾ ڦرندي رهي آهي ۽ اهڙي سٽ ورلي ڪنهن شاعر لکي آهي:

سِڪَن سِڳر ٿوڪ، لِڪَنِ تنهن کان اڳرو.

ڇا اسان رڳو سڪندا رهنداسين ۽ لڪندا رهنداسين؟ مان ان ڏينهن جي انتظار ۾ آهيان تہ ڪڏهن ٿو ڪوئي اچي جنهن جا چپ عيسيٰ وانگر پرندڙ ٽانڊن سان پاڪ ڪيا ويندا ۽ هو سچو سچ چئي ڏيندو؟

في الحال مان هيءَ تقرير ’سُر سامونڊي‘ مان ڪجهہ بيتن سان ختم ڪيان ٿو:

مون آيي تڙ پاس پريـن پڳهہ ڇوڙيا،
هو الله آ هار اوهريا، آنءُ دم دم دعا ڪنديس،
آس نـہ لاهينديس، موٽـي ايندا مـون ڳري،
مـون آيـي تـڙ وٽ، پريـن پـڳهہ ڇوڙيـا،
ڪا مون ۾ ڏي ڳهٽ، نہ تہ سڄڻ سپاجها گهڻو.

نوٽ: اوسلو ڪانفرنس جي باري ۾ مواد امريڪي رسالي ’ٽائيم‘ تان ورتل آهي. (اياز)

## ٢٨ فيبروري تي حيدرآباد ۾ ٿيل سنڌيائي تحريڪ جي مشاعري ۾ ڪيل صدارتي تقرير

محترم رسول بخش پليجو، سنڌيائي تحريڪ جون ميمرون ۽ پيا حاضرين.

مان مشاعري جو شاعر نہ آهيان ۽ جيستائين ڪنهن مشاعري ڪي، اچوڪي مشاعري وانگر، مقصديت نہ هوندي آهي، آن ۾ شريڪ نہ ٿيندو آهيان. اڳي سنڌ ۾، سانگي ۽ گدا کان وٺي خاليل ۽ واصف تائين جي مشاعرا ٿيا، آنهن ۾ فقط قافيہ پيمائي ڪئي ويندي هئي ۽ سا بہ بقول، مولانا گرامي، مير ۽ مومن کان وٺي داغ دهلوي ۽ امير مينائيءَ جا آردو ديوان ڏسي، آنهن جي غزلن مان قافيا آتاري، آردو غزل جي تشبيهہ ۽ استعاري جي مٽي پليت ڪئي ويندي هئي. اهي گل ۽ بلبل جي ڳالهين ڳائڻ وارا شاعر، جن کي نہ دنيا جي شعر و ادب جي چاڻ هئي نہ اها خبر هئي تہ آنهن جي چوڌاري ڇا وهي واپري رهيو آهي، ون يونٽ جا ادبي ٽوٽيون ثيا تہ بيٺا ۽ جڏهن آنهن سنڌ جي آزادي پسند شاعريءَ جي پرپور مخالفت ڪئي، تڏهن رسول بخش پليجي پنهنجو شاهڪار ڪتاب ’انڌا اونڌا ويچ‘ لکي، آنهيءَ جي معنيٰ شاعريءَ جي قلعي کولي وڌي ۽ ان جي نظرياتي ڍونگ کي ڊاهي ڍير ڪري وڌو. اڄ واري مشاعري کي اوهان قومي مشاعرو چيو آهي ۽ چڱو جو اوهان ايئن چيو آهي چوتہ اوهان لاءِ قوميت جي پرپور احساس ۽ آنهي شعور جي ضرورت آهي جو اوهان کي پنهنجي تقدير جي توڙ تائين پهچائيندو. پليجي صاحب اوهان کي باربار پٿائي جا بيت پڙهائي آنساهہ ڏياريو آهي چوتہ پٿائي سنڌ جو ماضي ۽ مستقبل بہ آهي ۽ اوهان جي حال جو آڏينو بہ آهي.

سنڌ جي جديد شاعريءَ پنهنجي ماضيءَ سان نہ رڳو پي

دنيا جي جديد شاعريءَ وانگر رشتو منقطع نہ ڪيو آهي پر آن کي صدين جي ادبي حاصلات سان بہ جوڙيو آهي ۽ دنيا جي جديد ادب سان ڪلهوڪلهي سان ملائي، پنهنجي لاءِ اڳين راهہ هموار ڪئي آهي، جيئن تين دنيا جا ٻيا ديس ڪري رهيا آهن.

مان تازو ڀارت مان موٽيو آهيان ۽ آنان جي ٻولين ۽ فرقن خاص ڪري امبيڊڪر جي پوئلڳن جي دلت ساهت جو مون چڱيءَ طرح مطالعو ڪيو آهي ۽ آن مظلوم فرقي جي زهرخند کي چڱيءَ طرح پرجهيو ۽ پروڙيو آهي. مان اوهان کي يقين ٿو ڏياريان تہ سنڌي شاعري ڀارت جي ڪنهن بہ پرانت جي شاعريءَ کان پٺتي نہ آهي، بلڪ ڪافي اڳيرو آهي. پاڪستان ۾ تہ سنڌي شاعريءَ جي افضليت اڳي ئي تسليم ٿي چڪي آهي ۽ فيض جهڙي شاعر ان جو اعتراف ڪيو آهي. اوهان جا نوجوان شاعر هن وقت جيڪي لکي رهيا آهن، آهو اڳتي هلي، سنڌ جي تهذيب ۾ چوٽي ڦل وانگر نظر ايندو.

هن وقت گهڻيءَ ڀيٽ پرائيءَ ڪري، آمريڪا ۽ يورپ ۾ شاعري لاءِ آهو اتساهہ نہ رهيو آهي، جو والٽ وٽ مئن، مائڪو-ڪسي ۽ لوئي آراگون واري زماني ۾ هو. اڄ ڪلهہ ٽين دنيا جي شاعري پڙهندڙن کي وڌيڪ متاثر ڪري رهي آهي. شاعري هروڀرو سماجي مسئلن جي حل جو ذريعو نہ آهي، پر جيستائين ڪنهن ديس جو وجود ئي خطري ۾ آهي، آها پاڻ کي آنهن مسئلن کان پاسي نہ ٿي رکي سگهي. بمبئيءَ ۾ منهنجي دوست ڪنئي سامتائيءَ مون کان پڇيو هيو تہ جڏهن اهي سماجي مسئلا حل ٿي ويندا، جن تنهنجي شاعريءَ کي آلجهائي رکيو آهي تہ پوءِ تنهنجي شاعريءَ جو ڇا ٿيندو؟ مون هُن کي چيو هو تہ منهنجا هموطن اهو سوال تہ پنهنجي زندگيءَ جي باري ۾ بہ نہ ٿا پڇن تہ جي اسان نہ بچياسين، تہ پوءِ سنڌ آزاد ٿي تہ ڇا، نہ ٿي تہ بہ ڇا! دراصل جي سنڌ جو وجود خطري ۾ آهي تہ آن جي ٻوليءَ جو وجود خطري ۾ آهي ۽ جي ڪنهن وقت سنڌي ٻولي ئي نہ رهي، تہ منهنجي سنڌيءَ شاعريءَ

جي اهميت گهٽجي رهندي! مون مشهور ڪهاڻي نويس لعل پشپ کي به ساڳي سوال جو جواب ڏيندي چيو ته، جي سو سال گذرڻ کان پوءِ ڪنهن به شاعر جون سؤ سٽون امر سمجهيون وڃن ته هو عظيم آهي ۽ اوهان کي وليم شيڪسپيئر ۾ به اهڙيون سؤ سٽون ئي نه ملنديون جيئن اسان جي شاهه لطيف ڀٽائيءَ ۾ موجود آهن جي اسان جي روح ۾ اڄ به ائين ولوڙا وجهي رهيون آهن جئن چاڏين ۾ مانڌائيون وجهنديون آهن. موجوده سماج سان واڳجي، شاعري پيغمبري نه رهندي، اها ڳالهه مان مسترد ڪيان ٿو.

مون کي ته پاڪستان جي هر صوبي لاءِ بنيادي حل اهو ئي نظر اچي. جيڪڏهن پنجاب انگريز سامراج جي مسلط ڪيل تهذيبيءَ غلاميءَ سان نجات حاصل ڪري ۽ ان چڪر مان ٻاهر اچي، جنهن ۾ اڃا تائين هو هٿوراڙيون هڻي رهيو آهي ته، هو پنهنجو تشخص ٻاڻي سگهندو جو هو اڄ وڃائي ويٺو آهي، ۽ پاڪستان جا چارئي صوبا بخوبيءَ هڪ ٻئي جي ويجهو اچي، هن اتر اولهه برصغير جي جمهوريت صحيح معنيٰ ۾ هلائي سگهندا.

مزاحمتي شاعري (Poetry of Resistence) جي تيستائين اهميت آهي جيستائين ظلم آهي. نازيءَ جرمنيءَ ۽ فرانس جي والار جي لوئي آراگون، آندري بريتون (Andre Breton) ۽ پال الووار جهڙن سٺن شاعرن مخالفت ڪئي هئي چو ته آن دؤر جـي نجات نازي جرمنيءَ جي خاتمي ۾ هئي، انهن ۾ لوئي آراگون ڪميونسٽ هــو ۽ آندري بريتون ۽ پال الووار سرريل (Surreal) شاعر ها ۽ ماورائي حقيقت پسنديءَ کي فن جو سرچشمو سمجهندا ها. سوچ جي بنيادي اختلاف جي باوجود هو اهو سمجهن پيا تــه هٽلر جو مين-ڪئمپف (Mein Campf) ۽ ان جــي زير اثــر تصنيفون ۽ خيال انسان کي اونداهيءَ ڏانهن ڌڪي رهيا ها ۽ تهذيب جي آهي مشعل وسائي رهيا ها جا سقراط کان وٺـي برگسان تائين ٻاري وئي هئي. آن دؤر ۾ لکيل هسپانوي شاعر آلبرٽيءَ جو هــي نظم ڪهڙو نــه آنساهيندڙ هو، ”اُف! اسان هن ڪاريءَ رات کي ٻاسيرو ڪري نه

ٿا سگهون! هي سڀ سال خوف ۽ هراس جو ڪٽو آهن، جنهن کي ٽوڙي اسان اُنهيءَ روشنيءَ کي اُجاگر ڪيون، جا اسان چاهيون ٿا ته موجود آهي ۽ چاڪاڻ جو اسان اهو چاهيون ٿا، اسان اڪيلي وڏون، گيت ڳائيندا وڃون، موت تائين.“

منهنجا دوست جيڪي ٽرهو رکو ٽانگهي ۾ ٽائي پڙن ٿا ۽ جن جي نظر اونهي جي انت تي نه ٿي وڃي، ڪڏهن منهنجيءَ اُنهي شاعريءَ تي حيران آهن جا ٿوري وقت لاءِ ڌرتيءَ کي ڇڏي، آڪاس سان اوري ٿي. منهنجو هن کي اهو جواب آهي ته اهڙي شاعري منهنجي عمر جي تقاضا آهي جا سرحد تي پهچي چڪي آهي ۽ اڪيلي ڌنڌ ۾ گهوري ڏسي ٿي. پر ان جي باوجود منهنجي پوئين دور جي شاعريءَ جو به ڪافي حصو هن ڌرتيءَ ۽ ديس جي دک درد سان واڪيل آهي ۽ اُن کي ئي اوليت ڏئي رهي رهيو آهي اها ئي ڳالهه آهي ته هن عمر ۾ مون کي اڪيلي جي اون لازمي آهي، اوهان جي جواني ته پنهنجي جدوجهد ۾ مصروف آهي ۽ هن پيٽ بکئي جڪڙيل جنهنجوڙيل ديس جو آئندو اوهان کي ئي اُجارڻو آهي.

اوهان پٽ ڏليءَ کي ئي ڏسو جو هن ديس جو وڏي ۾ وڏو شاعر آهي. هن جي ڪجهه سٽن ۾ ئي خاص سنڌ جو نالو آيل آهي جن مان:

”سائين! سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار

۽ صديون ٿيون آهن ته آها سٽ اسان تي مينهن جي ڌار وانگر وسندي رهي آهي. اوهان کي اهو نه وسارڻ گهرجي ته پڪاسو جي ڪيوبزم ۽ سرريلزم سويٽ روس لاءِ دبي ۾ ٺڪريون هئي پر هن جي تصوير ’امن جي فاخته‘ انسان ذات لاءِ بين الاقوامي سمبل ٿي چڪي آهي، جنهن کي روس به پنهنجن پروگرامن ۾ ڪم آندو آهي.

مون اصل موضوع کان هٽي، هي ڳالهه ان لاءِ ڪئي ته اوهان پلي فن کي سنڌ لاءِ ڪم آڻيو جيستائين اُن کي ان جي ضرورت آهي، پر اهو نه وساريو ته فن ڪار خدا جي عجيب خلقت آهي، روبات نه آهن، ڪنهن ڪسيل پٽيل رڪارڊ وانگر ساڳو گيت نه

ڳائيندا آهن، پر آنهن کي پنهنجي تخليقي انفراديت به آهي، جنهنجو احترام واجب آهي چوته هو اوهان کي ڪجهه ڏين ٿي ٿا، اوهان کان ڪجهه گهرن ته نه ٿا. ها، آنهن مان اوهان اها جائز توقع رکي سگهو ٿا ته، هو اوهان جو قلمي سات ڏين. پر جي وڏيڪ صليب کهلي هنن جا ڪلها ڏکندا هجن، ته آنهن جي عمر ۽ عرصه دراز جي اذيت کي خيال ۾ رکو، ۽ ان جي توقع نه رکو ته هو به اوهان سان ڪڙين ۽ ڪوڙن ۾ حصيدار ٿين. ائين برابر آهي ته هر خون جو ڦڙو فلسفي جي ڪوڙين ڪتابن کان ڳرو آهي، پر ساڳي وقت اها به حقيقت آهي ته هڪ عارفانه نظر هزارين مشعلون ٻاري ٿي جنهن سان رستا جڳ مڳ ٿي وڃن ٿا، جن ۾ اهي رت ڦڙا اکيچار سجن وانگر چمڪن ٿا.

منهنجون پيئرون، منهنجو اوهان کي اهو پيغام هي ته اوهان جيڪي سنڌ کي مارئيءَ سان تشبيهه ڏيو ٿيون، اهو نه وساريو ته آها پنهنجي گهڙي سان کوهه تي واپس نه پهتي آهي ۽ جهٽ اکيون متي کٽي ڏسي ٿي، کوٽ جو ديوارون اڳي کان اوچيون ٿينديون وڃن ٿيون، حد نگاه تائين.

پر اهو به چائي چڏيو ته دنيا ۾ جبر کي پائندگي نه آهي. دنيا ڦري رهي آهي، ۽ ويجهي مستقبل ۾ گهڻو ڦري ويندي ۽ اسان به آن جي اثر کان پري نه آهيون.

پٽائيءَ جي سٽ منهنجي ڪنن ۾ گونجي رهي آهي:

تو جا پانڻي آچ، تنهن پاڻيءَ پٽا ڏينهڙا

ان سٽ کي صديون ٿي ويون، پر آها اڃا تائين ائين اڃي آجري آهي جيئن پنهنجي تخليق وقت هئي. سچي شاعريءَ کي جڻهريون نه پونديون آهن ۽ صديون ان جي معصوميت کي برقرار رکنديون آهن، پر اهڙي شاعريءَ لاءِ Laser beam جهڙيون نظرون گهرجن جي مستقبل ۾ پهچي وڃن، جا هرڪنهن جي وس جي ڳالهه نه آهي.

مان هن صدارت کي پنهنجي عزت افزائي سمجهان ٿو ۽ ان لاءِ اوهان جو ٿورائتو آهيان. دراصل هي ڪڏجاڻي مشاعرو ڪينت آهي، ۽ ساڳي آنهيءَ مقصد لاءِ ميڙ آهي جو نثر ۾ اظهار ڪان پوءِ نظم ۾ پنهنجو اظهار ڪري رهيو آهي.

# محمد عثمان ڏيپلائي منهنجو محسن

محمد عثمان ڏيپلائي تي لکيل خاڪو جو ١٩٩٠ع
جي سهڻي رسالي ۾ ڇپيو

نہ ڄاڻان تہ ڏيپلائي جو نالو ٻڌي مون کي چو- اين- لائيءَ جو نالو ڇو ياد ايندو آهي! شايد انهيءَ ڪري، جو ٻنهي نالن جو ٻيون اڌ ساڳيو آهي. يـا انهيءَ ڪري جو ڏيپلائيءَ جي طنز و مزاح ۾ چيني طنز مزاح جي خوشبوءِ آهي، جا ٣ ڪان ٦ صدي قبل از مسيح تائين جهوني آهي ۽ جنهن جـو اظهار ڪهاڻين ۽ تمثيلن ذريعي ٿيل آهي.

ڪنفيوشس يونان ۾ سقراط جي جنم ڪان ڏهاڪو سال اڳ، سن ٥٥١ قبل از مسيح ۾ ڄائو هو ۽ ان ۾ بہ ساڳيو مزاح ٿو ملي، جو يوناني- رومي روايت (Greco-Roman Tradition) ۾ پـوءِ پيدا ٿيو. ڪنفيوشس ان جو حصو آهـي، جنهن ۾ ڏيپلائي صاحب جي دؤر وانگر، ڪافي مونجهارو، اڻ ٻڌت ۽ تانگهہ هئي. مون کي ڏيپلائي صاحب جي چهري تي لڙيل مڇون ڏسي، ڪنفيوشس جي ياد ايندي آهي.... ۽ ڏيپلائي صاحب جو طنز ۽ مزاح وري ڪنفيوشس کان اڳ ۽ هن کان پوءِ واري چيني طنز ۽ مزاح جي ياد ڏياريندو آهي، جنهن ۾ اديب، لطيفا ٻڌائي، انهن سان پنهنجي ورونڌي ڏر ڪـي ڦهہ ڪري ڪيرائيندا هئا، ۽ انهن ۾ پنهنجا متا چڱيءَ طرح سمجهائي سگهندا هئا يـا جن سان هـو پنهنجي بيان کان ٻاهر، ۽ باطني سـچ بہ چـئي سگهندا هئا.

سٺ واري ڏهاڪي ۾، جڏهن سنڌي روزاني اخبار ’مهراڻ‘ جو ايڊيٽر سردار علي شاه منهنجي ۽ مون سان گڏ سنڌ جي ترقي- پسند ادب جي خلاف، اسلام ۽ ديني حميت ۽ غيرت جي نالي ۾

ڪات ڪهاڙا ڪنيا هئا، ۽ روز اداريہ لکندو هو ۽ ڪالم لکارائيندو ۽ پنهنجي اخبار ۾ شايع ڪندو هو، تڏهن حيدرآباد ۾ منهنجي ملاقات ڏيپلائي صاحب سان، جويي صاحب جي معرفت ٿي هئي. ان ڀيرئين ملاقات ۾ ئي مونکي، هن مان رفاقت جو احساس ٿيو هو ۽ هن سان عقيدت ۽ محبت ٿي ويئي هئي. پوءِ حيدرآباد ۾ هن سان اڪثر هر انهيءَ ادبي نشست ۾ ملاقات ٿيندي هئي، جنهن جي صدارت لاءِ مون کي گهرايو ويندو هو. آن دور ۾ ڪنهن دعوت تي يا رنز يا فاران هوٽل ۾ منهنجي رهائش وقت ملاقات ٿي ويندي هئي ۽ هن جي محبت جو فيض حاصل ٿيندو هو.

جويي صاحب ڏيپلائي صاحب ڪي هڪ مضمون 'محمد عثمان ڏيپلائي- اسان جو بزرگ ساٿي' ۾ لکيو آهي:

”ڳالهه مان ڳالهه ڪيئن ڪو ڪاڻن سکي. هي جي ڳالهه ٻڌندي ٻڌندي، ڪين اهڙي ڪا نئين، تڏ ۽ تکي ڳالهه ياد اچي ويئي ته..... بس ڪجهه کنگهڪار، ڪجهه نڙيءَ جي صفائي ۽ ڪجهه ٺهڪ ٻڌبو ۽ ڏيپلائي صاحب جي اصلي سون جهڙي صاف ۽ اُلهه ڪا ڳالهه، ڪو ٽوٽڪو، ۽ ڪو نئون نقل نذير شروع ٿي ويندو.... رکو تهن ڏينهن آءٌ ۽ ڏيپلائي اڪيلا ويٺا هئاسين ته ڪنهن ريت ڪو گدڙ جو نقل ڇڙي پيو، پوءِ ته ڏيپلائي صاحب گدڙ جا ايترا نقل ۽ ٽوٽڪا ٻڌايا، جو دل ۾ آيم ته، ڪنهن تازه دم نئين ٿهيءَ جي ليکڪ کي ڇوان نہ هڪڙي ڪنهن وڏي ڪتاب جي ترتيب هٿ ۾ ڪٺي، جيڪا سنڌي سماج جي لوڪ- ڏاهپ، جيڪا اٿين گدڙ کي لوڪ- ڪردار بڻائي، بيان ڪئي ويئي آهي، آها ان ۾ جمع ٿئي ۽ هميشه لاءِ محفوظ ڪئي وڃي.“

ڏيپلائي صاحب جي مزاج ۾ جيڪو سنجيدگيءَ جو پهلو هو، سو نهايت اهم ۽ قابل غور آهي. هڪ چيني لطيفو آهي”لو (هائي چين جو شندانگ ضلعو) جي سر زمين تي هڪ ماڻهو شهر جي دروازي مان لنگهي رهيو هو. ان وقت هن کي هڪ سنهي ڪاني هٿ ۾ هئي، جي اها هٿ ۾ آيي ٿي کنياڻين ته ايتري لنبي هئي جو

دروازي مان نہ ٿي لنگهي سگهي. جي آها سنئين ٿي کنياڻين تہ دروازي جي سوڙهائيءَ سبب آها آنان وچي نہ ٿي سگهي. هن کي ڪو طريقو نظر نہ ٿي آيو. ڪنهن بزرگ کيس چيو تہ ”سان ڪو ايڏو وڏو ڏاهو تہ نہ آهيان، پر مون پنهنجيءَ زندگيءَ ۾ ڪيئي ڪالهيون ڏٺيون آهن. ڇا تون پنهنجي لٺ کي ڀڃي اڌ ڪري، انهيءَ دروازي مان لنگهي نہ ٿو سگهين؟“ اهو ماڻهو انهيءَ صلاح تي لڳو ۽ پنهنجي ڪاٺيءَ کي وچ مان ڀڃ ڪيائين.

ان ريت، ڏيپلائي صاحب بہ جڏهن ڪنهن وڏيري، پير، مير، مُلي مشايخ کي ڪاٺي ڪندو هو تہ هُن جي لٺ جا ڀڃ ٽڪر هوندا هئا. طنز ۽ مزاح مان هو هڪ ٽڪر جو ڪم وٺندو هو، تہ سنجيدگيءَ مان ٻئي ٽڪر جو. ’اکين جو عيوض‘ هن جي اهڙي خوبصورت ڪهاڻي آهي، جنهن ۾ طنز ۽ مزاح ۽ سنجيدگي جو پهلو بہ شامل آهي. هڪ طرف ڏنيئر (سوئر) مرشد تي طنز آهي ۽ ٻئي طرف مُريدن سانوريءَ ۽ ڪمال جا ڪردار اهڙي ڪمال، اهڙي همدرديءَ سان چٽيا اٿائين جو نہ رڳو دل پرجي اچي ٿي، ۽ هن سماج جي سفاڪي لاءِ نفرت از خود پڙڪي اٿي ۽ اُن جي مظلوم عوام لاءِ همدرديءَ جو جذبو جاڳي پوي ٿو، پر ڏيپلائيءَ جي فن ۽ شخصيت لاءِ دل ۾ احترام جو جذبو بہ اڀري اچي.

فاصلي جي ڪري هُن سان منهنجيون ايتريون ملاقاتون تہ ڪونہ ٿيون هيون، پر هڪ واقعو نهايت وضاحت سان ياد اچي ٿو، اونهاري جي منڊ هئي ۽ شام جو وڳڙو وچڻ وارو هئس تہ ڏيپلائي صاحب مون وٽ سکر اچي نڪتو. حال احوال ڪان پوءِ هُن مونکي ٻڌايو تہ هن هڪ ڪتاب ’بقول اياز‘ شايع ڪرايو هو، جنهن جون ڪجهہ ڪاپيون هو مون لاءِ کڻي آيو هو. اهو چئي هُن ڪتاب جي هڪ ڪاپي مون کي ڏني. مون پڙهي ڏٺو مهاڳ ڪان اڳ منهنجو سارو غزل ’هيءَ سين نہ ڏيندي چِٽُ‘ ڏنل هو ۽ ۽ اُن کان پوءِ مهاڳ جو عنوان هو ’سبب هن جهيڙي جو....؟‘ مون مهاڳ ڏيپلائي صاحب جي موجودگيءَ ۾ پڙهيو، جنهن ۾

منهنجي حمايت ۾ ٻئي مواد سان گڏ هيٺيون لطيفو به هو:

ڳالهه ٿا ڪن ته ڪنهن زماني ۾ ڪنهن ڪوهه ڪڙو شخص هو، جو اهڙا ته عجيب غريب شعبدا ڏيکاريندو هو، جو ترت ئي جاهل عوام کي پڪ ٿي ويئي ته هن جي هٿ ۾ جن آهن، ۽ انهيءَ ڪري کيس سڏيندا ئي هئا 'فلاڻو خان جنائي' هن لاءِ مشهور هو ته جنن جي وسيلي هرڪو ڪم ڪري سگهي ٿو ۽ هوا، باهه ۽ پاڻي هن جي وس ۾ آهن- وغيره وغيره.

هڪ ڀيري آتي ڪٿي ڪو ميلو ٿي رهيو هو ۽ سڀ خلق اوڏانهن وڃي رهي هئي. ميلو هڪڙي شاهي ميدان تي ٿيڻو هو ۽ ٻين رستن کان سواءِ هڪ پيرا گو پڻ هو، جو آن ميدان ڏانهن وڃي رهيو هو. آن پيراڳي جي پاسي کان هڪ درويش فقيراڻن ڪپڙن ۾ ويٺو هو ۽ سندس بدڙي اڳيان پيئي هئي جا پيراڳي مٿان اچي ويئي هئي. جيڪو به ماڻهو آتان ٿي لنگهيو، تنهن کي وڪ ۾ پاسو ڪري لنگهڻو ٿي پيو، چونه ميدان ڪليل هو، ڪا رڪاوٽ ڪانه هئي ۽ اٿين ٿيندي بدڙيءَ جي پرسان پيراڳي جو وڪڙ به ظاهر ٿيندو پئي ويو.

ڪنهن مهل 'فلاڻو خان جنائي' به وڏي طمطراق سان پري کان ايندو ڏسڻ ۾ آيو: مڇون وڏيون، پيٽ نڪتل، بت ٿلهو، وڏيءَ آڪڙ سان ٻانهون لوڏيندو، پيراڳي تان هلندو پئي آيو، درويش کي هڪل ڪندي چيائين، ”اڙي هٽائي بدڙي!“

درويش ڏاڍي نرم آواز سان چيو، ”بابا- ميدان کليو پيو آهي، جيئن ٻيا پيا لنگهن تيئن تون به لنگهي وڃ!“ پر درويش کي ڪهڙي خبر ته جنائي خان، جنائي خان هو. هو ٻين وانگر هرگز هرگز نه ٿي لنگهي سگهيو! سو جنائي خان هڪدم دهمان ڪيو: ”اڙي هٽاءِ بدڙي نه ته....“

'نه ته چا... ؟' درويش اڪيون مٿي ڪئي سنجيدگيءَ سان پڇيو ”نه ته؟.... نه ته هٽائس ٿو نڏو....!“ ٻڍڪندي ويندي، جنائي خان تيس مارخان مڇي، شهپرن کي هٿ هڻي، وڏي غرور سان چيو.

”نو ڪان جي هٿي سکهي ته هٿائينس!“ درويش سندس ٽنگن ۾ نظر کپائيندي چيو.

جنائي خان ٽيڻ آڪڙ ۾ اچي ويو. پر جنائي خان جي ٽنگ زمين ۾ ائين وئجي ويئي، ڄڻ ڪنهن ميخون هڻي ڇڏيون هجنس. هائي ٽنڊو هٿي سو ڪيئن هٿي! بس جنائي خان کي ٻنهه ڇڙ اچي ويئي، سو ڪيسي مان ڪجهه مانهن جا داڻا ڪڍي، مٿن ڪجهه پڙهي ڪٽي مٿي اڇلايائين! پوءِ ته ماڻهن ڏٺو ته هڪ زبردست واچوڙو اٿيو آهي، جو وڌندو درويش ۽ سندس ٻدڙيءَ ڏانهن ڪاهيندو پيو اچي، پر جڏهن واچوڙو وڃي ٻدڙيءَ تائين پهتو ته ڳالهه ٿي پئي! ٻدڙيءَ جي چوڌاري ٻه چار چڪر ڪاٽي، ائين هليو ويو، ڄڻ هوئي ڪونه ـــ ۽ هيڏانهن ٻدڙي ساڳي هنڌ رهي!

خلق جو ٻڌو ته جنائي خان هڪ درويش سان مقابلو ٿي رهيو آهي، سو ميلو ٻيلو اتي ئي رهيو. هشام ماڻهن جا اچي سندن چوڌاري ڳڏ ٿيا. هائي جنائي خان جي وات ۾ ڳجهي اچي ويئي.... هن وري ٻه ڪيسي مان ڪا شيءِ ڪڍي، پڙهي اڇلائي ته باهه جا زبردست شعلا پيدا ٿيا. ماڻهو ڊپ کان هٽي ويا. باهه وڌندي ويئي، پر ٻدڙيءَ جي ويجهو اچي وسامي ويئي!

وات مان ڦٽنگون ڪيندي، جنائي خان زور سان ڪو اسم پڙهيو ۽ وري به ڪا چيز اڇلايائين ... ماڻهن ڏٺو ته وڏي پاڻيءَ جي اٿل آهي، جيڪا گجگوڙون ڪندي اچي رهي آهي، ۽ فقير ۽ ٻدڙي ته ڇا، سموريءَ خلق کي لوڙهي ويندي! پر هيءَ آفت جهڙي اٿل به فقير ۽ ٻدڙيءَ وٽان موجون هڻندي، ٻن شاخن ۾ ٿي، اڪيٽي وڌي ويئي ۽ غائب ٿي ويئي!

ڪافي دير تائين برابر جنائي خان ائين ڳوڙ، ڳجهي وهائيندو، ڪرشما ڪندو رهيو. پر ٻدڙي ته ذرو به ڪانه هٽي.

هاڻ فقير جلال ۾ اچي اکيون مٿي ڪنيون ۽ جنائي خان جي اکين سان اکيون ملائي چيائين:

”حيرت آهي ـــ اهڙو ماڻهو اڃا چريو نه ٿو ٿئي!“

هن جو ايترو چوڻ ۽ جناڻي خان جون اکيون ٽڙڻ: شهپر هيٺ ٿي ويا، بت لرزي ويو، هٿ بي اختيار گريبان تائين پهتا.... ڏسو ته ڪپڙا پيو ڦاڙي، وار پيو پٽي: مطلب ته جناڻي خان سچ پچ چريو ٿي پيو.

مون مٿيون لطيفو ساري جو سارو ان ڪري ڏنو آهي، ڇو ته لطيفي ۽ اُن سان گڏ مهاڳ واري حصي مان واضح آهي ته ڏيپلائي صاحب جي ظرافت نه امير حمزه جي داستان واري طفلانه ظرافت آهي ۽ نه ئي اردوءَ جي مزاحيه غزل وانگر واهيات آهي. بر ان ۾ شيخ سعديءَ واري بذله سنجي ۽ لطافت آهي. باقي سارو مهاڳ پڙهندڙ پاڻ پڙهي ڏسندو ته هن کي محسوس ٿيندو ته ڏيپلائيءَ ۾ نه رڳو لطافت آهي، پر پاڪيزگي، هم داني، هم بيني ۽ هم رنگي به آهي. سردار علي شاه سنڌ جو سئوونيرولا (Savonarola) هو ۽ هن کي ۽ هن جي حلقي کي اهڙو جواب، جهڙو ڏيپلائي صاحب ’بقول اياز‘ جي مهاڳ ۾ ڏنو آهي، اهڙو موثر جواب ان دور ۾ فقط رسول بخش پليجي ’انڌا اونڌا ويچ‘ ۽ مولانا گراميءَ ’مشرقي شاعريءَ جا اقدار‘ ۾ ڏنو هو. جيتوڻيڪ طنز ۽ مزاح ۾ ڏيپلائي صاحب پنهنجو مثال پاڻ هو. سئوونيرولا هڪ Dominican راهب هو جو ٢ ١٤٥ع ۾ ڄائو ۽ ١٤٩٨ع ۾ مري ويو. هو فلارينس ۾ فني آزاديءَ جي خلاف وعظ ڪندو هو ۽ نه رڳو مغربي نشاط ثانيه (Renaissance) واري ساري فڪر جي اپار جو وڏو مخالف هو، پر مخالفن خلاف ديني عدالتون (Inquisitions) قائم ڪرائي، اُنهن کي جيئرو جلائيندو هو. هو مشهور مصور ليوناردو ڊاونسيءَ جو به دشمن هو. نيٺ هن پوپ اليگزينڊر ٦ کي ڏاڍو ڪاوڙايو ۽ جيئرو جلايو ويو.

جنرل ضياءَ جي دور ۾ مونکي ڏيپلائي صاحب جي پيشگوئي پوري ٿيندي نظر آئي هئي. حيدرآباد ۾ سردار علي شاه جنرل ضيا کي پنهنجي خلاف وڏي دانهن ڏني ۽ ٽي وي تي هو، هوبهو جناڻي خان وانگر ڳالهائي رهيو هو. مون ان وقت رباني کي چيو هو ته ”هن

جو بلڊپريشر ايترو تہ وڌي ويو آهي، جو مون کي هن جو انت ويجهو نظر اچي رهيو آهي!“ ان تي رباني چيو: ”ڪيئن چئجي اڇا تہ هو ڏندڻائي رهيو آهي!“ ڪجهہ وقت کان پوءِ سردار علي شاهہ گذاري ويو هو.

ون يونٽ واري دور ۾ مان سکر ۾ رهندو هئس ۽ ڏيپلائي صاحب سان ملاقاتون گهڻو ڪري تڏهن ٿينديون هيون، جڏهن وڪيشن ۾ مان حيدرآباد ويندو هئس يا سنڌ ۾ ڪٿي جلسي جي صدارت ڪندو هئس. هڪ ڀيري مان حيدرآباد ۾ فاران هوٽل ۾ ترسيل هوس، تہ رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻيءَ ٻيڙين تي ماڻليءَ هاڻ لاءِ دعوت ڏني جو سندس ڪوٺ هو. رئيس سان اڪثر محترم جي- ايم- سيد جي جاءِ تي منهنجي ملاقات ٿيندي هئي. رئيس پنهنجي دور جو يادگار هو ۽ هن جي تصنيف ’ڪيئي ڪتاب‘ ڪافي دلچسپيءَ سان پڙهي ويئي (آن وقت منهنجن ڪن دوستن رئيس کي منهنجي خلاف بدظن ڪيو هو، ڇوتہ هو مون کي وائيس چانسلر جي عهدي تي برداشت نہ ڪري سگهندا هئا).

رئيس پاڻ بہ ڇڱو ڳائيندو هو ۽ ڳائڻ وقت دف نهايت پياري انداز ۾ هلائيندو هو. هڪ ٻيڙيءَ ۾ تہ رئيس جا همنوا، طبلچي، نوڪر چاڪر هئا ۽ ٻيءَ ۾ رئيس، مان، ڏيپلائي، جويو، رباني، رشيد ۽ ڪجهہ ٻيا دوست هئاسين. ڏيپلائي صاحب منهنجي قريب ويٺو هو ۽ مون سان گفتگو ڪري رهيو هو. ٿوري وقت کان پوءِ سج ڦليليءَ ۾ هڏڻ لڳو ۽ پاڻيءَ تي شفق جا رنگ لهرائڻ لڳا. رئيس مونکي جام ڀري ڏنو تہ ڏيپلائيءَ مونکي منهنجو غزل ’هيءَ سڻن نہ ڏيندي چئين‘ تحت اللفظ پڙهي ٻڌايو ۽ چيو تہ ”اياز، جڏهن کان تو اهو غزل ڦهريون ڀيرو جشن روح رهاڻ ۾ بسنت هال ۾ پڙهيو هو، تڏهن کان ان جون سٽون منهنجي اندر ۾ گونجنديون رهنديون آهن. تنهنجو انهيءَ غزل جي باري ۾ رايو ڇا آهي؟“ مون گلاس مان ڍڪ ڀري چيو: ”مان ماپ کي ترجيح ٿو ڏيان!“

ان تي ڏيپلائي صاحب چيو: ”ڪهڙي ماپ؟ ايتري ۾ ٿي

ونجي ويو آهين ڇا؟"

مون جواب ڏنو: "ڏيپلائي صاحب! مان ونجي نه ويو آهيان، تنهنجي سوال جو جواب ڏيئي رهيو آهيان. هڪ لطيفو آهي: "هڪ ماڻهوءَ کي جتي خريد ڪرڻي هئي، سو پنهنجي پيرن کي ڌاڳي سان ماپي ڏٺائين. جڏهن بازار ۾ جتين جي دڪان تي ويو، تڏهن هن کي اوچتو خيال آيو ته اهو ماپ وارو ڌاڳو ته هو گهر وساري آيو هو. هن کي ان وقت دڪاندار جا ڏيکاريل جتين جا پادر هٿ ۾ ڏيئي هئا ته چيائين ته "مان پنهنجي ماپ گهر وساري آيو آهيان." پوءِ پادر ڦٽي ڪري، انهيءَ ماپ جي ڌاڳي ڪٺي اچڻ لاءِ ٽڙتڪڙ ۾ گهر موٽي ويو. جڏهن گهران ٿي بازار موٽيو ته دڪان بند ٿي چڪا هئا. دڪاندار، جيڪو دڪان کي قلف ڏيئي وڃي رهيو هو، تنهن هن کي ڏسي چيو: "تو پيرن ۾ جتي پائي ڇونه ڏٺي، ته پوري آهي يا نه؟ ماپ جي ڌاڳي لاءِ گهر موٽي ڇو وئين؟" ماڻهوءَ وراڻيو ته "موٽي ان لاءِ ويس جو مونکي پاڻ کان وڌيڪ ماپ تي اعتبار هو!"

ڏيپلائي مُرڪيو ۽ مونکي ڪچيءَ ۾ ٻانهن ڪٺي وڌائين. 'ڏاهري رنگ محل' جي مصنف جو 'راجا ڏاهر' تي نظم لکڻ واري شاعر جي ڪچي ۾ اهو هار مان کي سدائين ياد رهندو!

ٿوريءَ دير ۾ مونکي چيائين ته "لطيفا ته مون کي ايترا ايندا آهن، جو مان تو کي ٻڌايان ته ساري رات گذري وڃي ته به نه کٽن. تون ائين ٿو سمجهين ڇا ته مون کي شاعريءَ جي پرک نه آهي؟ مونکي ڪوئي شعر ٻڌاءِ."

مون هن کي صراحي ڏيئي چيو:

"بريز اي پير ميخانه مشلخم به پيمانه

ڪه من در وضح مستانه بي شيرين سخن درام."

(اي ميخاني جا بزرگ، پيماني ۾ تلخ شراب وجهه. ڇو ته مون وٽ مستانيءَ وضع جا ڪيئي شيرين سخن آهن)

ان وقت سچ ڦليليءَ ۾ صفا ٻڏي ويو هو ۽ اسان سيئي

رباعيات عمر خيام تي ڪنهن نڪتل تصوير وانگر لڳي رهيا هياسون.
ڪجهه وقت کان پوءِ ڀيڙي مائليءَ پهتي. رئيس جو راڳ شروع ٿيو. ڪتنين ڪر موڙيا، پر اڄا رئيس نظاماڻي دف تي ڳائيندو رهيو ۽ هُن جا ساٿي ڪيس سُر وٺائيندا رهيا. پنهنجي عادت موجب رئيس جـڏهن ڏيپلائي صاحب جـي پرسان دف زور سان وڄائـي، گهنگهرن جي گهڻ گهڻ ڪئي ته ڏيپلائي صاحب ڇرڪ ڀريو ۽ مون کي منڇر مٿان بندوق جي نڪاوَ تي آڙيون اَڏامندي نظر آيون.
جنهن وقت ڏيپلائي صاحب جو فرزند محمد علي مون وٽ آيو ۽ مونکي چيائين ته مان هن کي ڏيپلائيءَ تي ڪجهه لکي ڏيان، ته منهنجي لائبريريءَ ۾ ڏيپلائي صاحب جا فقط ٻه ڪتاب هئا. هڪ 'بقول اياز' ۽ ٻيو هن جـو طويل ناول 'سانگهڙ' سندس لکيل ڏيڍ سؤ کن ڪتابن مان سندس خاندان وٽ ٻه چاليهارو کن ڪتاب مس هئا. وٽن 'بقول اياز' جي ڪاپي ٻه ڪانه هئي. جا مون محمد عليءَ کي خوشيءَ سان ڏني ۽ هن کي همٿايو ته هو سارو ذخيرو ڪٺو ڪري ڇپائي. في الحال هن مونکي ٻـه ڪتاب ڏيپلائي صاحب جا ۽ ٻـه ڪتاب هُن تـي لکيل ڏنا، جـن جون هن وٽ هڪ کان وڌيڪ ڪاپيون هيون. انهن ۾ ڏيپلائي صاحب جـا ناٽڪ بـه هيا ۽ اهڙا مضمون به هيا، جن مان مـون ڪجهه ٽڪرا مٿي ڏنا آهـن. ناٽڪ پڙهي مان انهيءَ نتيجي تي پهتس تـه ڏيپلائي صاحب تي پنهنجي دؤر جي اردو ادب جو ڪافي اثـر هو. هُن جا ڪجهه ڊراما، آغا حشر جي ڊرامن وانگر ٿا لڳن. جيتوڻيڪ انهن ۾ به هُن جي پنهنجي انفراديت آهي ۽ هُن جا موضوع الڳ آهـن. هن جا سڀ ڪتاب هجن ته اندازو لڳائي سگهجي ته هُن تي ابوالڪلام آزاد ۽ 'الهلال' محمد علي جوهر ۽ 'همدرد'، مولانا ظفر علي خان ۽ 'زميندار' اڪبر اله آبادي، شبلي نعماني، عبدالمجيد سالڪ، چراغ حسن حسرت وغيره جو ڪيترو اثر ٿيو آهي. بهرصورت سنڌ جو ماحول ۽ آن جا مسئلا هن جي تحرير ۾ اوليت رکن ٿا. ڏيپلائي پاڪستان کان اڳ ۽ پاڪستان کان پوءِ مسلم سنڌي ادب جـو بهرومٿو آهـي. جوڻو ۽

مان ته ٻي مٽيءَ مان ٺهيا هئاسين.

هن وقت منهنجي ميز تي هڪ ڪتاب 'ڏيپلائي سنڌ جو ڪهنه مشق صحافي' پيو آهي. ڪچي جلد تي ڏيپلائي صاحب جي تصوير آهي ۽ ان جي هيٺان منهنجو شعر آهي:

"آ ڪنهن ڪنهن ماڻهوءَ منجهه مٽيا،
پر مونکي اهڙا مڙس وٽيا،
جي سرو جڳ جرڪائي ويا،
پر پنهنجو پاڻ پلائي ويا!"

اهو ڪتاب نور محمد عباسيءَ ترتيب ڏنو آهي ۽ آن جي پيشڪش به هن ڏي ڪئي آهي. مان هنن سان متفق آهيان ته منهنجو مٿيون شعر ڏيپلائي صاحب جي شخصيت جي عڪاسي ڪري ٿو. ڏيپلائي منهنجو محسن هو ۽ مون کي آن وقت ڪم آيو، جنهن وقت ڪيٽي 'جناڻي خان' سنڌ ۾ مون سان وڙهي رهيا هئا ۽ پنهنجي هر ٺوڙي ڦيٽي سان مونکي هيسائڻ جي ڪوشش ڪري رهيا هئا!

جن پاسو ورتو ڪوڙ ڪنان،
سي مڙس نه ويندا مٺور منان!
جن واڪي واڪي وس ڪيا،
جي سارو سچ پڌائي ويا!

# مهاڳ

ڀارت جي سنڌي شاعر نند جويري جي ڪتاب
’چوڻ واتي‘ تي ڊسمبر ۱۹۹۰ع ۾ لکيل مهاڳ

انسان هئڻ ڪري ته ازلي جلاوطن آهي پر جڏهن پنهنجي ڌرتيءَ تان به جلاوطن ٿئي ٿو ۽ جدائي هن لاءِ وڏيڪ اسهه ٿي پوي ٿي، هو پنهنجون جڙون ڳولهي ۽ پنهنجي تشخص (identity) لاءِ بيچين رهي ٿو. نند جويريءَ جي هن مجموعي ۾ اهي ٻئي ڪيفيتون ملن ٿيون. هن جو فلسفي وارو ’مان‘ پنهنجي اصليت جي تلاش ۾ آهي، جنهن کي هو ’نج‘ ڪوٺي ٿو.

”شروعات ۾ مان نه پاڪ هوس
نه ئي ناپاڪ هوس.
مان نج هوس“

اهو نج هر ڪنهن مابعد الطبيعاتي حقيقت (Metaphysical reality) وانگر ڏنڊ ۾ ويڙهيل آهي جنهن جي ڇيڙان اپار مايا سمنڊ وانگر آهي، جنهن تي ڪنهن وقت گهٽائن مان ويندڙ چنڊ جا پاڇاوان پون ٿا ۽ ڪجهه ڏنڌليون ڇٽاريون نظر اچن ٿيون ۽ جڏهن چنڊ گهٽائن ۾ ڇپي وڃي ٿو ته آهي غائب ٿي وڃن ٿيون. پنهنجي ڌرتيءَ تي رهي به اهو سوال ته ’آءٌ‘ ڇا آهيان ۽ منهنجو آنت ڇا آهي؟ ماڻهوءَ جي روح کي سدائين بيچين ڪندو رهندو ۽ ورلي به ماڻهو انهيءَ سوال جو جواب ساڳيو ڏيندا. پر جڏهن انسان پنهنجي ڌرتي تان ڌڪاڄي وڃي ٿو ته ان سوال جي نه رڳو معنيٰ بدلجي وڃي ٿي پر ان جي اهميت به وڌي وڃي ٿي. نازي جرمنيءَ مان فرائڊ، ٿامس مئن ۽ ٻيا ڪيترا جلاوطن ٿي، انهيءَ پوئين سوال جي

جواب ۾ سرگردان رهيا هئا. روسي اديب نبوڪوف جيڪو مشهور ناول 'لوليتا' جو مصنف هو، اهو بہ پنهنجي آتم ڪهاڻيءَ ۾ ان سوال کان پريشان آهي. اربندوگهوش وانگر ان سوال جي تلاش برابر ڏکي آهي پر سڀاش چندر بوس کي ان سوال جي جواب لاءِ جيون جي بازي لڳائڻي پئي ۽ آزاد هند فوج ٺاهيائين. پهريون سوال انسان جي من کي ڪنهن نہ ڪنهن وقت ڏاڍو تڙڦائي ٿو، جيئن نهروءَ جي من کي تڙڦايو هئائين. جڏهن هو ڪملا نهروءَ جون هاڏيون هوائي جهاز ۾ کڻي ٿي آيو، پر انسان جيڪو رت ٻُڌيءَ جو پتلو آهي ان لاءِ جيءَ جي جلاوطني وڏيڪ پريشان ڪندڙ آهي. جيءَ جي جلاوطني مون پنهنجي ڌرتيءَ تي رهي بہ ڀوڳي آهي. پر نند ۾، ڌرتيءَ کان ڌڪجي؛ آها مون کان بہ وڌي وٺي آهي ۽ هو جتي ڪٿي پنهنجيءَ شڪارپور کي ڪولي رهيو آهي:

"آخر ڀي
شڪارپور آهي ڪٿي؟
توهان کي خبر آ
شڪارپور ڪٿي آ؟
...... هر شڪارپوري
شڪارپور ۾ ڄائو هو
پر هر شڪارپوري
شڪارپور ۾ ڪونہ ڄنميو آ
ڪهڙو فرق ٿو پوي
اگر
پوگول واري شڪارپور
پومي ڪرسٽ تي چڪي آ
ڪهڙو فرق ٿو پوي
اگر شڪارپور جو نالو بدليو ويو هجي
ڪهڙو فرق ٿو پوي

اگر ڪنهن کي
شڪارپور آئر اولهہ جي بدران
ڏکڻ اوڀر ۾ ملي
ماڻهن کي شڪارپور گهرجي
صرف شڪارپور
تہ پوءِ هو ڇو ڪونہ ٿا
هٿ لکيل پرزي تي
وشواس ڪن
ڇو ڪونہ ٿا ڪنهن ويتل ڏانهن
هٿ ڏيکارين
هٿ ڏيکاري تہ ڏسن
ڇت ۾ پائيندا شڪارپور
شڪارپور ڪنهن زمين جو نالو هو
ڪنهن زمين جو نالو ناهي
ڪنهن سرير جو نالو هو
ڪنهن سرير جو نالو ناهي
شڪارپور ڪنهن روح جو نالو هو
ڪنهن روح جو نالو آهي
........ شڪارپور کي ڳولهڻ لاءِ
شڪارپوري هئڻ ضروري آ
هٿ ڏيکاري ڏسو“

شڪارپور سنڌ ۾ نند لاءِ ماتا جي ٽڪ وانگر هئي. هو منهنجو ءِ ساميءَ جو ڳوٺائي آهي ءِ ٻنهي جو ساهُ هن جي ڪويتا ۾ ملي ٿو :
”سامي شير تي
اٿي جي ڇوڪري ڏيٺي جي لاٽن مان
چؤ طرف

بجليءَ جون تارون ڦهليل هيون
لٽڪيل ڏيئي جي
پيٽ واري ٽنگ مان
جو چوڏهين آگسٽ تي مون ڪيو هو
تيل جو ننهن سو سڙو ڦڙو
رکي رکي اڃان به ٽپڪي رهيو هو
مون هٿ وڌائي
اُن ڦڙي کي ترِيءَ تي کنيو
پر هو کن ۾ ئي پار نڪري ويو
منهنجي سيتل ماس مان"

اربندو گهوش لاءِ پنهنجي 'ماءُ' وڏيڪ معنيٰ رکي ٿي ۽ هن لاءِ پانڊيچري (جيڪا ان وقت فرينچ ڪالوني هئي) جي ڪا اهميت نه هئي. نند لاءِ پنهنجي ابدي 'ماءُ' کان به وڌيڪ شڪارپور جي اهميت آهي جتي هن جي 'ماءُ' جي اوسر ٿي هئي ۽ جنهن کان ورهاڱي کان پوءِ هو اوچتو ڪٽجي ويو. هن جو نظم 'ڏرتي' هڪ شاهڪار نظم آهي ۽ شڪارپور سان ئي واڪيل آهي ۽ سٽليوڊار ڊاليءَ جي سرريئلي (Surrealistic) پينٽنگ وانگر لکيل رهيو آهي. پڙهندڙ نند جي 'جنيءَ' نظم ۾ شرنارٿيءَ جي پيرن ڏانهن ڏسي چڻ ساڳيو اندر جو عذاب پوکي ٿو جو هن پنهنجو ملڪ ڇڏڻ کانپوءِ پوڳيو آهي:

"باقي جتي
اسان جي پيرن لاءِ هوندي به يا نه
انهيءَ ۾ به شڪ آهي
وقت اُن جو مقدار گهٽائي
۽ اسان جي پيرن کي وڌائي ڇڏيو آهي
نڌهن مون هنن جي پيرن ڏانهن ڏٺو

هنن کي پيرَ هئا ٿي ڪونه
هو به مون وانگر آپنگ هئا“

شڪارپور وارا مسلسل نظم پڙهي محسوس ٿيندو تہ اها ڌرتي هن جي ’ماءُ‘ جو حصو آهي جنهن کي هو کولي ٿو. هو ڪڏهن ڏڪجي ٿو پوي تہ ڪڏهن مايوس ٿو ٿئي:

”لکي در تي گهنٽا گهر
منجهند جو ٻہ ٻجي
شام جا پنج گهنڊ ڇو ڪونہ هنيان؟
انهيءَ کي بہ بخار هو
يا لقوي جي مرض ۾
ريڙهيون پائيندي
لاچاريءَ جو اظهار ٿي ڪيائين
مون وانگر“

ڪڏهن کهاڙي جهڙ مان نڪرندڙ چنڊ جهڙي آس هن کي پنهنجي جهلڪ ڏيکاري ٿي. جيئن هن جنم ڪانپوء هن کي ٻي جنم جي ڏک آهي، ائين هن کي شڪارپور ۾ پنهنجي ٻي جنم ۾ شڪ آهي. پر شڪ ۾ يقين جو هڪ عنصر هوندو آهي ۽ انسان انهيءَ عنصر تي ئي ٽڪي سگهندو آهي ۽ جڏهن اهو عنصر ڪم ٿي ويندو آهي تڏهن زندگي پنهنجو آنت آڻيندي ويرم نہ ڪندي آهي. نند جي دل ۾ اهڙو يقين نظر اچي ٿو.

ترنم واري شاعري ۽ ان جي فني خوبين کي نظرانداز نٿو ڪري سگهجي. پشڪن کان فردوسي تائين، ڪاليداس کان ليوپارڊيءَ تائين، ترنمواري شاعري انسان جي روح ۾ خنجر وانگر کپي وئي آهي، پر جديد دور ۾ جا نثري شاعري ٿي رهي آهي، ان کي پنهنجي اهميت آهي. ان جي مرڪزي خيال ۾ اها شعريت آهي جا ترنم جي محتاج نہ آهي. جذبات جو ترنم نثر ۾ آڻي سگهجي

ٿو. بودليئر جي ڪتاب 'Flowers of Evil' ۾ هن جون 'ٻٽرس جون رانيون' ترنم وارا شاهڪار نظم آهن پر ساڳئي وقت هن جي مجموعي ۾ هن جا نثري نظم به اوترائي خوبصورت آهن. فرانس جي شاعر رامبوءَ کان وٺي جديد آمريڪا جي شاعر ڪارل شيپيرو تائين ڪيترن شاعرن خوبصورت نثري‌نظم لکيا آهن جن ۾ خيالات ۽ جذبات جي مصوري ڪئي وئي آهي ۽ جي ماڻهوءَ جي من کي اهين تا اپارن جيئن ترنم واري شاعري ڪندي آهي.

نند جا ڪجهه Poetic images هيٺ ڏيان ٿو:

"پريل گهر
بکيءَ تي ڪٺي
تيشن تي خالي ڪري
بکيءَ واري
وري ورائي نه ڏٺو
نه ڪو خالي ماڻهو
پريل گهر ٻوهيندو
سرحد پار هلي ويو"

"سانت

سانت جا برهما جي
نند کان پوءِ هوندي آهي
ان سانت کي چيريندو گهوڙو
جڏهن نند لاءِ طبيلي تي پهتو
تنهنجي لڳايل ڏور اجان هن جي ڏنڻ ۾ هئي
سانت
سانت جا برهما جي سجاڳيءَ کان اڳ هوندي آهي
ن سانت کي چيري
ڇا بکيءَ جو گهوڙو
وري آئندو

ڪو پريل گهر
ڪو خالي ماڻهو ٻوهڙ لاءِ ٽيشن ايندو؟
او شڪارپور!"

"اسان جي ٿهڪن سان
باغ ۾ گل
ڇٽي نہ پون ۽ وري ڪائي
لنبي عرصي واري
خزان نہ اچي
اسان صرف من ئي من ۾
مسڪرايو آهي
۽ جڏهن ساهہ جو احساس ٿيو
من اندر جي مشڪ وڪٽي ٻہ
اسان پراون سان
واعدا ڪرڻ لاءِ بهانا ڳولهيا آهن
او شڪارپور !"

"اهو ئي تہ رواج آهي
تنهنجو منهنجو
تن ڪي ٻہ تن تان لاهي
موڙي تي رکي اچ
۽ اچ تہ پيار ڪريون
او شڪارپور !"

"شبد پنهنجا نقش
خاموشيءَ جي
ڪئنواس تي
چٽيندي چٽيندي
پنهنجو پاڻ ۾ ئي
پيهي ويا

وقت جي ڌر ڪان"

"موسيقي
ڪنهن گهنٽيءَ جي
ڪنهن ڪسيءَ جي
گهنگهرن جو آواز هو"
"هاڻ گرميءَ ۾ ماڻهو
سم اوڍي
سم تي سمهندا
سائي سم
سائي لڳل پٽ
سائي رنگ جا ماڻهو
ڪيئين رنگن جا سوال ڪئي
هڪ ئي رنگ
"سائي" جو جواب پائي جيئندا آهن"
"پوترتا
تنهنجي آتما هئي
۽ مان هاڻ پوتر نہ رهيو آهيان
هاڻ جڏهن جڏهن
مان تو وٽ اچان ٿو
مونکي لڳي ٿو
مان پنهنجي ڏي
مردهہ سرير ۾ پرويش ڪري رهيو آهيان
او سنڌو پتر ساڃ پيلا!
ياد ڪر
جڏهن مان تو وٽ هوس
مون ڇيو هو ڳلن کي
سپ لٽڙي پئو
۽ سپ لٽڙي پيا هئا

بن بادلن آڪاش کي ڍڪي
ڇڏيو هو مورن کي
نچڻ
مورن ناچ ڏيکاريو هو
اهڙي ئي ڪوشش
مان هر دفعي ڪريان ٿو
جڏهن جڏهن مان تو وٽ اچان ٿو
۽ مان اسڪول ٿي موٽان ٿو
اِن احساس سان
تہ هڪ مردو ٻئي مردي سان
ويچار ڪري موٽيو آهي"
"اُئين تہ هر سڏ تي
مٺا موٽندا آهن
ڪي اڌورا تہ ڪي پورا
موٽڻ هڪ سمجهوتو آهي
جيئڻ جي لاءِ
تنهنجو سڏ ٿيندو
۽ مان موٽي ايندس
ڪجهہ ڏيا ڪري
ڪجهہ پائڻ لاءِ
تو اهو ڪيئن سمجهيو ؟
تنهنجي سڏ جي هجي
مان پڙهي سگهان ٿو
توکي بہ منهنجو موٽڻ
پڙهڻ گهرجي
اگر مان تنهنجي سڏ تي
موٽي اچان
مان موٽندس

ضرور موٽندس
جڏهن آهو سڏ ٿيندو
جيڪو هجي نه ٿيو هجي
مان پنهنجو موٽڻ به بنا هجي جي چاهيان ٿو
مان ڪونه موٽندس
ڪونه موٽندس
پر
مان هوندس
هوندس
آڪاش ۾ اهو انادي آواز
آڪاش به مان هوندس
آهو سڏ به مان هوندس
آهو سڏ جو هجي نه ٿيندو
تون وچي ڪائي ڪک ڳولهه
مون سان ملڻ لاءِ"

هنن ڪويتا جون پوئيون ٻه سٽون ڪيترين نه خوبصورت آهن!

جڻ اتهاس جو ماضي ۽ مستقبل انهن مان ڳهوري رهيو آهي.

مون مٿي ڪجهه سچا نظم ڏنا آهن ڇو ته انهن کان سواءِ نند جو تصور مڪ ۾ نه اچي سگهي ها. پنهنجي ڪجهه ابهام (Vagueness) جي باوجود نند جي شاعريءَ کي سنڌيت سان ڀرپور ڪمٽمينٽ آهي. انهيءَ ڪمٽمينٽ کان سواءِ سنڌي ادب هوا ۾ انهيءَ غباري (Baloon) وانگر آهي جنهن کي ڪوئي طرف نه هجي ۽ جو آڏامي انت ۾ ڦاٽي پوندو ۽ هوا سان هوا ٿي ويندو.

# مهاڳ-١

## ١٠ جولاءِ ١٩٨٨ع تي تاجل بيوس جي ڪتاب 'سنڌ منهنجي امان' تي لکيل مهاڳ

مئي ٨٨ع ۾ مون پنهنجو شعر جــو نئون ڪتاب ”آڪن نيرا ڦڙليا“ لکي پورو ڪيو. اُن ۾ پنج ڇهه سؤ بيت آهــن جن کي ڏر جو محاڪاتي پس منظر نه آهي، پر جنهن ۾ به روايتي بيت جيئن، نه ڪنهن لوڪ ڪهاڻيءَ ڏانهن اشارو آهي ۽ نه وري شاهه وارا لفظ، استعارا يا حوالا ڪم آندا ويــا آهن ۽ جنهن ۾ منهنجا گونا گون مشاهدا ۽ خيال سمايل آهن. مون ان وقت ارادو ڪيو هو ته لاڙ، وچولي ۽ اُتر جي پس منظر سان ساڳي طرح بيت لکندس ته جيئن سنڌ جي ڌرتي منهنجي شاعري لاءِ ماءُ جي آغوش وانگر لڳي. ٢٥ جون تي مان ڪراچيءَ آيس جو ان تاريخ تــي منهنجو پٽ ويانا مان تعليم پوري ڪري موٽي رهيو هو ۽ معمول وانگر جولاءِ جو سارو مهينو مون کي هن وٽ ڪراچيءَ ۾ گذارڻو هو. هتي وائيسز گروپ (Voices Group) منهنجن نظمن ۽ گيتن ۽ ان سان گــڏ فيض احمد فيض جي ٻن ڳائل نظمن جي مهورت لاءِ مون کي پهرين جولاءِ تي دعوت ڏنــي هئي. تقريب کان پوءِ مون کي تاجل بيوس پنهنجي تازي ڪلام جي ڇپيل مجموعي تي مهاڳ لکڻ لاءِ اصرار ڪيو جو مان تاجل سان دوستي ۽ محبت سبب ٽاري نه سگهيس. (هن کان اڳ مون ادل سومري ۽ اياز گل سان هنن جي شاعريءَ جي ڪتابن تي مهاڳ لکڻ جو وعدو ڪيو هو جو سکر ۾ بي انتها مصروفيتن سبب اڃا پاڙي نه سگهيو آهيان ۽ هنن بيحد صبر ڏيکاري ان جو انتظار ڪيو آهي ته مان اهو مهاڳ ڪڏهن ٿو لکان. مشتاق ٻاگاڻيءَ به ساڳيءَ طرح مهاڳ لاءِ چيو هو ۽ ڏيڍ سال اڳ مون

وٽ پنهنجو مسودو ڇڏي ويو هو پر ڪافي وقت کان مون سان نہ مليو آهي ۽ شايد منهنجي مهاڳ جو آسرو پلي ڇڏيو اٿائين. مان تنهيءَ کان ايتريءَ دير لاءِ معذرت خواهہ آهيان ۽ ارادو آهي تہ سگهو موٽي اهي مهاڳ لکندس.)

تاجل بيوس جو هي چوٿون ڪتاب آهي. هن جا ٽي ڪتاب "جڏهن پونءِ ٻئي"، "انبن جهليو ٻور" ۽ "سرجيندڙ ساڳيهہ جا" اڳ ئي ڇپجي چڪا آهن. مون کي تاجل جو مسودو پڙهي، اهو ڏسي حيرت آئي تہ، هن آخر ۾ خاص ڪري ڪڇهہ ٻيٽن، واين ۽ ڏ-سڻن ۾ ڪڇي جي حصي جو محاڪاتي پس منظر (Scenic-background) اُئين ڏنو آهي جيئن مون مٿي ذڪر آيل اُنُ ڇپيل ٻيٽن ۾ ٿر جو پس منظر ڏنو آهي. هو صوبيديري جو آهي ۽ ننڍي هوندي کان وٽي هـن جو ڪڇي جـي زندگيءَ سان واسطو رهيو آهي ۽ نہ رڳو هن اُن جو گهرو مشاهدو ڪيو ٿو ڏسجي پر ان خطي جي ٻوليءَ تي بہ هن کي ڪافي عبور آهي. فرانس جي مشهور شاعر وئلريءَ (Vallery) چيو هو: "I Write half The Poem. The Reader Writes the Other half" انهيءَ معيار تي ڏسجي تہ تاجل جا هيٺيان شعر پڙهي صبح جو منظر اکين اڳيان ڦري ويندو:

سج ڪئي تخليق،
سرڻهن جي ڦولار ۾
روشنين جي ليڪ.

ان ڏ-سڻي جو پس منظر تصورائبو تہ ائين لڳندو تہ ڪڇي ۾ سرڻهن جا کيت ڦلاريا آهن، حدِ نظر تائين کيت ئي کيت آهن، ساوا سرڻهن جا کيت، جن جي ڦولار تي صبح جا پهريان ڪرڻا پون ٿا ۽ فطرت جي حسن جو تخليقي عمل شروع ٿئي ٿو.

صبح جو هي منظر بہ ڏسو. سڄو ڏينهن لاباري کان ٿڪجي ستل لاهيارڻ (فصل جي ڪٽائي ڪندڙ زالئان) ننڊ مان اٿي، ڍنڍ جي پر تـي، هٿن جي آڱرين سان وار سنواري رهي آهي:

نور ڀيو نسري،
هن ڇڳن جي وچ مان
سج ڀيو اڀري.

سوڍي ٿي سنبسري،
ڪڪر جي ڪاراڻ مان
سج ڀيو نڪري.

صبح ويلي ننڍيون وڏيون ڳوٺاڻيون مٽي ۽ ڇپلھ تي ڀيلھڙا ڪئي نار تان پاڻي ڀرڻ آيون آهن. نار ۾ ڏاند وهي رهيو آهي. پاڻي ٻڙيچ ڪان نيسر مان ٽيندو اچي آهڙ ۾ ڪريو آهي جتان واهيءَ مان وهي پوک ۾ پهچي ٿو. تاجل هڪ مصور وانگر اهو منظر هيئن پيش ڪري ٿو:

ڀرهه، پاڻياري،
آئي منهنجي اڱڻ تي
ڏينهوڙيءَ واري.

---

چڱي اوٽ ڪرِ،
نينگر منهنجي نار تان
پاڻي ڀڻي پري.

ڪڇي ۾ ڪترس ٻيڙيءَ جي رسن ڪي سڏبو آهي ۽ ڪنار ڪناري ڪي. درياءَ جو پاڻي لٿل آهي؛ تڙ ناڻگها ٿي ويا آهن؛ ملاحن جا منڌ سڄا لڳا پيا آهن. روزگار جا وسيلا تنگ ٿي چڪا آهن. شاعر آئيندي تي اُميد رکي، ساونڻ آئي درياءَ وارن کي آٿت ڏئي ٿو:

ڪنڌيءَ ڪنايو، آيا ساونڻ ڏينهڙا،
اجهو ڪو آيو، ڪٿي ڪترس ڪنار تي.

پا ساونڻيءَ ۾ درياه ۾ چاڙهه آيو آهي، جيڪو ڀريون ڀيو پاڻي. وڏن وڏن جي ڪرڻ جو پيانڪ منظر ڏسو:

ڪڙ تان ڪيري جيئن سڄي وڻ سيرنهن جو،
مون پڻ ”مرڻ“ ٽيئن، ڪنن ۾ ڪيري ڇڏيو.

ديهات ۾ ڳاج ڪڪڪ جا آيو سو ڪڙيءَ طور موڪليا ويندا آهن، جنهن لاءِ شاعر چوي ٿو:

باهه وسائل ڦوڪ ڙي!
آيو ڪڪڪ ڳاج جا،
سيٹن مڪا سوڪڙي.

درياهه ڦيٽي ويو آهي ته چوي ٿو.

نه دنگيون نه درياهه نه سي ماڻهو ماڳ جا،
ويو لٽي واهه، پيرا پاڻيارين جا.

---

نيٺ ته چر جو پاڻي ڇڇندو،
ڪلهه ۾ ترندا ڪمر ۽ ڪوٽيون

---

سڪو پيٽ سندوءَ جو،
ٻرن ٽا ٻيلا،
رات ڳهمي راڪاس ويو.

ڪٿي ڪٿي هن جي شاعريءَ ۾ جپاني هائڪوءَ وارو رنگ آهي.

ٻن چڻ واري شام،
ٻچاڙيءَ جا ڏينهڙا
ٻگل ٽٽل جام.

ته سٺو آهي يا ساڪت زندگيءَ (Still Life) جي ڪائي سوريئلي (Surrealist) تصوير آهي!

مان انهن شعرن ۾ ڪوئي علامتي رنگ ڳولڻ نه ٿو چاهيان. لفظن ۾ مصوريءَ ڪي پنهنجي جاءِ آهي ۽ ان ۾ ڪنهن سياسي علامت جي تلاش عبث آهي. پر ائين نه آهي ته تاجل جي من ۾

پنهنجي دؤر جي ڇورا ڪورا نہ آهي. چوي ٿو:

پوپٽ جا ڪو پرَ مروڙي،
قيد ڪري ٿو گـُل ـ سرهاڻ.

يــا

هر ماڻهوءَ جي جيڀ وڍيل،
اناالحق الائـــي ڪيـــر؟

۽ پوءِ سياسي جبر جي خلاف جو رد عمل ٿئي ٿو، ان جي باري ۾ چئي ٿو:

جيترو ٿر تي وسي ساانوڻ ويو،
اوترا ڦٿي پيچرا ٽپندا ويـــا.

۽ ان ردعمل سان جا جدوجهد اڀري ٿي، آها مد نظر رکي چئي ٿو:

سا ڪين اسان سان پير کڻـي،
جنهن اکـ جـو نئرو آلو آ.

يــا

پرهہ جا سڏڙا ڪلائن جا ٻـُڏي،
رند زنجيرون چنـي ڇڄندا ويـا.

تاجل دراصل هڪ مصور شاعر آهـي ۽ بيوروڪريسيءَ ۾ رهندي هن جي سياست سان گهڻي وابستگي ممڪن بہ نہ آهي. پوءِ بہ هن پنهنجي دور جا ترقي پسند قدر اپنايا آهن. اچا هن کي پنهنجو طرف طي ڪرڻو آهي ۽ پنهنجي گهڻ - روپي ڪلام (Multi-dime- nsional poetry) ۾ مڪمل هم آهنگي پيدا ڪرڻي آهي. هن جي شاعري سنڌ سان جذباتي وابستگي ڏيکاري ٿـي، جيئن ڪتاب جي نالي ”سنڌ منهنجي امان“ مان ظاهر آهي. امڪان آهي تہ اها شاعري تيزيءَ سان قدم وڌائي، ڪنهن طوفان وانگر اڀري اچي.

مون هن جو آزاد نظم ’جلاوطن‘ پڙهي هن کان پڇيو تہ ڇا هن اهو محمود درويش کان متاثر ٿي لکيو آهي. محمود درويش عرب شاعر آهي جنهن جي شاعريءَ فلسطين جـي آزاديءَ لاءِ باهہ ٻاري

ڏني آهي. مون وٽ عرب شاعر محمود درويش جي شاعريءَ جو انگريزي ترجمو Sand and Other Poems پيو هو جو حال ۾ ئي ڇپيو آهي ۽ اهو هن کي ڏيکاريم پر هن انڪار ڪري ڇيو ته هن اهو ڪتاب ڏٺو به نه آهي ۽ ٻڌائين ته هن رڳو 'هلال مئگزين' ۾ فلسطيني شاعريءَ تي هڪ مضمون پڙهيو هو.

اهو نظم 'جلا وطن' تاجل بيوس جي شاعرانه صلاحيت جي غمازي ڪري ٿو ۽ اميد پيدا ڪري ٿو ته تاجل، جو، خاص ڪري فطرت جو شاعر آهي، اڳتي هلي ديس پرديس جا مسئلا هيئين سان هنڊائي، انساني آزاديءَ لاءِ به ائين ئي ڀرپور شاعري ڪندو، جيئن هن فطرت جي باري ۾ ڪئي آهي. هن ۾ پنهنجي آدرش ۽ آن سان وابستگي ۾ زياده وسعت ۽ پختگي ايندي ۽ هو سنڌي ادب ۾ پنهنجي منفرد جاءِ والاريندو.

# ڪوئي گل ڦٽو منهنجي ٽاريءَ مان....

## اياز گل جي شعري مجموعي جو مهاڳ

پنجابيءَ جو عظيم شاعر ماڌولال حسين هڪ مجلس ۾ ويٺو هو. اُتي هڪ شخص ديوان حافظ کوليو. ماڌو لال حسين هُن کان پڇيو: ”هي ڪهڙو ڪتاب آهي؟“ ۽ پوءِ ديوان حافظ جا پنا اٿلايائين ته، حافظ جي هيٺين شعر تي نظر پيس.

چشمهٔ چشم مرا اے بُت خندان درياب
بر اميد تو بخوش آب روانے دارد.

(اي کلندڙ پيارا!، منهنجي اکين جي چشمي کي دريافت ڪر، جو تنهنجي آس ۾ وهي رهيو آهي.)

ماڌو لال حسين، ديوان حافظ ڦٽي ڪري چيو: ”هن حافظ جي عمر تہ پوڙهين رنن وانگي روئيندي گذري آهي.“ ائين ئي اکين اردو ۽ سنڌي غزل تي نظر وجهبي ته، اڪثر شاعر روئڻا نظر ايندا ۽ اقبال جهڙي شاعريءَ کان اڳ گهڻو ڪري نہ رڳو اردو شاعري قنوطيت سان پري پئي آهي، پر ابراهيم خليل تائين سنڌي شاعري بہ ائين لڪير جي فقير رهي آهي ۽ اُن مان تاهہ تاهہ ڳوڙها ڳڙندا نظر اچن ٿا. گُل جا ڪجهہ غزل ۽ سانگيءَ جون ڪجهہ سٽون اُن مان ڪڍي ڇڏجن ته، ساري غزليہ شاعري ’سرن درياهہ‘ ڪرڻ جهڙي آهي.

دراصل غزل ڏاريءَ زمين تي آسريو هو، جو اميرخسروءَ واري زماني ۾ هندستان جي ڌرتيءَ اپنايو هو. خسرو جي غزل ۾ جا پنهنجپائي هئي، سا اسان کي آرزو لکنويءَ جي غزل ۾ ملي ٿي. انهن جي وچ ۾ پارسي غزل جو چربو هو. غالب جهڙي مفڪر شاعر بہ چيو:

فارسي بين تابہ بيني، نقشهائے رنگ رنگ
مجمعہ اُردوڇه بيني، آن ڪہ بے رنگ من ست.

(فارسي ڏس ته توکي منهنجا رنگ رنگ نقش نظر اچن، منهنجو اُردوءَ جو مجموعو ڇو ٿو ڏسين، اهو ته بيرنگ آهي!)

خسروءَ جون هي سٽون:

سکھی پیا کو جو میں نہ دیکھوں، تو کیسے کاٹوں
اندھیری رتیاں؟

يا

وہ صورتیں الاھی کس ملک بستیاں ہیں
اب جن کے دیکھنے کو آنکھیں ترستیاں ہیں

خسروءَ جھڙي شاعري، اُردوءَ ۾ اڃا ڪائين ڪوئي نه ڪري سگھيو آهي. اردو ۽ سنڌي غزل، ٻنهي ۾ فارسي غزل جون روايتون، تشبيهون، استعارا وغيره بي دريغ استعمال ڪيا ويا آهن، ايتري قدر جو غزل پڙهي دل ڪاڏون ماڏون ٿيڻ لڳي ٿي.

اياز گل، ادل سومرو ۽ انهن کان به پوءِ واري نئين ٿهيءَ جا شاعر اعجاز منگي، وغيره ادب سان ڀرپور لڳاءُ رکن ٿا ۽ اڻ ٿڪ محنت سان لکي رهيا آهن. ننڍيءَ عمر ۾، پنهنجي مطالعي ۽ مشاهدي هنن جو شعور ڪافي پختو ڪري ڇڏيو آهي. تاج جويو، غلام حسين رنگريز وغيره انهن کان اڳين نسل جا شاعر آهن، جن به سنڌي ادب سان بي انتها لگن ڏيکاري آهي ۽ پنهنجو پاڻ ملهايو آهي.

اياز گل جي شاعري پنهنجيءَ ڌرتيءَ جي پيدائش آهي. اها فارسي بحر وزن جي مشاقيءَ تي نه ٿي ٽڪي. اُن کي هڪ انوکي خوشبوءِ آهي، جا نم جي ٻُور ۾ ٿيندي آهي ۽ اُن کي هڪ الڳ رنگ آهي، جو ڦڪل ڦيرُن ۾ ٿيندو آهي. جي هن مشق، قلم جاري رکي ته، ڪنهن وقت هن جي شاعري، فن جون آهي بلنديون ڇُهندي، جا ڳالهه ٿورن شاعرن کي نصيب ٿيندي آهي. هو بنيادي طور تي غزل جو شاعر آهي، پر هن جو غزل پيوند ٿيل نه آهي، ازخود هي ڌرتيءَ مان اُسريو آهي.

مثال طور هن جا هي شعر:

سوچون ساريون هارايلَ سردارن جيان
خواب پيا ها پيرن ۾ تلوارن جيان

رستا هونئن نہ اُٿيهن جي انڌيارن جيان
توڏي ايندي چاندوڪيءَ جي چارن جيان

ڪيئن الاڏي ٿيندو آهي ماڻهن کان؟
شعر رچڻ ۽ پيارُ ڪرڻ وانگارن جيان

---

ٽائرن جا گهرا ليڪا، تيز رڙ!!
روڊَ تي چِٿجي وئي آ زندگي

هر طرف جهنڊا ٿا ڦڙڪن موت جا
جنگ کان وسري وئي آ زندگي

تنهنجا ڌرتي!، ڌراڙَ جاڳيا هَن
پپچرا، پٽ، پهاڙ جاڳيا هَن

هڪ تِڪي چيٽ آهي آزادي!
کهيڙَ، کهٽيون ۽ گهاڙَ جاڳيا هَن

---

روز ملندا رهون نہ بهتر آ
فاصلا، فاصلا وڌائن ٿا

---

حوصلو ڏي نہ حادثن مان لنگهان
پيارَ!، منهنجا مان آفتن مان لنگهان

منهنجو سارو وجود نيڻَ ٿئي
تنهنجي لڪيل جڏهن خطن مان لنگهان

---

هڪ ڏي نانوَ تي ڏڙڪو تيز ٿئي دل جو
ميٺي سُرمو ٿيندي ناهي هـــر دَرَ جي

---

هـــر ڪنهـن دؤر ۾ چمنـــدا آهـــن
بـــاغي ۽ درٻـــاري مـــاڻهـــو

---

روپ وٺي نٿون آءُ وري روپا ڪولهي!
ڏاريليون ۽ ٽُڙ، پُـڏي ويـــو اوندهه ۾

---

تنهنجي يـــادن ســـواء ذهنُ پـــرين!
ڪـــرفيـوءَ ۾ بـَــزار وانـگـــي آ

هـــر خوشي قرضَ ۾ هليِ ٿي وڃـــي
مـــاسـتـــر جـــي پگهـــارَ وانگـــي آ

---

ڪوئي ڪم ڪرڻ ڪان ٻاهر ناهي هونئن
ڳالهه سچي هوندي آ جاني!، همتَ جي

جنهن ماڻهوءَ کي تنهنجو پيار مليو آهي
تنهن ماڻهوءَ کي ڪهڙي دولت گهرجي ٻي؟

---

منهنجي حـــالت آ ـ وڃَ ـ اوپـــر جـــي
تنهنجـــو شيـــوو تبـــاهه ڪـــاري آ

اياز گل نئين ٽهيءَ جو منفرد شاعر آهي ۽ ننڍيءَ عمر ۾ ئي هن پنهنجي جاءِ والاري ڇڏي آهي. مان هن جي شاعري، ادل سومري جي ۽ نئين ٽهيءَ جي شاعريءَ ڏسي، انهيءَ نتيجي تي پهتو آهيان ته، آها نيٺ ڪنهن ٻـ بين‌الاقواميءَ معيارَ تي اچي وينديءَ. ان شاعريءَ تي جاگيرداري دؤرمان نڪري، صنعتي دؤر ۾ داخل

ٿيڻ جا آثار ملن ٿا ۽ اُن جون تشبيهون، محاڪات وغيره روايتي شاعريءَ کان مختلف آهن ۽ انهن تي پنهنجي انفراديت جي ڇاپ آهي.

روهڙيءَ واري بيدل فقير فقط ٻه ڇڳا شعر لکيا ها ۽ انهن مان هڪ آهي:

اکران دي وچ جو ڪوئي آڙيا
عشق دي چاڙهي مول نه چڙهيا

اِهو شعر آهي ته سرائڪيءَ ۾، پر ان ۾ جا ڳالهه ڪئي وئي آهي، اُها جديد شاعرن سان لڳي ٿي. هو اکرن ۾ آڙجي نه ٿا وڃن ۽ عشق جي چاڙهي چڙهندا ٿا رهن. هنن جا ابتدائي مجموعا ڏسون ٿا، تڏهن به ڪيترائي شعر دل ۾ ڪُپي ٿا وڃن ۽ اڳين شاعرن وانگر ائين نه آهي ته، سڄو ديوان چنبڙي ڇاڻي ٻيهجي ته رکو هڪ يا ٻه سٽون ملن جي دل تي اَڪرجي وڃن. سانده مطالعو ۽ مشاهدوئي شاعريءَ کي پنهنجي توڙ تي پهچائي ٿو. آهي زمانا گذري ويا جڏهن ڪنهن اُستاد جي استاديءَ ۾ شاعر سڄيون عمريون جهڪ ماريندا ها ۽ بحر وزن جي گهرڙ ڳهوٽ ڪندا ها.

بمبئي ۾ مون هڪ نشست ۾، سڳن آهوجا کي چيو هيو ته: ”هو پنهنجو شعر ٻڌائي.“ ان تي هن جواب ڏنو هو ته، ”مون وٽ بندي ڪانه آهي.“ اِن تي مون هن کي چيو هو: ”جيستائين بندي اچي، تيستائين تُڪ بندي ٿي وڃي.“ —’بندي‘ هن پنهنجي شعر جي بياض لاءِ چيو هو. — سڳن کي ته مون اِها ڳالهه مذاق ۾ چئي هئي ڇوته، هو منهنجو دوست هو، پر اِها ڳالهه اڪثر ڪُهنه مشق شاعرن سان لڳي ٿي، ڇوته آهي تُڪبندي ڪندا هاـ دور جديد ۾ ڪيترائي نوان شاعر تڪبندي ته ڪونه ڪن ٿا، پر جي آهي پنهنجي تخليق سان مطمئن ٿي ويا ۽ سانده لکندا ۽ تجربا نه ڪندا رهيا، ته اُنهن جي شاعري به تڪبنديءَ وانگر بي معنيٰ ٿي ويندي.

اياز گل ۽ ٻيا شاعر، هن وقت سڄاڻ شاعرن وانگر لکي

رهيا آهن، ڪافي پڙهي رهيا آهن ۽ پنهنجي منفرد سوچ به رکن ٿا. سنڌي ادب هڪ خوبصورت شمعدان وانگر رهيو آهي، جنهن ۾ اياز گل به انهن شمعن مان آهي جيڪي وچ ۾ ٻري رهيون آهن. هو شمع به آهي ته، پروانو به آهي ۽ پنهنجي چوڌاري تخليق ڏيل ادب ۾ هن جي بي‌حد دلچسپي آهي. ڇڱو جو هن جي شاعريءَ ۽ ادل جي شاعريءَ ۾ نعري بازي نه آهي، توڙي هن جي سياسي سوجهه ٻوجهه نڪي آهي.

زندگيءَ جا گوناگون تجربا، ۽ خاص ڪري شهري زندگيءَ جو، ديهاتي زندگيءَ تي اثر، هن جي شاعريءَ مان ٻڪن ٿا. جڏهن اها شاعري پوري چوٽ تي پهتي، تڏهن سنڌي شاعريءَ تي پنهنجي ڇاپ ڇڏيندي. مون فقط هن جي غزلن مان مثال طور ڏڪرا ڏنا آهن، پر هن جي ٻي شاعري به جاندار آهي ۽ هن جي لباس وانگر نج سنڌي آهي.

تنهنجو مايا ڏي جو لاڙو آهي
پنهنجي پيرن تي ڪهاڙو آهي

---

سچ ڪاڻ ويڙهه ۾
هڪ به هزار جڻن

---

سارو شهر لتاڙي ووٍ!
آيس تنهنجي پاڙي ووٍ!

تنهنجي ٻويان نڪتو آهيان
سارا ٻيڙا ساڙي ووٍ!

---

منهنجي سچ تي ڪروڌ ۽ هن جي
ڪوڙ تي واهه واهه!! ٿي وئي آ

زندگي هر ستم تي خوش آهي
ٻن نگين جو ڪو ٿاهه ٿي وئي آ

---

سوچون ننگي پيرين آهن
ذهن تتل جهڙ تاما آهن
دوون جي آڪاڻيءَ ۾ دُک
فِسل استاپ ۽ ڪاما آهن

---

ڇو بدلجي ٿي وڃين تون ڪن ۾
ڪجهه ته ويساهه ڪجي ساجن ۾

---

تنهنجي پيرن ۾ هئي لڳل ميندي
منهنجي گهرجا ته ها ڪُليل رستا
دل جون ڳالهيون به ڪين تو سمجهيون!
ڪهڙي آخرڪار فارسي آهي؟

---

توکي گڏجي ته ڪين هلڻو آ
ڪهڙو توکي بيهارجي هاڻي؟

---

سڄي حياتي پري بيٺي آهي لڙڪن سان
ميلو ته ذڪر ڪيو، هيل ڪي ڪيلاڻ جا

هيءَ ڪتاب، مون وٽ مهاڪ لاءِ، گهڻو عرصو پيو رهيو هو ۽ پنهنجي گوناگون مصروفيتن ۽ بيماريءَ سبب، مان اياز گل جي فرمايش هن ڪان اڳ پوري ڪري نه سگهيس. هن جو ناتو منهنجي نالي سان اڏين وابسته آهي جو، منهنجي شاعريءَ جي ڌاريءَ مان ڪوئي ڳل قتو آهي. مون کي اميد آهي ته، اڳتي هلي اهو ڏسان ڏس کي پنهنجي سڳند سان واسي ڇڏيندو ۽ مون کي هن جي نالي جي مماثلت تي بجا فخر ٿيندو.

# فرسوده روايتن کان بغاوت

## ادل سومري جي شعري مجموعي جو مهاڳ

ادل سومرو نئين ٽهيءَ جو شاعر آهي، جنهن فارسي ۽ اردو وزن کي لت هڻي، شعري روايات جا سارا زنجير ٽوڙي ڇڏيا آهن ۽ پنهنجو ترنم، پنهنجي اندر جي آواز مان اُڀاريو آهي.

مون ته ديوانِ گل، ديوانِ قاسم، ارمغان حامد، ديوانِ فاضل، ڪلياتِ گدا، ديوان بُلبل، ڪلياتِ سانگي، ديوانِ واصف، ڪلياتِ عزيز وغيره ننڍي هوندي پڙهي، اُنهن جي ٻولي ۽ روايت پرستيءَ کان بغاوت ڪئي هئي. جڏهن اردو ۾ فيض ۽ اين-ايم راشد جا ڪتاب 'نقش فريادي' ۽ 'ماورا' ڇپيا هئا ته اهي پنهنجي تازگي کڻي آيا ها ۽ منهنجي مهاڪوي تنگور سان به وابستگي گهٽجي وئي هئي. اهو ڏسي مون کي عجب آيو هو ته هي ڌرتيءَ جو حصو، جتي رنگا رنگ پکي پنهنجون ٻوليون ٻولين ٿا، جن ۾ کي پکي ڏيهي آهن ۽ کي سائبيريا تائين دور تان اچن ٿا، انهن جو شاعري ۾ کو ذکر نه آهي. اردو غزل ۾ رکيو ڇهن ستن پکين جا نالا، ورتا ويا آهن. مثلاً بلبل، قمري، زاغ و زغن، ڪلاغ، شاهين، ڪرگس، ڪويل، پپيهو ۽ شايد هڪ ٻه نالا ٻيا هجن .اُنهن مان بُلبل ته ايران ۾ ٿيندي آهي ۽ ڪويل ۽ پپيهي کانسواءِ باقي نالا به ايراني ڏي آهن. علامه اقبال، بلبل و دراج و مار لفظ ڪتب آندا آهن ۽ تتر کي دراج ڪوٺيو آهي. ڪويل ۽ پپيهو لفظ نه غالب ڪم آندا آهن نه علامه اقبال. ورها ڱي کان اڳ ملڪ جي جاگرافيءَ ڏانهن ڪنهن شاعر ڪونه ڏٺو آهي ۽ شامِ اوڌ ۽ صبحِ بنارس روايتي طور ڪم آندا اٿائون. دليءَ جي شهرِ آشوب کان پوءِ مير تقي مير لکيو هو:

دلی، کہ ایک شہر تھا عالم میں انتخاب
ہم رہنے والے ہیں اُسی اُجڑے دیار کے.

هند جي فارسي شاعريءَ، خسروءَ ۽ غالب ڪانسواءِ پنهنجي ڌر جو ذڪر خير ڪو ڪيو آهي. عليحزين جو هڪ شعر آهي:

از بنارس نہ روم معبدِعام ست این جا
هر برهمن پسرے لچھمن ورام ست این جا.

(مان بنارس ان ڪري نٿو ڇڏيان جو هتي عام عبادت گاهه آهي ۽ هر برهمڻ، ڇوڪر لڇمڻ ۽ رام جو پٽ آهي).

گنگا، جمنا، برهم پترا ۽ سنڌوءَ وغيره جي ديس ۾ دجله ۽ فرات جون ڳالهيون ٿينديون هيون. علامه اقبال بانگِ درا ۾ هماليه تي نظم لکي جو پاسو قبرايو ته ايران جي ڪوهِ دماوند تسي وڃي نڪتو. بنگال ۾ سون، فقط چمپا جا سترهن قسم ڏٺا ها، پر برصغير ۾ نرگس ۽ گُلِ لاله سان تشبيهون ڏنيون وينديون هيون، جي گل فقط ايران ۾ ٿيندا ها. جتي سنڌ ۽ راجستان جهڙا صحرا هــا، اُتي عرب جي صحراءِ نجد جو ذڪر ڪيو ويندو هو. ديومالائن جيديس ۾ ليليٰ مجنون، شيرين فرهاد، وامق عذرا ، رستم سُهراب وغيره جا اجنبي قصا دُهرايا ويندا ها. رڳو هڪ شعر اردو ۾ پنجاب جــي لوڪ ڪهاڻيءَ جي باري ۾ لکيو ويو هو ته اهو بار بار دُهرائيندا ها. ڇو پنجاب تي ڪو احسان ڪيو هيائون:

سُنایا رات کو قصہ جو ہیر رانجھے کا
تو اہلِ درد کو پنجابیوں نے لُوٹ لیا.

اهو سڀ انهيءَ جي باوجود ته پنجاب جــي شهرن پنجابي ڇڏي اردو اپنائي هئي. اردو شاعريءَ ۾ محبوب کي اختر شيرانيءَ تائين مذڪر لکيو ويو. اختر شيرانيءَ جون عذرائون ۽ ليلائون به رت پوڻيون هونديون ۽ آهي هر نسواني جذبات کان عاري لڳنديون.

آروشي ۽ شڪنتلا جهڙي ديس ۾ عورت کي محبوبہ چوڻ معيوب سمجهيو ويو. امرد پرستي(Homo Sexuality) عام هئي ۽ محبوب جو سراپا چڻ پورو مغليہ اسلحہ خانو هوندو هو. تيرنظر، خنجرِابرو وغيره سان محبوب ائين شڪار ڪندا هئا، جيئن مغليہ شهزادا شڪار ڪندا ها. غالب جو شعر آهي:

تم مجھے بھول گئے ہو تو پتہ بتلا دوں
تیری فتراک میں کوئی کبھی نخچیر بھی تھا

(تو مون کي وساري ڇڏيو آهي تہ توکي پتو ٻڌايان ٿو. ڇا تنهنجيءَ خرزين ۾ ڪڏهن ڪوئي شڪار بہ هيو؟)
ساري تهذيب جي عڪاسي ڏاري هئي ۽ ايران، سمرقند، بخارا، افغانستان وغيره ٽان ورتي وئي هئي. محبوبن جا ڏند مسيءَ سان ڪارا هوندا ها ۽ چپ پان سان ڳاڙها، جڇ هنن ڏاڻن وانگر عاشقن جو خُون پيتو هو. انهيءَ شاعريءَ جو تتبع اسان جي غزل گوشاعرن (گل کانسواءِ) ۾ ملي ٿو. سيئي ادبي سلهہ جا مريض هيا، جن هڪ سؤ سال شاعرن کي انهيءَ وبا ۾ وچڙائي رکيو ۽ اڇا ڏاڻين انهن مان ڪي رت اوڳاڇيندا ٿا وتن. انهيءَ وچ ۾ ڏرتيءَ جا عظيم شاعر، ڀٽائي، سچل ۽ سامي چڻ وسري ويا ها. اڳين غزل گو شاعرن ۾ ڪو ايڪڙ ٻيڪڙ مصرع سنڌي هوندو هو، جيئن ڪنهن ڪنڊي جي مُنهن ۾ هڪ اڌ ڏند رهجي ويندو آهي، نہ تہ اڪثرشاعر ٻڌا ها ۽ هنن اردوءَ جا پان خور ڏند وجهايا ها. اهڙيءَ شاعريءَ خلاف بيوس ڀهرين بغاوت ڪئي. آخر ان جي ساريءمارت اچي ڦهڪو ڪيو. اردو شاعري بہ موضوع جي حد تائين بدلجي وئي. ميراجي، فيض، راشد وغيره ان ۾ ڪافي انقلاب آندو پر ٻوليءَ جي لحاظ کان ان جي فارسي آميزي ۾ فرق نہ آيو ۽ ساري جا سارا مصرع فارسي هوندا ها. آرزو لکنوي، عظمت الله، سيد مطلبي فريدآباديءَ، ميراجي، فراق گور، کپوريءَ جن ٻوليءَ ۾ ڏيهي لفظ آندا، انهن ۾ ايترو جيتيس ڪونہ هو، جو زبان جومزاج بدلائي سگهن.

علامه اقبال جي ٻولي ۾ غالب واري آهي. ان ڪري اردو شاعري ۾ اڄ تائين جمود آهي.

سنڌي ادب ۽ ٻولي ۾ ڀرپور انقلاب آيو آهي ۽ ان ۾ اڌ صدي کان وڌيڪ وقت لڳي ويو آهي. اڄ سنڌ، هڪ ماڪين جي مانازي وانگر آهي، جتي ڪيئي شاعر گُنگنائي رهيا آهن. مون کي ٻارهن تيرهن ورهين جي عمر ۾ فارسي بحروزن تي مڪمل دسترس هو. پوءِ مون ان ۾ ڪيئي تجربا ڪيا، جي ٻئي، سنڌي آهن. مون سنڌ جا ڪلاسيڪي اسلوب بيت ۽ وائي ٻئي وري جيئاريا آهن ۽ ٻي هر صنفِ سخن تي (سواءِ ترائيل جي) لکيو آهي.

اڄڪلهه جديد شاعرپاڻ تي ڪو به زنجير رکڻ نٿا چاهين. انهن جون اکيون کليل ۽ پير آزاد آهن. ادل سومرو انهن مان ٻرڪ شاعر آهي هن به ڪيترين ئي صنفن تي طبع آزمائي ڪئي آهي، پر غزل، بيت، وايون، ٽيڙو ۽ نظم/آزاد نظم هن تمام چڱا لکيا آهن. جن مان ڪجهه شعر هي آهن.

غزل

ويس گيڙوءَ ۾ هتي هي غزل
سنڌ ۾ سونهين نه چوغو فارسي.

جنهن ۾ ناهي زندگي جي جستجو
کهڙي ڪم جي آهه اهڙي شاعري.

ٻُڪ تي آهي سٽو جو آدمي
زهر آ آن جي اکڻ تي چانڊني.

پنهنجي اکيهءَ پڌائڻ خاطر
دستارون ڪڍائين ٿيون.

محبوبن جي آمد کان اڳ
ھُڪارون ڪڍائين ٿيون.

چڱ ٿيا بيڪار ڪنهن پٿر جيان
جن چپن جي ياڳ ۾ ناهي چمي.

هلندڙ بس مان ڳوٺ جو منظر
ٻنار جهڳيون ۽ گدلو سينور.

ڪجهه ڪبوتر، هڪڙي مورت
سنگل گنل ۽ اجڙيل مندر.

زندگي پياري ڪياڏون ديس ڪان
ڪاٿي ويٺا سنڌ لئه روئن سڪن.

جيڪا هاريءَ جي هٿن مان ٿي ڦٽي
روشني ساڻي ٻنين ۾ ٿي رهي.

ڇا سيارو، ڇا بهارون بس فقط
درد جي موسم جهڳين ۾ ٿي رهي.

بيت

آءٌ نہ ڄاڻان ڪيرُ، سڙي ويو بارود ۾
مون وٽ سڀڪجهہ ماڻهو، جنهن ۾ ڦندُ نہ ڦيرُ
هي لاشن جو ڍيرُ، ڏوهہ پڇي ٿو ٻنهنجو؟!

ڍورن ڍانچا، رڻ ۾، مٽان چمڪي چنڊ
ٿا ريليءَ جو جنڊ، اجان ترسي آنءُ لئہ.

وايون

موٽل هنلُ هشلمَ

دونهان دونهان زندگي
لارين ٻويان ٻوڙندي، شهر ۾ ٿسي وڌي شام
دونهان دونهان زندگي.

وڪ وڪ، ورديءَ سان
پوڙها پهريدار
ٽوڪي ڪولن ٿا.

هي ڪتاب مون وٽ ٻن سالن کان مٿي ٿيڻ لاءِ پيو آهي. ان وچ ۾ ادل سومري گهڻو ڪجهه لکيو آهي، جو اڳي کان به بهتر آهي. هن جا اڪثر آزاد نظم نهايت خوبصورت آهن. انهن ۾ بحروزن جي پابندي نه آهي. اهي فقط بحروزن جي سرحدن کي ڇهن ٿا، پر انهن ۾ نواڻ آهي، تازگي آهي، بي پناهه شعريت آهي ۽ جديد انگريزي شاعريءَ وانگر رڻ ۾ ڙلندڙ هرڻ وانگر خوبصورت آهن. اُن هرڻ جو خاص ڏڪ نه هوندو آهي، پر جڏهن سج لٿي واٽڙين مان پاڻي پيئندو آهي ته ان جي تصوير ازل جي عڪس وانگر لڳندي آهي.

مان چاڙهان ٿو اڄ اوهان وٽ
ريتي رُت جا سارا گل
بوٽن هيٺان چيڀريا ويا هن
ڪنهن نه ڪنڊ ۾ ڪين ٿو پسجي
پاريهر جو آکيرو ڪو-
ڇوڙس آهي رت جي خوشبو
ڪنڊر آهن ساريون وستيون،
ڊٺل جاين جي ڪنڊرن مان
ٻار پيا گولن رانديڪا-
اسڪول اُجڙيل ۽ اسپتالون آهن آباد
تنهنجا وطن پرست پائر
جن، جاڳي چم کان آهه پُڌو
گولين جو آواز.
خوبصورت ڇوڪرين بدران
رائفلون آهن جن جون محبوبائون

ڏاڍ سان جوٽي جنگ ٻيٺا هن.
ڏاڍ جو ڪوئي ڌرم نه ديس
ڪا ٻه نه ٻولي ۽ لولي
ڏاڍ نه عربي ياڪو عجمي
ڏاڍ نه آهي وحشي انڌو
هيٺن کي هيسائي مارڻ
آن جو ڌنڌو.

[نظم ”جوڀن“ رُت جا ڳاڙها خواب“ جو حصو]

بابل! تنهنجا پورهيت هٿ
ڪيڏا کَهرا ٿي ويا آهن.
تنهنجي هٿن جون هڙ ريکائون
پٿر ٻڻجي ويئيون آهن.
ڇهري منجهه لڪيرون ايئن
ڄڻ ڪنهن ڳتيل شهر جا رستا
اکهه پورهئي جا ڪيڏا سستا!
تنهنجون ساريون سُندر سوچون
ذهن-نگر ۾ ڊوڙي ڊوڙي
هاڻي ته ٿڪجي پيئيون آهن
وڏ گهراڻي محبوبا جان
ننڊ ٻه تو کان ڏور وئي آ.

[نظم ”مايوسين جو موت ٻه ٿيندو“ جو حصو]

ڪيئي ڏيهي اغوا ٿي ويا
گولين آڏو پُرزا ٿي ويا
ڀنل اکين جا سپنا ٿي ويا
ڊِنل دلين جا دهڪا ٿي ويا.

بازارين ۾ پانڪ سموريون
اونداهيءَ جي چادر اوڍي
رات جي نانو ناچ نچي ٿي
ڇيرن جا آواز اچن ٿا.

[نظم، امن جا وڻاڻ-ڪتاب ۽ قبرستان جو حصو]

اهڙا ٻيا به نظم آهن جيئن: ”هر ڏس ۾ هيڊاڻ آ ڇانيل“، ”ٽڪل زندگي“، ”ڏرتيءَ تي دوزخ“، ”وڇوڙي جو ڪارڻ“، ”ڏکن جي سرحد وٽ روڪيل خوشيون“، ”وڇوڙي جي منڊ جي ڀيرين برسات“، ”آدم جو اولاد“ ۽ ”پاڙون“ وغيره. اها ڪيفيت هن جي ٻي شاعريءَ ۾ به ڪٿي ملي ٿي.

ادل سومري ۾ جو انسان آهي، ان ۾ قوميت به ڀرپور آهي ته بين الاقواميت به ڀرپور آهي. پوءِ به هن جي شاعري سياست سان واڪيل نه آهي ۽ آها آزادي به هن جي بحر و وزن سان آزادي وانگر آهي. اياز ڪل وانگر ادل، شاعريءَ ۾ انهيءَ دؤر جو آئينه دار آهي. جيڪا پنهنجا اسلوب کولي لهندي، پنهنجا موضوع کولي لهندي، جن تي سنڌ جي مهر مثبت هوندي پر پوءِ به ان جي آفاقيت مجروح نه هوندي.

# مهاڳ

بدر ابڙي جي ڪتاب 'جيل جي ڊائري'
تي ٨ فيبروري ١٩٩٠ع تي لکيل مهاڳ

هيءُ دؤر دادا امير حيدر ۽ ڪلپنا دت وارو دؤر نہ آهي. بظاهر ائين ٿو نظر اچي تہ سوشلزم ختم ٿي رهيو آهي. ممڪن آهي تہ اهو پئرس ڪميون وانگر ناڪام ٿيو آهي. مشرقي يورپ ۾ ڪميونزم لاءِ نفرت ايترو اڀري رهي آهي جو پولينڊ ۾ سالِيڊرٽي گورنمينٽ ٺاهي وئي ۽ ڪميونسٽ پارٽي اقليتي مخالف ڌر ٿي وئي، ديوار برلن ڪيرائي وئي ۽ امڪان آهي تہ اوڀر ۽ اولهہ جرمني هڪ ٿي وڃي. هنگري، بلغاريہ ۽ چيڪوسلواڪيا ۾ بہ ڪميونزم ڏانهن ردعمل ۾ ڪافي ڦيرو اچي ويو آهي. رومانيا ۾ تہ چائوشسڪو ماريو ويو ۽ ڪميونسٽ پارٽيءَ تي بندش وڌي وئي ۽ لاٿي وئي، ڇاڪاڻ جو رومانيا ۾ ڪميونسٽ پارٽي ايتري مؤثر نہ رهي آهي. خود روس ۾ هڪ کان وڌيڪ پارٽي نظام تي بحث ٿي رهيو آهي. مغربي پريس وارا آرمينيا، آذربائيجان، بائيلورشيا، ايستونيا، ليٽويا، لٿوانيا، جارجيا، قازقستان ۽ ڪرغيزيا، مالدويا، تاجڪستان، ترڪمنستان، يوڪرين ۽ ازبيڪستان ۾ وکوڙ جي نشاندهي ڪري رهيا آهن. آرمينيا ۽ آذربائيجان ۾ روس فوجي ڪارروائي بہ ڪئي آهي. رکو اهو نہ پر ٻئي وڏي اشتراڪي ملڪ چين ۾، تائنامين اسڪوائر ۾ ڪوس ڪرائي آپيشاهي مسلط ڪئي وئي آهي. پر اها بہ آخر ڪيستائين هلندي؟ هن دؤر ڪيئي سوال اڀاريا آهن. جن جا جواب اڃا مستقبل جي ڏندڪي ۾ آهن. ڇا اسٽالن مارڪسزم ليننزم کي اهڙو ڪاپاري ڌڪ هنيو آهي جهڙو فرينچ انقلاب کي نيپولين هنيو هو؟ ڇا انقلاب جو دؤر ختم ٿي چڪو آهي ۽ تاريخ

جي ارتقا ڌپ تي ويٺي آهي؟ يا مشرقي يورپ ۾ ٻي جنگ عظيم کانپوءِ سوشلزم مڙهي وئي هئي ۽ انڪري اها عوام ۾ ايتري مقبول نه هئي، جيتري روس ۽ چين ۾، ۽ مشرقي يورپ اهو طوق لاهي پنهنجي گردن خلاص ڪئي آهي؟ اهو ته ظاهر آهي ته روس ۽ چين جي ايتري ترقي سوشلزم ڪانسواءِ نه ٿي سگهي ها پر ڇا اڃا سوشلزم پنهنجو رول ادا ڪري چڪو آهي ۽ هينئر رڳو ڳچيءَ جو ڳٽ لڳي رهيو آهي؟ ايئن ٿو لڳي ته صنعتي دور ۾ Command Economy بي معنيٰ ٿي چڪي آهي پر ان جي معنيٰ اها آهي ڇا ته اسان پريزيڊنٽ بش واري آمريڪا ۽ وزيراعظم مارگريٽ ٿيچر واري انگلينڊ جو فرسوده اقتصادي نظام قبول ڪيون؟ اڳتي هلي پتو پوندو ته روس ۽ مشرقي يورپ جي تبديلين جو چين، ڪوريا، ڏکڻ اوڀر ايشيا وغيره تي ڪهڙو اثر پوي ٿو. اسان لاءِ ته اهو اهم سوال آهي ته افغانستان جو ڇا ٿو ٿئي ۽ برصغير ۾ سارڪ سمٽ تي معاهدي مطابق امن پائيدار رهي ٿو يا نه. سوشلزم جو تاثر ته ايشيائي ليڊرشپ تي به ڪافي رهيو آهي. شهيد ڀٽو، نهرو، ناصر، نڪروما، سوئيڪارنو وغيره سوشلزم کان متاثر هئا ۽ پنهنجي عوام تي پنهنجي خيالات جو پائنده تاثر ڇڏي ويا آهن. ٽين دنيا جا مسئلا اڃا ٿي آهن جتي اڳ هئا ۽ سرمائيدارانه نظام اڃا تائين انهن جو حل پيش نه ڪيو آهي. ان ۾ شڪ ناهي ته هن وقت سوشلزم اها لگن، اهو جذبو ۽ اها وابستگي پيدا نٿي ڪري جا جان ريڊ (John Reed) جي ڪتاب ”ڏهه ڏينهن جن دنيا کي جهنجهوڙي ڇڏيو“ (Ten days that shook the world) ۾ ڏيکاريل آهي. اهو ٺيڪ آهي ته ڪنهن حد تائين مارڪيٽ اقتصاديات جا اصول ثابت ٿي چڪا آهن ۽ ان حد تائين سرمائيدارانه نظرئي کي هٿي ملي آهي. پر پوءِ به ٽينءَ دنيا جا سياسي ۽ اقتصادي مسئلا حل طلب آهن. ستر واري ڏهاڪي جا نعرا ته هاڻي کوکلا ٿا لڳن پر پوءِ به ٽين دنيا جا انسان پنهنجي سياسي ۽ اقتصادي نجات لاءِ اڳي وانگر لڙي رهيا آهن. نيٺ انهن کي ڪو فلسفو ملي ويندو،

جنهن ۾ اقتصادي ۽ سياسي آزاديءَ جــو ميل ميلاپ هوندو ۽ هو
سوشلزم کان ايڏو بيزار نـــہ لڳندا، جيترو هاڻي مشرقي يورپ ۾ ٿيا
آهن. اهو بہ اهم سوال آهي تہ هتي جي ڪميونسٽ پارٽي هندستان
جي ڪميونسٽ پارٽي وانگر، جمهوري نظام ۾ ٻين پارٽين وانگر رڳو
هڪ پارٽي رهندي ۽ پرولتاري ڊڪٽيٽرشپ جي دعوا ڇڏي ڏيندي
۽ ان حالت ۾ ان جو پروگرام ڇا هوندو ۽ اها ماضيءَ جي تجربي
مان ڪيترو سکندي؟ مان اهو بـــہ چئي چڪو آهيان تہ هندستاني
ڪميونزم ڪي ڪوتبو تہ اهو اندران گانڌي وادي نڪرندو. ڇا منهنجي
هـن نقطہ نگاهہ کي تـاريخ سچو ثابت ڪندي؟ مشرقـي يورپ ۾
ڪميونزم جي ترديد، ممڪن آهي تہ هتي اينتري اثرانداز نہ ٿئي ۽
اسان ۽ ڀارت جا رهواسي، جنهن واهيات ۽ نهايت خطرناڪ بنياد
پرستيءَ جو مقابلو ڪري رهيا آهيون، ان مقابلي ۾ سوشلزم جــو
نظريو اسان کي وڏي هٿي ڏئي ۽ ڏکڻ اوڀـر ايشيا لاءِ زهرِ هلاهل
بدران ترياق ثابت ٿئي!

ان ۾ ڪوئي شڪ ناهي تہ ١٩١٧ع ڪانپوءِ واري اشتراڪي
دؤر ۾ بہ ڪافي چڱو ادب روس ۾ تخليق ڪيو ويو. شولوخوف
جا ناول **The Fate of A Man** ۽ **Quiet flows the Don** ۽
ايليا اهرنبرگ جــو **(Fall of Paris)** وغيره عظيم نـاول آهــن ۽
اسحاڪ ٻيبل جون ڪهاڻيون نهايت عظيم ڪهاڻيون آهن. ان ۾ بہ
شڪ ناهي تہ اشتراڪي نظام جي مخالف شاعر پاسترناڪ ۽ سولزي
نتسن ان دؤر ۾ عظيم ناول لکيا آهن. پاسترناڪ، آسيپ ميندلسٽام
۽ انّا اخمتووا جي شاعري بہ ان دؤر جي عظيم تخليق آهي. ٻئي
ٽريون زار توڙي ڪميسار، تخليقي ادب تي نهايت ڪڙي نظر رکندا
هئا، جيئن آمريت جي دؤر ۾ پاڪستان ۾ رکي وئي هئي. آندري
سنياوسڪي **(Andrei Sinyavsky)** جــو ابرام ٽرٽز **(Abram
Tertz)** جي نالي سان اڄــا تائين نهايت چڱو لکي رهيو آهــي،
تنهنجو شاهڪار **(Good Night)** حال ۾ ئي ڇپيو آهي. هن کي
روس ۾ ڇهہ سال بيگار ڪئمپ ۾ رکيو ويو هو ۽ ان ڪانپوءِ هو

۽ سنڊس زال ڀٽرس پڇي ويا هئا، جتي مٿيون ناول روسيءَ زبان ۾ ڇپيو آهي. هنجو دوست يولي ڊينئل، جو به هن وانگر مغرب ۾ هڪڙي وڏي منڪر (Dissident) جي حيثيت ۾ ڄاتو وڃي ٿو، هن وانگر ڇهه سال روس ۾ بيگار ڪئمپ ۾ هو ۽ آتي دل جي دؤري سبب مري ويو. انهيءَ به ڏاڍو چڱو ادب تخليق ڪيو آهي. ناول (Lolita) جو مشهور مصنف نبوڪوف، جو هن وقت آمريڪا ۾ رهي ٿو، هن ڇپيو آهي ته جيڪڏهن بولشيوڪ اقتدار ۾ نه اچن ها ته هو جلاوطنيءَ ۾ نه هجي ها ۽ اهڙو چڱو لکي نه سگهي ها. ڪجهه سال اڳ روسي جلاوطن شاعر، براڊسڪي (Brodsky) کي پنهنجي شاعريءَ تي نوبل پرائز مليو. هنن اديبن ۾ هيمليٽ جي عقيده تقدير (Fatalism) ۽ ڊان ڪئگزات جي آدرش واري طبيعت ملي ٿي. بدر ابڙي به پاڪستان جي قيد و بند ۾ رهي اهڙو چڱو ادب پيدا ڪيو آهي جو هونئن شايد مشڪل پيدا ٿي سگهي ها.

بدر ابڙو جو منهنجي گهري دوست جمال ابڙي جو پٽ آهي. هن اها ڊائري سن ١٩٨٠ع کان ١٩٨٤ع ۾ لکي هئي ۽ اها هن جديد دنيا ۾ ايتريءَ اهميت جي حامل نه ٿئي ها، جيڪڏهن اها فقط خارجي حالات جو عڪس هجي ها ۽ ان ۾ ايتري داخليت نه هجي ها. خارجي طور به اسان جمهوريت جي اڃا ريڪ به مس ڏني آهي ۽ هڪ فلاحي مملڪت جي منزل اڃا دور آهي. پاڪستان جون رجعت پرست پارٽيون ننهن چوٽيءَ جو زور لڳائي رهيون آهن ته جيتري به سياسي ۽ آئيني آزادي اسانکي ملي آهي. اها اسان کان کسي وڃي ۽ اسان کي وري ماضيءَ جي تاريڪيءَ ۾ ڌڪيو وڃي. بهرصورت اها اسانجي خوشنصيبي آهي ته پاڪستان جا سڀ ترقي پسند حلقا ان سياسي ۽ آئيني آزاديءَ جي مڪمل بحاليءَ تي متفق آهن.

هيءَ ڊائري آرٿر ڪوئسلر جي فرانڪو جي قيد ۾ لکيل ڊائريءَ وانگر نه آهي، جا هن پنهنجي ڪتاب Scum of the Earth ۾ ڏني آهي ۽ هن جي دور رس نگاهه کي يورپ جي جديد

تاريخ ثابت ڪري رهي آهي، پر بدر جي ڊائريءَ ۾ بہ ڪوئسلر وانگر حقيقت نگاري بدرجها اتم آهي ۽ جا بدر ابڙي کي هڪ حساس شاعر جي دل آهي، ۽ جذبات جو انوکو اظهار آهي. اهو تہ ڪوئسلر ۾ بہ نٿو ملي.

هر آمر ڪان وسريو وڃي ٿو. هن کي مرڻو بہ آهي. هو تاريخ جا سارا سبق ڀلائي ڇڏي ٿو. هلاڪو ۽ چنگيز جي انت تي غور نٿو ڪري ۽ پنهنجي لاءِ خودفريبيءَ جي دنيا ٺاهي ٿو، جنهن ۾ هن کي هر ظلم و ستم لاءِ جواز آهي. بزدل ۽ بي‌ايمان ماڻهو هن سان ها ۾ ها ملائيندا ٿا ۽ هن کي پنهنجي نقلي بهشت جا بدترين دوست ٿي وراڻي وڃن ٿا ۽ هن جي خوشامد ۾ قوليا نٿا سمائين، پنهنجي من و سلوي لاءِ هنجو احساس جتائي نٿا ٿڪجن ۽ آمر جي وات جي گُڦ کي ڪوثر ۽ تسنيم جي ڪف آلود لهر سمجهن ٿا. آمر نهايت چالاڪ ۽ ترنيناڪ ٿين ٿا، پر انت ۾ اهي نهايت بيوقوف آهن ۽ جڏهن موت انهن جي سر تي سوار ٿئي ٿو، تڏهن انهن جي مال ۽ دولت، سطوت ۽ اقتدار ڪنهن ڪاغذ جي محل وانگر ڊهي ڍير ٿي پون ٿا ۽ جهنم جي آڳ انهن کي جلائي انهن جي رک بہ اڏائي ڇڏي ٿي ۽ تاريخ ۾ اهي ڀوت پريت وانگر لڳن ٿا، جن پنهنجي دؤر جو ساهہ تہ مُٺ ۾ آندو هو پر مٽي ڪانڀوءِ پاڻ بہ مٽيءَ جي مُٺ وانگر هئا. ڪيڙا انهن جي ڪفن ۾ چري پنهنجي اڳئين جنم جي ڪئي تي پڇتائيندا هوندا ۽ چوندا هوندا تہ اها ڪهڙيءَ ڪالهہ جي سزا آهي جو هن ڪوڙي انسان جو لاش اسانجو رزق ٿي آيو آهي. ساري زندگي مونکي هر آمر ڪان نفرت ٿي رهي آهي پوءِ اهو هٽلر هو يا مسوليني، چليءَ جو پنوشي ۽ پاڪستان جو ايوب خان، يحيٰ خان يا ضياءالحق. دراصل انسانن وانگر قومون بہ پنهنجي ڪئي جو ڪيتو ڏينديون آهن ۽ انهن جي تاريخ ۾ اهڙيون عظيم غلطيون هونديون آهن، جيڪي آمريت لاءِ جواز پيدا ڪنديون آهن. فرد وانگر قوم کي بہ تمام گهڻي دير سان سمجهہ ۾ ايندو آهي تہ پنهنجي ڪئي جو نہ ويچ نہ طبيب. شروع کان پاڪستان

جا ڪيئي حاڪا چاهيندا رهيا آهن ته هو تاريڪ ماضيءَ ۾ موٽي وڃن، وهم پرستيءَ جي اونده ۾ ٽاڪوڙا هڻن، هن جمهوري دور ۾ به پنهنجو ڪو اميرالمومنين چونڊين ۽ هڪ فرد واحد کي ڪروڙن انسانن جي تقدير حوالي ڪن. اسان لاءِ دوزخ جي فوجدار ڪنهن وقت ايوب خان، ڪنهن وقت يحيٰ خان ڪنهن وقت ضياءالحق جي روپ ۾ آيا ۽ پنهنجا هٿا ڪري اوچا سر ڪپي ۽ شخصيتون پيچي پورا ڪري ويا. انهن آمرن انسانن ۾ بزدلي، ڪميڻائپ، خوشامد ۽ بي حيائيءَ جا جذبا پيدا ڪيا. آمر، انسان ذات جا بدترين دشمن آهن. اسان جڏهن انهن جا لاش ڪيڙن ماڪوڙن جي حوالي ڪيون ٿا ته ڪيڙن ماڪوڙن تي ظلم ڪيون ٿا. ها! قدرت کي ڪڏهن ڪڏهن ڪيڙن ماڪوڙن ته به رحم ٿو اچي ۽ اها لاش جلائي رک ڪريو ڇڏي. آمريت جي مزاحمت ڪندي، ڪي ذوالفقارعلي ڀٽي وانگر شهيد ٿين ٿا، ڪي نذير عباسيءَ وانگر ۽ ڪي فاضل راهو وانگر. مون هميشه ان موضوع تي سوچيو آهي ته هتي ڪي شهادت ۾ ڇا ٿو نظر اچي. منهنجي اپيرا ”ڀڳت سنگهه کي ڦاسي“ انهيءَ موضوع تي اڪيل آهي ۽ ان ۾ آيل ڪردارن سڪ ديو جي من ۾ گمان ۽ راج گروءَ جي دل ۾ يقين ڏيکاري، مون ان مسئلي جي ڇنڊ ڇاڻ ڪئي آهي، پر اڃا تائين ان مسئلي کي پوريءَ طرح مٺ ۾ آڻي نه سگهيو آهيان. منهنجو هڪ اردو شعر هو، جو منهنجي ڪتاب ”نيل ڪنٺ اور نيم ڪي پتي“ ۾ ڇپيو آهي:

يه نين سجل يه پتلي پتلي هونٽ پيا ڪي امرت سي
هر ڪيان سي بهتر هوتي هين، هر ڏيان يه جب ڇاجاتي هين

اها ڪهڙي سوچ آهي، ڪهڙي ڪيفيت آهي جا سجل نيڻن ۽ سنهڙن سنهڙن چپن تان روح ڀلي وڃي ٿي ۽ ڪوڙا، ڦٽڪا، قيد، ڦاسيون پنهنجي لاءِ چونڊي وٺي ٿي؟ بدر ابڙي ان جو جواب پنهنجي حساب سان ڏنو آهي. نذير عباسيءَ جي زال حميده جڏهن

اردوءَ جي انقلابي شاعر، منهنجي دوست ۽ سکر ۾ ڀاڙيسري مرحوم حسن حميديءَ کي نذيرعباسي جي شهادت ڪانپوءِ پنهنجي ڪيفيت ٻڌائي هئي، تڏهن حسن حميدي ايترو متاثر ٿيو هو جو هن ان تي هڪ طويل مثنوي لکي هئي، جيڪا ڇپجي چڪي آهي. حسن حميديءَ به هڪ ڪميونسٽ وانگر نذيرعباسيءَ جي شهادت کي ڏٺو آهي. نظم نهايت سهڻو آهي، پر منهنجو مٿيون سوال اُتي ئي آهي ۽ ان جو تسلي‌بخش جواب اُن نظم ۾ به نه آهي. اڳي ته چوندا هئا:

> بنا ڪردند خوش رسمي به خاڪ و خون غلطيدن
> خدا رحمت ڪند آن عاشقان پاڪ طينت را

(خاڪ ۽ خون ۾ ليٽڙيون پائڻ جي چڱيءَ رسم جو بنياد رکيائون. خدا، اهڙيءَ پاڪ فطرت وارن عاشقن تي ٻاجھ رحمت ڪري) :

پر جن جو اهڙيءَ رحمت ۾ اعتبار نه هجي ته انهن جي پاڪ طينت، عجيب پاڪ طينت آهي، جنهن کي صلي جي پرواهه نه آهي ۽ جا پنهنجو جواز پاڻ آهي. مان انهيءَ کي سمجهڻ چاهيان ٿو، چڱيءَ طرح سمجهڻ چاهيان ٿو. ڇو ته اها موت ۽ حياتيءَ جا اسرار مون لاءِ ٻنهي سلجهائي ڇڏيندي. ايئن ته نه آهي ته اها ڪيفيت فقط شهادت وقت محسوس ڪري سگهجي ٿي ۽ ايئن جيئري ڪرفت ۾ نه ايندي؟ شايد ان ڪري ئي مان شاهه عنايت تي اُپيرا نه لکي سگهيو آهيان. ۽ پنهنجي دور جي نهايت عظيم شهيد ذوالفقار علي ڀٽي تي به اُپيرا نه لکي سگهيو آهيان.

فخر زمان جي پنجابي ناول ”بنديوان“ ۾ جو ڪجهه آهي، مون لاءِ ڪافي نه آهي. ڇا رڳو انسانذات ۾ اعتبار ڪافي آهي؟ رڳو حسن، حق ۽ نيڪيءَ جي فتح ۾ اعتبار ڪافي آهي؟ پر جي اهڙو اعتبار ڪافي آهي ته ڇو ڪافي آهي؟ مون کي ياد اچي رهي آهي قادربخش نظامانيءَ سان ملاقات. هو ون يونٽ واري دور ۾ روسي سفارتخاني ۾ ڪنهن عهدي تي هو ۽ ڪراچيءَ ۾ هانگ ڪانگ

هوٽل ۾ منهنجي دعوت ڪئي هئائين. هن ڪي رڪ جو اکيون هيون جي ڇڻ مون تي ڪيپي ويون هيون. ڪافي دير ڪانپوء هن ڇپر ڇنڀيا ۽ مونکان پڇيو ته ڇا مونکي اهو معلوم هيو ته آمريت جي ايتري مخالفت جا نتيجا ڇا هئا ۽ جي مون اهي ڄاتا ٿي ته، مون پنهنجي تقدير ڇائي واٺي ڇو قبول ڪئي هئي؟ مون هن کي ڪيئي سبب ڏنا، پر هو مطمئن نه ٿيو. مونکي رکو ايترو چيائين ”ڪاش! منهنجي جذبات ۾ به تو جيتري تازگي هجي!“ بدر ابڙي جي ڊائري پڙهي منهنجي هانو ۾ ساڳيا لفظ هُرڻ لڳا: ”ڪاش! منهنجي جذبات ۾ به هن جيتري تازگي هجي.“

مون به جواني ۾ دوستيون ڪيون آهن. جواني جا دوست ڏاڍا پيارا ٿيندا آهن ۽ بدر چواڻي، ”واقعي رت جي رشتن وانگر ڪي ٻيا به رشتا آهن. جن جو پنهنجو تقدس آهي.“ خاص ڪري جيل جا ساٿي ته ڏاڍا پيارا ٿيندا آهن. ١٩٧٠ع ۾ منهنجو جيل جو ساٿي فقط هڪ ٿي هو، مرحوم رشيد ڀٽي، جو مونکي ايترو پيارو هو جو ماضي قريب ۾ مان هن جي موت تي اوڇنگارون ڏئي رنو هئس. ١٩٧٠ع واري جنگ وقت، اسين سکر جيل ۾ هئاسين ۽ جنهن وقت هندستان جا جهاز جيل مٿان لامارا ڏيندا هئا ۽ سائرن وڄندو هئو، اسان جيل جي ڪوٺيل ڪاهي ۾ ٽپو ڏئي پاڻ لڪائيندا هئاسين. آن وقت رشيد ڀٽي ڪاهي مان آئي، جهاز کي ٻُجو ڏئي چوندو هئو، ”ٺو! اٿي، پنهنجا بـ نٿو سڃاڻين!“ مون جڏهن رسول بخش پليجي کي رشيد ڀٽي جي جنازي جي نماز لاءِ آيل ڏٺو هئو تـ مون هن جي ڇاتي تي مٿو رکي ايئن سڏڪا ڀريا هئا، جيئن ننڍا ٻار روئندا آهن.

بدر جي جيل جا ساٿي ته گهڻا ئي هئا. امر لعل، جمال نقوي، ڄام ساقي، ڪمال وارثي، شبير شر، سهيل سانگي وغيره، جي اڃا تائين بقيد حيات آهن ۽ پنهنجي نقط‌نگاه سان پنهنجي حساب سان نباهيندا اچن. هنن سان خيال جي نااتفاقي ته ٿي سگهي ٿي، پر هنن جي ڪمٽمنٽ ۽ اورڇائي ۾ مونکي فرق محسوس نه

ٿيو آ. مون ڏٺو آهي ته جيئن عمر وڌي ٿي تيئن اڪثر انسانن جي روح تي ڪٽ چڙهي وڃي ٿي، انهن ۾ جوانيءَ واري تازگي نه ٿي رهي، هو گهڻو ڪري حرص ۽ هوس جو شڪار ٿي وڃن ٿا ۽ جي انهن ۾ ڪنهن آدرش سان ڪا ٿي لگن رهي به آئي، ته زماني سازيءَ، تلخ تجربن ۽ مايوسين سبب انهن مان اڳي واري جذبات جي گرمي نڪري وڃي ٿي ۽ سنگدليءَ جي حد تائين دوستيءَ سان بي تعلقي ٿي وڃي ٿي. خصوصاً اڳيان دوست جڏهن دشمن ٿين ٿا ته ڏاڍا بڇرا دشمن ٿين ٿا ۽ هر بڇرائيءَ تي لهي اچن ٿا. ماڻهپو برقرار رکڻ، جذبات ۾ جوانيءَ واري تازگي ۽ گرمي ساڳيءَ طرح رکڻ، سچ، سونهن ۽ پيار سان لڳاءُ ۾ رتي پر فرق نه اچڻ ڏيڻ ۽ عمر جي زنگ کان پاسي رهڻ هر ماڻهوءَ جو مقدر نه آهي. اديب ۽ شاعر به انهيءَ معاملي ۾ نهايت ڪمزور نظر آيا آهن ۽ ڪڏهن ڪڏهن مونکي هنن جو گهڻيائپڻو ڏسي تعجب ٿيندو آهي ۽ سوچيندو آهيان ته ڇا هي اهو ساڳيو ماڻهو آهي، جنهن کي اڳي شير سمجهندا هئاسين، هن ۾ اها لومڙ واري چال ڪٿان آئي، ۽ آسڪر وائلڊ جي Dorian Gray وانگر هن جو روح اهڙو قبيح ڇو ٿي ويو آهي، ۽ ڇا هي بلڊپريشر جو مريض اهو ساڳيو انسان آهي، جو اڳتي ايتري تحمل، محبت ۽ رفاقت وارو هوندو هو. بدر جي جذبات ۾ تازگي ۽ گرمي ڏسي مونکي هن جي قوت جوانيءَ تي رشڪ ٿيو اچي، شال اها روح جي تازگي هن سان نيبهه رهي. اها وڃي ٿي ته باقي ماڻهو ماس جو لوٿڙو وڃي ٿو رهي. شال انسان ۾ آزادي ۽ محبت جو تصور ائين رهجي اچي، جيئن دودي کي ماڙيءَ تي روپا نظر ايندي هئي.

ڪمر عمريءَ ۾ ئي بدر هڪ فلاسفر، شاعر، مصور ۽ انقلابيءَ جو ميلاپ آهي، هونئن ته هو هڪ سنگ تراش به آهي. قيد تنهائي، تشدد، نذير عباسيءَ جي الوداعي هٿ لوڏ، سياسي ليڊر کي ڪارڪنن جي پڪڙپڇڙ ۽ ان جو آخري نتيجو (رفيق صفيءَ جي اکرن ۾، "جي ڪڏهن امتحان اکرن ۾ هجي ها ته پڙي مارڪ کڻي ها.)"

جبار کي ڪوڙن جي سزا، صمد چرڙي جو ڪردار ۽ ٻيون ڪيئي اهڙيون ڳالهيون ۽ مثال، آمريت جي دور ۾ پاڪستاني جيلن ۾ زندگيءَ جي نهايت چڱي حقيقت نگاري آهي. ڪيڏو نه هن سياسي قيدين ۾ آزاديءَ لاءِ انتظار ڏيکاريو آهي، پيپلزپارٽيءَ ۽ ٻين پارٽين جي ڪارڪنن جون صعوبتون ڏيکاريون آهن ۽ انهن ۾ اهـا اميد ڏيکاري آهي ته ملڪ ۾ ڪائي تحريڪ اٿڻ واري آهي! ڪيئن نه جيل ۾ سڀ سياسي قيدي عدالتن ۾ اميد رکيو ويٺا هئا! مـان اهو سارو وقت هائيڪورٽ جو مصروف ترين وڪيل هوس، هڪ ڀيري ڪنهن ملٽري ڪورٽ جـي خلاف هائيڪورٽ جـي جج ڪجهه جملا سختيءَ سان چيا ۽ ايڊووڪيٽ جنرل کي چيو تـه هو ڊپٽي مارشل لا ايڊمنسٽريٽر کي ٻڌائي تـه اهي غلط ڳالهيون حڪومت کي برو نالو ڏينديون ۽ ٻي پيشيءَ تائين جو ڪجهه ملٽري ڪورٽ ۾ ٿـي رهيو آهي، اهو ٺيڪ نه ٿو ڪجي . ٻن ڏينهن کـان پوءِ ملٽري ڪورٽن جي توهين جي باري ۾ آرڊيننس پوري پاڪستان ۾ جاري ٿي ويو، جنهن موجب ملٽري ڪورٽن جـي خلاف ڳالهائڻ لاءِ هاءِ ڪورٽ جي ججن تائين بہ توهين عدالت جا مرتڪب ٿي پئي سگهيا.

جنرل ضياءالحق جيتري آئين جي بيحرمتي ڪئي، ان کي بار بار پنهنجي سهوليت مطابق ترميم ڪيو يا ان جي تنسيخ ڪئي، اهـڙي بيحيائيءَ سان ٿي وي تي قانون ۽ آئين سان بيهودو مـذاق ڪيو جو انسان جوڌهن ايتري شتربي مهاري ۽ طوطا چشميءَ جو تصور بہ نٿو ڪري سگهي. روز C.M.L.A ۽ صوبـائي M.L A جا آرڊر ۽ آرڊيننس ڏڙا ڏڙ اچي رهيا هئا، جو وڪالت جـو پيشو نهايت مشڪل ٿي پيو هو ۽ چڱ دل انگريز جي دؤر کي ساريندي هئي، جڏهن قانون کي ڪائي پائندگي هئي ۽ هيئن انڌ جي گهوڙي تي سوار نہ هو. ابلاغ جي ذريعن مان اعتبار نڪري ويو هو ۽ جيل اندر يـا جيل کان ٻاهر ماڻهو B.B C ٻـڌندا هئا ۽ رکو ان جي خبرن تـي اعتبار ڪندا هئا. آمريڪا جـا رسالا، ٽائيم، نيوز ويڪ

وغيره ان وقت جنرل ضياء جا حمايتي هئا ڇوته ان وقت ڪميونزم جي پوءِ ڪان آمريڪا تين دنيا جي باري ۾ بدترين فوجي آمريتون اتساهيندي هئي، ۽ ويتنام ۾ شڪست کان پوءِ تہ، ڇڙ ڇتي ٿي پئي هئي، پاڪستان جي باري ۾ ڪابہ صحيح خبر نہ ڏيندا هئا. روس جي رسالن تي پابندي هوندي هئي. پر اهي بہ هن راڪشس کي گهڻو ڪاوڙائڻ نہ چاهيندا هئا. رفيق صفي ۽ بدر ابڙي جهڙا انسان ”هم جو تاريڪ راهون مين ماري گئي“ جـو مثال هئا ۽ جڏهن ڪاٺيون ڪپي ويون هيون تہ باهہ ۾ پنهنجا هڏ پچي وجهندا هئا تہ جيئن دونهي د کيل رهي.

هن ڊائريءَ جي خوبي ڏي ان جي داخليت آهي. ليٺن جي انٽيليجنس جي سربراهہ زرزينسڪيءَ جي جيل جي ڊائـري پڙهي، ماڻهو ڪوئي تاريخي مواد حاصل ڪري تہ ڪري باقي ادبي دستاويز جي حيثيت ۾ نهايت ئي بور ڊائري آهي . آرٿر ڪوئسلر لزبن ۾ فرانڪو جي قيد ۾ رهي جا ڊائري لکي سا ڪجهہ وڌيڪ دلچسپ آهي پر ان ۾ بہ زياده تر خارجيت آهي. بـدر ابڙي جي ڊائري ان ڪري نهايت دلچسپ آهي جـو ان ۾ گهڻو ڪري هڪ حساس اديب جا پنهنجا پهرين جيل جا تاثرات آهن، جن جو نهايت مؤثر بيان ٿيل آهي. مون لينن گراڊ ۾ اهـو جيل خانو بـہ ڏٺو جتي زار جي زماني ۾ لينن جي پـاءُ کي ۽ گورڪي ۽ ٻين انقلابين کـي رکيو ويو هو، پر ان معاملي ۾ ضياء جي پيٽ ۾ زار بدرجها بهتر هئو ۽ افسوس جي ڳالهہ آهي تہ ڪنهن تشدد پسند زار تي ناڪام ئي سهي، حملو تہ ڪيو، پر ضياء تي اهڙو حملو بہ نہ ڪيو ويو ۽ جي ڪائي سازش ٿي تہ اها دٻائي وئي ۽ ان جا صحيح تفصيل عوام جي ڏيان تي نہ آندا ويا. سارو معاملو ڪنهن ازلي دهشت گرد حل ڪيو نہ تہ اجـا تائين اسان ظلم جـي چڪيءَ ۾ پيسبا اچون ها. معلوم نہ آهي تہ هيءَ حڪومت ضياء جـي دؤر تي هڪ وهائيٽ پيپر ڇو نٿي شايع ڪري؟ ڪيستائين ضياء جا حواري اقتدار جون ڪرسيون والاري ويهندا؟ ايڪيهين صـدي اچي رهي آهي، انسان

ڪائنات کي تسخير ڪندا ڪٿان جو ڪٿي وڃي پهتا آهن. هاڻي اها فوجي آمرن جي ڏنڊن ۽ ڏانڊلي ختم ڪئي وڃي. مان ڀانيان ٿو ته ٻڪونن ڪنهن حد تائين صحيح هئو ۽ اقتدار جي هوس دولت جي هوس کان ٻُري آهي ۽ انسان جي جبلت ۾ وڏيڪ شامل آهي.

مان هاڻي سمجهي سگهيو آهيان ته جمال ابڙو رٽائرمينٽ کان پوءِ فرصت ۾ ڇو نٿو لکي، دراصل جي منهنجو ڪوئي پٽ بدر جهڙو لکي سگهي ها ته مان به لکڻ ڇڏي ڏيان ها ۽ هن جي تخليق تي قناعت ڪريان ها.

---

# پلنامو

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٣ | ١١ | ڪان | ڪي |
| ٢٢ | ٢١ | ۽ | جا |
| ٢٤ | ١١ | چڪي | چيڪي |
| ٣٢ | ٩ | مفڪر | فڪر |
| ٣٥ | ٢٠ | ورند | ورندو |
| ٣٦ | ٢١ | جي | جين |
| ٤٨ | ٢٣ | ڪرنارڪ | ڪونارڪ |
| ٤٩ | ١١ | جوت | موت |
| ٥١ | ٦ | تاريندي | آپاريندي |
| ٥٢ | ٢٢ | جي | جيءُ |
| ٥٧ | ١٣ | ڪراما | ڪراماً |
| ٥٧ | ١٥ | راھٺو | رهٺو |
| ٦٤ | ١٧ | لپو | لپ |
| ٦٥ | ٢ | مجزوب | مجذوب |
| ٦٥ | ٧ | معيار | ميار |
| ٧١ | ٧ | پيپلز پارٽيءَ ۾ رزوليوشن | پيپلز پارٽي رزوليوشن |
| ٧١ | ١٣ | آرڊر ڀهتا | آرڊر ڀوءِ ڀهتا |
| ٧١ | ١٥ | لگ ڀگ سال | لگ ڀگ ٻه سال |

| | | | |
|---|---|---|---|
| Laura | Iaura | ١٥ | ١٥٠ |
| Existentialist | Existentialish | ٨ | ١٥١ |
| Astronauts | Astronants | ٩ | ١٥٧ |
| لاپئسنارا | لائپنسارا | ١١ | ١٥٩ |
| آکهه | اکهه | ١٠ | ١٧٣ |
| بوٽي جوٽي | بوٽي بوٽي | ٣ | ١٧٦ |
| Self possessed | Possessed self | ٣ | ١٨٦ |
| Keneth | Kenith | ٥ | ١٨٧ |
| thought | throught | ١٠ | ١٩٣ |
| جي بي معنيٰ | جي معنيٰ | ١٧ | ١٩٧ |
| نسڪي | نڪسي | ١٧ | ١٩٨ |
| آهي | هي | ١٢ | ٢٠١ |
| ني | کي | ١٠ | ٢٠٦ |
| مشائخ | مشايخ | ٩ | ٢٠٧ |
| سارو | سرو | ٧ | ٢١۴ |
| سمبري | سنبسري | ۴ | ٢٢٧ |
| آخر هي | آخرڪار | ١٢ | ٢٣٧ |
| معبد | مصبد | ٥ | ٢٣٩ |
| ٿاريليءَ | ٿا ريليءَ | ١٧ | ٢۴٢ |

نيو فيلڊس جا نوان ايندڙ ڪتاب

## ڪوٽ لکپت جو قيدي

مصنف: رسول بخش پليجو

* سنڌ جي چوٽيءَ جي ڏاهي سياستدان ۽ مهان اديب رسول بخش پليجي جي لاهور جي بدنام جيل ۾ گهاريل سٽن سالن جي قيد جا ڪڙا مٺا داستان. * سنڌ ۽ عالم جي سياست جو چرڪائيندڙ آپريشن. * ملڪ جي برک سياستدانن، اديبن ۽ عالمن جي باري ۾ نوريل تڪيل رايا. * قيد تنهائي جي انهن نازڪ ۽ تڪليف ده گهڙين جا احوال جڏهن زندگي ۽ موت جي وچ ۾ چند انچن جو مفاصلو رهجيو وڃي. * سنڌي ادب جي سڀ کان طويل، سڀ کان اثرائتي ۽ سڀ کان نرالي جيل جي ڊائري.

## لنڊن تنهنجا ڪيڏا روپ (سفرنامو)

مصنف: طارق عالم ابڙو

طارق عالم ابڙي پنهنجي هن سفرنامي ۾ لنڊن جا ايڏا ته گهڻا روپ دلچسپ انداز ۾ ظاهر ڪيا آهن جو پڙهڻ وقت، پڙهندڙ پنهنجو پاڻ کي لنڊن ۾ موجود محسوس ڪندو ۽ سفرنامو ختم ڪرڻ کان اڳ ڪتاب ڇڏڻ تي دل نه چوندس.

## آچو پکي واءَ ۾

هن ڪتاب ۾ حفيظ شيخ جي ڇپيل ۽ اڻ ڇپيل ڪهاڻين کان سواءِ، حفيظ شيخ جا دوستن ڏانهن لکيل خط، سندس اڻ پوري آتم ڪٿا جا باب، ۽ مٿس لکيل همعصر ليکڪن جا خاڪا، اوسارا ۽ مضمون شامل هوندا. مرتب: نصير مرزا.

## رد ڪيل ڪهاڻيون

مصنف: امر جليل

## رهجي ويل منظر (ناول)

مصنف: طارق عالم ابڙو

## منهنجو وطن، منهنجا ماڻهو

مصنف: لوڪرام ڏوڏيجا

## هن ڪتاب مان ڪنيل ٽڪرا:

* جتي انسان کي نه تحفظ آهي، نه تسلي آهي، نه اڄهو آهي نه اٽو آهي، نه اڳهائيءَ ۾ آسرو آهي، جتي زبان تي پهرو آهي ۽ قلم تي بندش آهي، اتي تصور جي عياشيءَ لاءِ ڪنهن به اهل دل شاعر وٽ گنجائش گهٽ آهي. جڏهن شاعر کي انهيءَ ڳالهه جو احساس اچي ٿو ته پوليس گوليءَ جو ڪم ڏيئي سگهي ٿي ۽ آنڊير ۽ انياءَ جا ايماني ڳاٽ آڏي سگهي ٿي، تڏهن هن کي آڪ - مڪڙ تي هاڏڪو لکڻ ڪيترو نه بي معنيٰ ٿو لڳي!

* تون نه چاهين ٿو ته مون هن انڌير نگريءَ ۾ چاچا نه سٺو آهي! منهنجي نظربنديءَ جي دوران ۾، ڪڏهن مون کي ملحد ۽ غدار ٿي سڏيائون، ڪڏهن گهر کي باهه ٿي ڏنائون، ڪڏهن گولي ٿي هنيائون ۽ ڪڏهن ڦاهي تي چاڙهيائون. مان پنهنجي صليب تان واجهائي رهيو هوس ته ڪوئي آهي جو ٻڙڪ ٻاڦي، پر ڪنهن جي چپ ني پٽڪو نه آيو. شايد ٻه چار اهڙا هئا، جي اُن صليب سان ڳل ملائي، گونگا ڳوڙها ڳاڙهي رهيا هئا. اهو ڪنهن به نه پڇيو ته ڪهڙي قانون ۾ ڪيئت حـي سزا نظربندي آهي، قيد آهي، موت آهي؟ پـر شايد وچئين طبقي ۾ اها اميد ئي اجائي آهـي ۽ منهنجا ڪيت اڃا تائين سنڌ جي مزدور ۽ هاريءَ تائين نه پهتا هئا.

* جن جي پور پور ۾ نفرت پري ويئي آهي، جن پنهنجيءَ ڌرتيءَ کي ڌڪاريو آهي، هي سامراج جي ڇپاڙي او ڳاڇيل ڍوند جا ٻوجرا ڪيئان، ڪهڙي انقلاب جا اهل ٿي سگهن ٿا؟ صحيح انقلابي قوت، مزدور ۽ ڪِسان آهي، ۽ وچولي طبقي جو ڪوئي به فرد انقلابي صلاحيت جو اهل تڏهن ئي ٿي سگهي ٿـو، جڏهن هن ۾ پنهنجي طبقي لاءِ بي انتها نفرت ۽ مزدور ۽ ڪسان لاءِ محبت پيدا ٿئي، ۽ هُو انهن جـي تقدير کي پنهنجي تقدير سمجهي، انهن جـي طبقاتي جدوجهد ۾ شامل ٿي وڃي. * هاڻي رات جا چار لڳا آهن. منهنجي ننڍڙي ڌيءَ ننڊ مان ڪـرَ موڙي پاڻيءَ پيئڻ لاءِ آئي آهي ۽ مون کي لکندو ڏسي چوي ٿي، 'بابا، اڃا تائين، ڇا ٿو لکين؟ ٻتي ٻاري اسان جي ننڊ ڦٽائي اٿئي.' هن کي ڪهڙي خبر ته، هن جي بابا ٻتي ٻاري سنڌ جي پوري نئين نسل جي ننڊ ڦٽائي آهي.

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪ "لُڙهندَڙ نسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ بيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، جاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‍ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان ڳنڍ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)